# هيرن جهڙو ماڻهو



قادربخش طالباڻي

مرتب

سجاڳي پبليڪيشن

# ھيڻ جھڙو ماڻھو

# [سيد اڪبر]

مرتب:
قادر بخش طالباڻي

27 جون 2010ع

سجاڳي پبليڪيشن
حيدرآباد، سنڌ
2009ع

## ڇپائيندڙ جا حق ۽ واسطا قائم ڪتاب نمبر [12]

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | هيرن جهڙو ماڻهو (سيد اڪبر) |
| ڇپائيندڙ | : | سجاڳي پبليڪيشن |
| ڪمپوزنگ | : | فدا حسين ڳاهو 0300_3089085,0332_5505409 |
| پيسٽنگ | : | عبدالسلام پتو |
| ڇپيندڙ | : | ذڪي سنز پرنٽرس ڪراچي، سنڌ |
| ڳاڻيٽو | : | هڪ هزار |
| ڇاپو پهريون | : | جون 2009ع |
| قيمت | : | 200/- روپيا |

**ملڻ جو هنڌ:** سجاڳي پبليڪيشن، دڪان نمبر 33 ايگريڪلچر ڪامپليڪس، حيدرآباد، سنڌ.

موبائيل نمبر: 03322678558

- سنڌيڪا بڪ شاپ، حيدر چوڪ حيدرآباد، سنڌ.
- رابيل بڪ ڊپو، اسٽيشن روڊ لاڙڪاڻو.

HERANJAHERO MANHOON

| | | |
|---|---|---|
| Compliled by | : | Qadir Bux Talbani |
| Composed by | : | Fida Hussain Gaho |
| Printed by | : | Zaki Sons Printers, Karachi, Sindh |
| Published by | : | Sujaghi Publication, Hyderabad, Sindh |
| Edition : | : | June 2009 AD |
| Price | : | Rs.200/_ |

فهرست

# اداري پاران

سڄاڳي پبليڪيشن طرفان ڇپرايون ڪتاب ”ڪرڪي ڪائي ڪونج“ آگسٽ 2004ع ۾ ڇپيو. ان جو شاعر هو سيّد اڪبر. ۽ هي ٻارهون ڪتاب ”هيرن جهڙو ماڻهو“ به اڪبر بابت آهي. ان کان اڳ فيبروري 2005ع ۾ ”سارون ۽ سنڀارون“ اداري جو ٻيو ڪتاب به سيّد اڪبر بابت هو. جنهن ۾ سيّد اڪبر ۽ سندس دوستن جا خط شايع ٿيل آهن. اهڙيءَ ريت اڪبر جا ٽي ڪتاب اسان جي اداري طرفان شايع ٿيا آهن ۽ هڪ ڪتاب ”لفظ ڳالهائين ٿا“ سچائي اشاعت گهر دڙو طرفان پڌرو ڪيل آهي. پر افسوس ته سڀ ڪتاب سيّد اڪبر جي هن دنيا مان ڪوچ ڪري وڃڻ بعد ئي پڌرا ٿيا. ۽ هو پاڻ ڏسي نه سگهيو. جيڪا حسرت پاڻ سان گڏ کڻي ويو.

اڃا به اڪبر جو مواد رسالن، اخبارن، سي. ڊي ۽ ڪيسٽن ۾ الاهي موجود آهي. جيڪو ڪير محنت ڪري ته پنج ڇهه ڪتاب اڃا به جڙي سگهن ٿا. سيّد اڪبر ڪير هو، سندس نظريو، سوچ، رويا ڪهڙا هئا، اها خبر انهن سڀني کي آهي جن ساڻس گهڙيون گڏ گذاريون. باقي رهت همراهن لاءِ سندس ڪتاب ئي ٻڌائيندا ۽ واقفيت ڏيندا ته سيّد اڪبر ڪير هو؟ ساڻس گهڙيون گذارڻ وارن جي لسٽ ۾ هي خاڪپاءِ پڻ آهي. پر مون ۾ ايتري همت طاقت نه رهي جو سندس وفات جي ڪتاب تي به اکر لکي سگهان، سندس وفات کي پنجن سالن کان به مٿي عرصو گذري چڪو آهي. ان ۾ ڪئين پنا لکيم، ڦاڙيم پر مون کان سيّد اڪبر تي مضمون نه لکيو ٿيو. هاڻ دل ٻڌي هڪ ننڍڙو اڌورو مضمون لکي يوسف جي خريدارن ۾ پاڻ کي شامل ڪرڻ جي ننڍڙي ڪوشش ڪئي اٿم.

سيّد اڪبر بنيادي طور هڪ وڏي ماڻهو سيّد الهڏني شاهه جو پٽ هو. جنهن جي رهائشي گهر کي مقامي ماڻهو ”لکي محل“ سڏيندا هئا. پر ظالم زماني اهو لکي محل، مال ملڪيت هن جي هٿن مان کسڪائي ڪيس غربت جي اوڙاهه ۾ اڇلي ڇڏيو. جنهن ۾ سيّد اڪبر جي والد به پنهنجا پويان پساهه پوڙهائپ ۽ پيرسني جو حصو گذاريو. ۽ ان اوڙاهه ۾ سيّد اڪبر به جواني کان آخر تائين عمر جو حصو ڏام ڏوم سان گذاريو.

آئون نه بلڪ پرپاسي وارو، سڄو لوڪ، ويجها دور جن جو به سيّد اڪبر سان هڪ وار درشن ٿيو، اهي سڀ هڪ آواز اهوئي چون ٿا ته سيّد اڪبر تمام وڏو ماڻهو هو. وڏو ماڻهو ان ڪري ڪونه چون ٿا ته هن ابي جو لکي محل واپس موٽايو يا هن اباڻي زمين، مال متاع يا وڏي جائداد هٿ

ڪئي. نہ نہ اڪبر وٽ جواني ڪان وفات تائين جهوپڙي نما رهائشي جهڳي هئي. ٻاهر ٻن، ڪٽن جي ولار منهہ هو. هو انهن سيني جاين کي وائيٽ هائوس ڪان بہ وڌيڪ سمجهندو هو. پر اڪبر جي گفتگو، نياءُ، علم، عقل ۽ عمل پنهنجي نظرئي سان آخر تائين سچائپ ڪيس تمام وڏو ۽ عظيم بنائي ڇڏيو. ڪيس جن بہ ڏٺو يا ساٿس گڏيا تن جون اکيون اڄ بہ سندس وڇوڙي تي آليون ۽ غمگين آهن. هو جتي بہ ويو، جتي بہ رهيو. اتي جي خلق هن وٽ گروي ٿي ويئي. هن ڪڏهن بہ پنهنجي پذيرائي ڪرڻ يا ٻين ڪان پنهنجي لاءِ خوشامد ٻڌڻ عيب سمجهي. هن ڪڏهن بہ نڄ مڻ مصلحت ۽ ذاتي مفاد کي پاڻ ڏي نہ ڇڪيو. هن پرائمري استاد هوندي صرف اسڪول جي ٻارن کي علم جي زيور سان نہ سينگاريو پر هن سڄي سنڌ جي جهرجهنگ، رڻ پٽ، بيابان، ٿر، بر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان جي چپي چپي ۾ هلي ملهي علم جون جهوليون ڀري ٻارڙن ۽ ٻيڙن ۾ ورهايون.
هن ڪتاب جي مواد تيار ٿيڻ ڪان پوءِ ڇپائي ۽ پني خريد ڪرڻ لاءِ پئسن جي اڻ هوند ڪري اوسيئڙي ۾ الاهي وقت گذري ويو. ڇو تہ مون وٽ پينشن ڪان سواءِ ڪا ٻي آمدني نہ آهي. اڳ جا ڇپايل ڪتاب بہ وڪري لاءِ واجهائين پيا. اهڙي حالت ۾ هڪ منهنجي شاگرد جي پٽ هن ڪتاب جي ڇپائي لاءِ پندرهن هزار روپيہ قرض حسنہ ڏيئي منهنجي فڪر کي هلڪو ڪيو . مان هن مهانگائي ۽ ڏڪار واري دور ۾ ان دوست جو نهايت دل جي گهراين سان قدر ڪريان ٿو. سندس نالو سندن اسرار تي ڏيڻ مناسب نٿو سمجهان. مان پنهنجي محسن ۽ سيد اڪبر جي دوست سائين ڊاڪٽر رجب ميمڻ صاحب جن کي بہ وساري نٿو سگهان جنهن هن ڪتاب جي ترت ڇپرائي ڪرائڻ لاءِ منهنجي هر طرح جي مدد ڪرڻ ۾ مون کي وڏي نيڪ ڏني آهي.

جيئي سنڌي ٻولي قومي ٻولي

30 جون 2009ع

قادر بخش طالباڻي

شاهہ لطيف چوڪ نانگولائين
ڪوٽڙي، ڄامشورو، سنڌ

# شخصيت

| | | |
|---|---|---|
| نالو پورو | : | سيد اڪبر ولد سيد الهڏنو شاهه. |
| ڄم | : | پهرين فيبروري 1943ع. |
| هنڌ | : | درملوڪ شاهه تعلقو ميرپور بٺورو، ضلعو ٺٽو |
| تعليم | : | فرسٽ ڪلاس گريجوئيٽ 1968ع |
| نوڪري | : | پرائمري استاد، آگسٽ 1962ع |
| | | پي.سي. اسڪول ميرپور بٺورو کان شروعات |
| رٽائرمينٽ | : | جنوري 2003ع |
| وفات | : | 27 جون 2003ع |

مشغوليون:

- سنڌي ادبي سنگت ڏڙو ضلعي ٺٽو جو بنيادي رڪن.
- سنڌي عوامي تحريڪ جو بنياد وجهندڙ ميمبر 1968ع.
- پ.ٽ.الف جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري 1972ع.
- پ.ٽ.الف تعلقه ميرپور بٺوري جو صدر.
- پ.ٽ.الف حيدرآباد ڊويزن جو صدر.
- بٺوري، ڏڙي ۽ ٺٽي جي سماجي، ثقافتي ۽ سياسي تنظيمن جو ڪارڪن

ادبي ڪيتر:

- رسالا ماهوار تحريڪ، بادل، روح رهاڻ، مهراڻ، روزانه هلال پاڪستان، آفتاب ۽ عبرت ۾ ڪالم، نثر ۽ شاعري
- سندس وفات بعد سندس شاعري ۽ نثر تي هيٺيان ڪتاب مرتب ٿي چڪا آهن:
  1. لفظ ڳالهائين ٿا، جولاءِ 2004ع
  2. ڪرڪي ڪائي ڪونج (شاعري) آگسٽ 2004ع
  3. سارون ۽ سنڀارون (خط) فيبروري 2005ع

# سنڌي استادن (پ.ٽ.ا) خلاف

## پرمار سازش کي ڪيئن ناڪام بنايو؟

جنوري 1976ع ۾ سنڌ جي سجاڳ ۽ سمجهو وطن دوست استادن ۾ اهو افواهه باهه وانگر پکڙجي ويو ته ”سنڌ پ.ٽ.ا کي پنجاب جي ڪنهن نام نهاد آل پاڪستاني قسم جي فيڊريشن وغيره ۾ ملائڻ جون ڪوششون ٿين پيون“

سنڌي استادن کي اول ته ان افواه تي اعتبار ئي نٿي آيو. ڇو ته کين خبر آهي ته سنڌي عوام کي ان قسم جي نام نهاد آل پاڪستاني گٺ جوڙن جو گذريل ٽيهن سالن کان وٺي تمام تلخ ۽ ڀيانڪ تجربو پئي رهيو آهي. خاص ڪري سنڌي استاد ۽ سندن تنظيم پ. ٽ.ا اهڙن ون يونٽي وڪڙن ۾ ڦاسڻ کان هميشه پاڻ بچائيندا رهيا آهن ۽ ڪيترين بار بار ٿيندڙ ناپاڪ ڪوششن کي پنهنجي پهري سجاڳيءَ، ڏاهپ، مڙسيءَ ۽ اڻ ٿڪ جدوجهد وسيلي بار بارناڪام بنائيندا رهيا آهن ۽ دشمن جو هر سازشي وار خطا ڪندا رهيا آهن. سنڌي استادن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته هيڏي تجربي ۽ هيڏين ڪامياب جدوجهدن کان پوءِ اوچتوئي اوچتو دشمن سنڌي استادن ۽ سندن تنظيم پ.ٽ.ا کي هيئن ماٺ منيءَ ۾ ڳڙڪائڻ ۾ ڪيئن ٿو ڪامياب ٿي سگهي؟

پر بدقسمتيءَ سان جلد ئي انهن افواهن جي تصديق ٿي وئي جو ”وفاق اساتذه پاڪستان“ جي نالي واري ڪنهن تنظيم جو تاريخ 9 جنوري 1976ع تي پنجاب مان ڪڍيل هڪڙو گشتي ليٽر سڄي ملڪ ۾ ورهايو ويو. ان ۾ ڪيترين تنظيمن جي نالن جي لسٽ ڏنل هئي. ته اهي ان نام نهاد وفاق ۾ شامل آهن. گشتي ليٽر جي رنگ ڍنگ ۽ لهجي مان سنڌ جي قاتل دشمن ۽ سڄي ملڪ ۾ خوار رجعت پرست ۽ فاشي ٽولي جماعت اسلاميءَ جي مڪار ۽ منافق پاليسي جي بوءِ ٿي آئي. انهي وفاق جي زيردست تنظيمن جي گهٽائي، جماعت جي پراڻي عادت موجب ڪوڙين، بوگس ۽ ڪاغذي تنظيمن تي مشتمل نظر آئي

ٿي، ڪجھ پڇا مان معلوم ٿي ٿيو تہ خود پنجاب، جنھن ۾ ان وفاقي جماعت جو هيڊ ڪوارٽر ڊيڪلاريل هو. اتي جي استادن ۾ بہ هن نام نهاد وفاق جي ڪابہ حيثيت ۽ ڪوبہ وقار ڪونہ هو. مطلب تہ: "سنڌ ۾ پڇي ئي ڪونہ، ڪڇ ۾ والہائي!" وارو قصو هو.
سنڌي استاد حيران هئا تہ آخر هيءُ ڪھڙي ماجرا آهي. ڪنھن انهن سنڌ دشمن، عوام دشمن ۽ استاد دشمن جماعتي ٽولي کي اهڙو اختيار ڏنو آهي. جو هو سنڌ پ.ٽ.الف جھڙي خوددار، وطن دوست تنظيم کي سنڌ دشمنن جو ڏن پريندڙ ۽ زبردست ظاهر ڪري سچي سنڌ ۽ سچي ملڪ ۾ خوار ۽ بدنام ڪري. ڪين خبر هئي تہ جنھن بہ هن ٽولي کي اهو اختيار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هوندي، خود ان کي بہ ائين ڪرڻ جو ڪوبہ قانوني اختيار ڪونهي، ڇو تہ ڪو فرد تہ ٺھيو پر پ.ٽ.ا جي ورڪنگ ڪميٽي ۽ مرڪزي ڪائونسل جھڙا بااختيار اعليٰ ادارا بہ پ.ٽ.ا جي آئين موجب اهڙو اختيار نٿا رکن، جو هو پ.ٽ.ا کي ڪنھن بہ ٻي تنظيم ۾ شامل ڪري سگهن. پ.ٽ.ا جو پايو وجھندڙ استادن کي چڱيءَ طرح خبر هئي تہ ملڪ جي موجوده ماحول ۽ حالتن ۾ پ.ٽ.ا کي ڏارين جي ڪنھن تنظيم ۾ ملائي ڇڏڻ جا سنڌي استادن ۽ سنڌي عوام لاءِ ڪھڙا نتيجا نڪري سگهنٿا. ان ڪري هنن پ.ٽ.ا جي آئين ۾ اهڙي ڪابہ گنجائش نہ رکي.
ايتري ۾ خبر پئي تہ پ.ٽ.ا جي ڪا گڏجاڻي تاريخ 1 فيبروري 1976ع تي شڪارپور ۾ رکي ويئي آهي. اتي جيڪي ڪجھ استاد گهرايا ويا، تن کي ٻڌايو ويو تہ هيءَ گڏجاڻي پ.ٽ.ا کي وفاق اساتذہ پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ جي منظوري ڏيڻ لاءِ گهرائي ويئي آهي. ان گڏجاڻي ۾ استاد محمد موسيٰ ڪينجهرائي جنرل سيڪريٽري پ.ٽ.الف ضلعي نٽي ۽ ٻين سجاڳ ۽ سمجهو وطن دوست استادن پنهنجن تقريرن ۾ نهايت سنجيدگيءَ، مضبوطيءَ ۽ چٽائي سان هيٺيون ڳالهيون سمجهايون.
1. وفاق، "اساتذہ پاڪستان" جھڙيون تنظيمون ۽ اهي سنڌ دشمن ۽

عوام دشمن قوتون، جن هي تنظيم ٺهرائي آهي، انهن جو بنيادي مفاد ۽ مقصد سنڌ پ.ٽ.الف جي بنيادي مقصدن جي بنهه خلاف آهي. اسان جن تجربن مان گذريا آهيون، انهن جي مدنظر سنڌي استادن جو مفاد انهيءَ ۾ آهي تہ پ.ٽ.الف کي ڪنهن بہ اهڙي سنڌ دشمن ۽ سنڌي استادن جي دشمن تنظيم ۾ شامل نہ ڪيو وڃي.

شڪارپور واري گڏجاڻي مرڪزي ڪائونسل يا ٻي ڪنهن بہ نمائندي اداري جي باقاعدي گڏجاڻي نہ آهي. ڇو تہ مرڪزي ڪائونسل وغيره جي آئين موجب جيڪي ميمبر هئا تن کي نہ گهرايو ويو آهي، نہ وري ڪين کو اطلاع ئي ڏنو ويو آهي. انهيءَ ڪري شڪارپور واري گڏجاڻي پ.ٽ.الف جي آئين جي نظر ۾ استادن جي فقط هڪ غير رسمي گڏجاڻي آهي ۽ ان کي اهڙو اختيار نہ آهي تہ پ.ٽ. الف کي ڪنهن ٻي تنظيم ۾ شامل ڪرڻ جهڙي اهم ۽ سنگين معاملي تي غور ڪري سگهي.

شڪارپور جي گڏجاڻي ۾ حاضر استادن وڏي گهڻائي سان، جماعت اسلامي ۽ سندس پويان پيچ لڳائيندڙ سندس ڇوٽن پائيوارن يعني پنجابي پناهگير نام نهاد ترقي پسندن جي ڏسيل سنڌ دشمن واٽ کي رد ڪيو ۽ فيصلو ڪيو تہ پ.ٽ.الف کي ڪنهن بہ ٻي شيءِ ۾ ضم ڪرڻ جي ڪابہ حرڪت نہ ڪئي وڃي. پر جڏهن گڏجاڻي ختم ٿي ويئي تنهن کان پوءِ دشمن جي ففٿ ڪالم هڪدم پنهنجو ڪرتب ڏيکاريو ۽ ڪن ماڻهن وٽي ڪوڙو اعلان ڪيو تہ هن گڏجاڻيءَ پ.ٽ.الف کي سنڌ دشمن "وفاق" ۾ ضم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

پوءِ جيڪي حقيقتون ظاهر ٿيون، انهن مان خبر پئي تہ پنجابي پناهگير ڪوڙن ترقي پسندن سنڌي استادن جي صفن اندر پنهنجا جيڪي سنڌي چاڙتا لڪائي وهاريا آهن، تن سيئي جمهوري ۽ تنظيمي اصولن جا ليڪا لتاڙي، پ.ٽ.الف کي اڳئي وفاق ۾ شامل ڪري ڇڏيو هو. اهو سبب هو جو 9جنوري 1976ع واري وفاق جي ليٽر ۾ پ.ٽ.الف کي وفاق جي زيردست تنظيم ڪري ڏيکاريو ويو هو.

جيتوڻيڪ ان وقت تائين پ.ٽ.الف کي وفاق ۾ شامل ڪرائڻ جو مسئلو پ.ٽ.الف جي ڪنهن به تنظيمي ڏاڪي تي ڪنيو ئي نه ويو هو، ۽ ان سلسلي ۾ پهرين گڏجاڻي 1 فيبروري تي ئي گهرائي وئي هئي.
سنڌ پ.ٽ.الف کي وفاق ۾ شامل ڪرڻ جي خبر ٻڌي، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ جي استادن ۾ سخت بي آرامي پکڙجي ويئي ۽ استاد سختيءَ سان مطالبو ڪرڻ لڳا. ته پ.ٽ.الف کي وفاقي ون يونٽ جي سنڌ دشمن ڏيڻ ۾ ڦاسائڻ جي سازش کي هر حالت ۾ ناڪام بنايو وڃي.
سڄي سنڌ جي استادن جي سخت مضبوط ۽ لڳاتار مطالبي هيٺ وڃي هنڌ ڪيو ۽ تاريخ 22 فيبوورري 1976ع تي ميرپورخاص ۾ انهي معاملي تي غور ڪرڻ لاءِ ٻي گڏجاڻي رکي وئي. استاد محمد موسىٰ ڪينجهرائي ۽ ٻين استادن هن گڏجاڻي ۾ هڪ پيرو وري اورچائي ۽ چٽائي سان پ.ٽ.الف جي آئيني روڪ ۽ ان باري ۾ هيستائين ڪيل بي قاعدگين کي مدلل نموني مثال ڏيئي سمجهايو. هن استادن کي پ.ٽ.الف جو آئين پڙهي ٻڌايو ۽ آئين جا حوالا ڏيئي ٻڌايائين، ”آئين جي فقري نمبر 10 موجب پ.ٽ.الف جي وڏي ۾ وڏي بادي مرڪزي نمائنده ڪائونسل آهي. جنهن ۾ هر تعلقي مان ٻه عيوضي ۽ هر ضلع جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري ميمبر آهن. انهي ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻي گهرائڻ لاءِ آئين جي فقري نمبر 15 ”ت“ موجب ست ڏينهن اڳواٽ نوٽيس ڏيڻو آهي. شڪارپور جي گڏجاڻي ۾ نه ته ڪائونسل جي آئين موجب گهربل عيوضين شرڪت ڪئي، نه ئي ڪين گڏجاڻي کان ست ڏينهن اڳ ان گڏجاڻي جو نوٽيس ڏنو ويو هو. تنهنڪري ان گڏجاڻي جي آئيني طرح ڪابه نمائنده ۽ فيصلي ڪرڻ جهڙي حيثيت ڪانه هئي. ٻي ڳالهه ته خود ان گڏجاڻي ۾ جيڪي ٻه ضلعا غير حاضر هئا تن کي ڇڏي باقي حاضر ٽيل پنجن ضلعن به وفاق اساتذه پاڪستان سان شامل ٿيڻ جي سخت مخالفت ڪئي هئي. پر ان هوندي به رسمي ڪارروائي ختم ٿيڻ کان پوءِ ۽ گڏجاڻي ۾ شريڪ استادن جي پر پٺ، غيرقانوني طرح سان اعلان ڪيو ويو هو

تہ سنڌ پ.ٿ.الف مذڪوره وفاق ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي! استاد ڪينجهرائي چيو تہ اسان ڪي مرڪزي اڳواڻن لاءِ وڏي عزت ۽ وڏو احترام آهي، پر هن قسم جون ڳالهيون فقط سنڌ دشمنن کي فائدو رسائين ٿيون. انهن کي روڪڻ گهرجي. ڪيل بي قائدگين جو سلسلو ختم ڪري وفاق سان شامل ٿيڻ جو غلط ۽ بي قاعدي سنڌ دشمن فيصلو رد ڪرڻ گهرجي.

تنهن کان پوءِ استاد علي اڪبر شاهہ اڳوڻي جنرل سيڪريٽري سنڌ پ.ٿ.الف هن مسئلي جي قومي ۽ طبقاتي نقطہ نظر کان چنڊ ڇاڻ ڪئي ۽ ان جي سياسي، اقتصادي ۽ نظرياتي پاسن کي کولي سمجهايو. ٻين سان ٻڌي ڪرڻ جي ضرورت، ان ٻڌي جي باري ۾ جيڪي خبرداريون ۽ احتياط ڪرڻا آهن ۽ جيڪي حدون ڏيان ۾ رکڻيون آهن، تن جي باري ۾ سمجهاڻي ڏيندي استاد علي اڪبر شاهہ چيو تہ ”اسين سنڌي استاد ٻين سان ٻڌي ڪرڻ جا هرگز مخالف ناهيون. اسين صحيح ٻڌي ڪرڻ جي ضرورت کي چڱي طرح محسوس ڪريون ٿا. اسان کي خبر آهي تہ دنيا جي ٻين مظلوم ٽولن، طبقن ۽ قومن وانگر اسان کي بہ ٻڌي ڪرڻ ۽ ساڻن مدد جي ڏي وٺ ڪرڻ جي ضرورت آهي. هن دنيا ۾ ڪير بہ سڄي جهان کان الڳ ٿي، آپي شينهن بنجي ڪابہ ڪاميابي حاصل ڪري نٿو سگهي. هڪ ٻئي جي صلاح، مدد ۽ سهاري کان سواءِ جڳ ۾ ڪو جس ڪڻڻ تہ پري رهيو پر ڪير رڳو جيئرو رهي بہ نٿو سگهي، سنڌي عوام کي اصل کان وٺي خبر آهي تہ تاڙي هڪڙي هٿ سان ڪانہ وڄندي آهي. هڪڙو هٿ ٻي هٿ جي مر لاهي ٿو. ٻہ تہ ٻارهن، ججهن تي خدا جي ڇانوَ آهي، ججهن ڪنئي ڇپر بہ ڪجي پوي ٿو. ڦڙي ڦڙي تلاءُ بنجي ٿو. ٻڌيءَ ۾ بلاشڪ وڏي برڪت آهي. ان سان گڏ ڪين اها بہ خبر آهي تہ ٻڌي ڏسي وائسي ڪرڻي آهي. سڀ ڪنهن سان ٻڌي ٿي ڪانہ سگهندي. جن ڌرين جا مطلب ۽ مفاد هڪٻئي جي بنهہ ابتڙ هجن تن جي وچ ۾ ٻڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي تہ ڌاڍي ڌر وجهہ وٺي مخالف ڌر کي تباهہ

ڪري ڇڏيندي. رڳو بگهاڙ سان ٻڌي ڪندي تہ پنهنجا آنڊا ڪڍائيندي. پڪي ٻليءَ سان ٻڌي ڪندا تہ پنهنجا ٻچا مارائيندا. باهہ پاڻيءَ سان ٻڌي ڪندي تہ پنهنجو وجود وڃائيندي. مطلب تہ جنهن ڏر جون اکيون ئي اسان جي ٽپڙن ۾ هجن، تنهن سان ٻڌي ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي تہ پوءِ پنهنجي وڍي جو نڪو ويڄ نڪو طبيب! واري ڳالهہ وانگر ماڻهوءَ کي پڇاڙي جو رڳو ”اڙي!“ وڃي سرندي. ڪنهن سان بہ ٻڌي ڪرڻ لاءِ وڏي خبرداري ۽ وڏي ڏاهپ گهرجي. ڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو ٻڌي ڪري پنهنجي طاقت وڃائڻ جي حوس ۾ مورڳو پنهنجا اڳيان گهر جا ٽپڙ بہ ڦرائي پنهنجي پيننگ ڪرائي ڇڏيندا آهن. تنهنڪري ٻڌي اهڙي ڪجي، جنهن مان ٻڌي ڪندڙ سڀني ڌرين کي فائدو پهچي، نہ ڪي رڳو هڪڙي ڌر کي. ائين نہ ٿئي ”جو تيڏا سو ميڏا، ميڏا تہ اڳئي ميڏا“، ۽ ”ڳلن ڪونئري ڳل پٽائي“ وارو ڪم ٿي وڃي ۽ ٻڌيءَ جي آڙ ۾ هڙئي ڪاڇي وڃي ۽ ماڻهو پيو سڪٽيون اکيون پٽي.

صحيح ٻڌيءَ لاءِ لازم آهي تہ هرڪا ڌر پنهنجو وجود هر حالت ۾ برقرار رکي، پنهنجن اصولن ۽ بنيادي مفادن کي قربان ٿيڻ کان بچائي. شروع کان ئي اهڙو بندوبست رکڻ گهرجي جو اڳلي کي اهڙو موقعو ئي نہ ملي، جو هو ناجائز فائدو وٺڻ جي سڌ رکي سگهي. ”وفاق اساتذه پاڪستان“ جهڙين تنظيمن سان ٻڌي ڪرڻ ۾ جيڪي نفعا نقصان ٿي سگهن ٿا، تن جو ذڪر ڪندي استاد علي اڪبر شاهہ دوستن کي ٻڌايو تہ ”جن قومي ۽ طبقاتي قوتن وفاق اساتذه پاڪستان جهڙيون تنظيمون ناهيون آهن، اهي قوتون ۽ سندن ناهيل وفاق اساتذه پاڪستان جهڙيون تنظيمون جيڪي سياسي، اقتصادي، ثقافتي ۽ نظرياتي مقصدن کي حاصل ڪرڻ گهرن ٿيون ۽ ان ڪم لاءِ هو جيڪي واٽون ۽ گس وٺڻ چاهين ٿيون سي سنڌي عوام ۽ سنڌي استادن جي مقصدن، واٽن ۽ گسن جي بلڪل ابتڙ ۽ مخالف آهن. جن ڳالهين کي اسان چڱو واجبي ۽ انصاف ڀريو سمجهون ٿا، تن کي هو

خراب، بي واجبي ۽ ڏوه جهڙو ڪم سمجهن ٿا. مثال طور اسان لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي سنڌس جائز قومي درجو ڏيارڻ نہ رڳو هڪ قومي غيرت، روحاني خوشي ۽ وقار جو مسئلو آهي، پر اهو اسان سنڌي استادن لاءِ هڪڙو ذاتي، طبقاتي ۽ اقتصادي مسئلو پڻ آهي. اهو سنئون سنئون اسان جي ٻچن جي پيٽ گذر جو مسئلو آهي. ظاهر آهي تہ جنهن ٻوليءَ جا اسين استاد آهيون. جي اها ٻولي ئي ڪنهن ڏارين پهاڄ جي گولي ٻانهي ٿي ڌڪا پئي جهليندي هوندي تہ اسين استاد ان ٻوليءَ جي زور تي ڪهڙا حق حاصل ڪري سگهنداسون، ڪهڙا سک ماڻي سگهنداسين، ڪهڙيون عزتون پرائي سگهنداسون؟ چوندا آهن تہ ”وڄ ڪڏي ڪيري تي“ اسان جو جي ڪيروئي اڪڙيل هوندو تہ اسان چا تي ڪڏي سگهنداسين. هيڏانهن اسان کي پنهنجي سنڌي ٻولي کي بچائڻ، وڌائڻ ويجهائڻ جو اهڙو زبردست لاچار، هوڏانهن وفاق اساتذه جهڙين تنظيمن جو دين ايمان ئي ان ڳالهہ تي تہ جيڪي لهي اپري ٿو سو اردوءَ تي، ٻي ٻوليءَ جو نالو وٺڻ ئي حرام! اسين سنڌي ماڻهن جي حقن لاءِ حيران، هو پانئين تہ ملڪ جي مظلوم ماڻهن جي رهيل کهيل مال ملڪيت تہ هضم ڪريون. پر اجا وچان جهٽ هٽي ڪو عربن ايرانين کي پاسو ڏئي سنڌن گهر بہ مسيت ڪريون تہ چڱو! اسين پانيون تہ مرڪز توڙي سنڌ ۾ گذر جي وسيلن ۽ نوڪرين مان سنڌين کي پنهنجو پورو حق ملي. هو اها ڳالهہ ٻڌيو آپي کان نڪريون وڃن، چي اها صوبي پرستي، وطن دشمني ۽ غداري آهي. سڀ پاڪستاني آهيون جيڪو ڏاڍو سو ڳاڀو. اسين تعليمي ادارن ۾ ڪوٽا جي ڳالهہ ڪريون تہ هنن جو منهن ڦريو وڃي. چي: اسان جي لياقتن جون ڪوڙيون ڊگريون ڏسي سڀ داخلائون اسان جي حوالي ڪريو. مطلب تہ اتا ميهان دا ڪيها ميلا، او چرن جهنگ، او چرن ٻيلا“ هاڻ جيڪڏهن اسين انهن تنظيمن ۾ شامل ٿينداسون تہ سنڌن صحبت جي اثر، سنڌن سڌي توڙي اڻ سڌي، ظاهري توڙي لڪل زور بار ۽ دٻاءَ کان هرگز بچي نہ سگهنداسون.. خاص ڪري جڏهن انهن سنڌ دشمن

قوتن اسان سنڌين مان نظريہ پاڪستان، اسلام، ترقيءَ پسندي ۽ سوشلزم جي آڙ ۾ اڳيئي ڪيترا مير جعفرن ۽ مير قاسمن جا غدار ٽولا ۽ ففٿ ڪالم سنڌي ايجنٽ پرتي ڪري پالي نپائي، سيڪاري پڙهائي، ڪئين قسمين قسمين جا چمڙا پوش ٺهرائي سنڌ جي مظلوم ماڻهن جي قومي جدوجهد جي هر مورچي جي عين نازڪ جڳهہ تي لڪائي وهاري ڇڏيا آهن.

سنڌ دشمن پنهنجن انهن پاليل سيڪاريل غدار سنڌي چاڙتن ۽ ففٿ ڪالمسٽ ايجنٽن ڪان ڪهڙا وطن دشمن ڪم وٺن ٿا ۽ هو پنهنجي آقائن ڪي ڪهڙا ڪهڙا غداريءَ جا ڪرتب ڏيکارين ٿا. جن جو مثال هينئر هن وقت اڪين اڳيان موجود آهي. اسان ڏٺو تہ سنڌ دشمن سامراجي ڪيئن ڳجهہ ڳوهہ ۾ ۽ ماٺ ميٺ ۾ اک بچائي هٿ جي صفائي سان عام سادن سودن سنڌي استادن اڳواڻن ڪي پنهنجي شيشي سنگهائي، سمجهو ۽ سجاڳ استادن ڪي نڙيءَ تي گهٽو ڏيئي، سڄي سنڌ جي اڪين اڳيان سنڌي استادن ۽ سنڌي عوام جي سنڌ پ.ٽ.الف جهڙي مشهور معروف زبردست وطن دوست تنظيم ڪي هڙ‌ ڪرڻ ۾ ذري گهٽ ڪامياب ٿي ويا. ظاهري طور ان ڪم ۾ ڪو هہ ڙو بہ ڌاريون شامل ڪونہ هو. سڀ پنهنجا هئا سنڌن نالا سنڌي، لباس سنڌي، ٻولي ۽ نعرا سنڌي هئا. فقط سنڌن ڪن ڳالهين ڪان مس وڃي ڪنهن تمام ڏاهي سنڌي ماڻهوءَ ڪي ڪو سماءُ ٿي پيو تہ همراهن جون دليون ۽ دماغ، ذهن ۽ ضمير سنڌي نہ آهن. سنڌن مطلب ۽ مقصد سنڌي ناهن هو پراوا ڳن آهن، سنڌن وات ڪن ٻين جا هز ماسٽرس وائيس ۽ لائوڊ اسپيڪر آهن. اهڙن لڪائي ويهاريل پالتو غدارن جي پلٽڻ جي ڳجهي واهر سان سنڌ دشمن اسان ڪي چوويهہ ڪلاڪ گهيري ۾ جهلي، اسان جي اندرين تضادن ڪي استعمال ڪري، وڌائي وڌ ڪري، اسان ڪي پاڻ ۾ ويڙهائي اسان ڪان ڪنهن نہ ڪنهن نموني ۽ ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾، اهڙا وطن دشمن ڪم وٺندا، جيڪي هونئن جيڪر اسين ڪنهن بہ قيمت تي ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيون. اسان

مان جيڪڏهن ڪي ماڻهو ڪنهن به حالت ۾ دشمن جي آڱرين تي نچڻ کان انڪار ڪندا ته اسان جا دشمن سنڌي ماڻهن جي عالم آشڪار سادگي، ويساهه، وسوڙپ، بي خبريءَ، لاپرواهيءَ ۽ غفلت جو فائدو وٺي ۽ پنهنجي اثاه پروپيگنڊا مشنريءَ ۽ پنهنجي لڪل غدار ايجنٽن کي استعمال ڪري، وطن دوست استادن کي استاد برادريءَ جو دشمن، سرڪاري ايجنٽ، آمريڪي سي آئي. اي جو ماڻهو يا ڪافر ۽ پليت ٺهرائي ۽ مٿن ٻيون ڪئين قسمين قسمين تهمتون ڌري ڪين ذليل، ڪمزور ۽ بي اثر بنائي سگهن ٿا.

ان صورتحال جو عملي نتيجو اهو نڪرندو جو اسين سنڌي استاد، آهستي آهستي، ڏاڪي به ڏاڪي، پنهنجي اصل استاد دوست ۽ وطن دوست واٽ تان ٿڙي استاد دشمنيءَ ۽ وطن دشمنيءَ جي اهڙي اوجهڙ ۾ وڃي ڪري پونداسون، جتي سنڌي عوام اسان مان آسرو لاهي، اسان کي ڌارين جو دلال سمجهڻ لڳندو ۽ جڏهن اسان کي ڪنهن ڏکئي وقت ۾ پنهنجي سنڌي عوام جي واهر ۽ مدد جي ضرورت پوندي، تڏهن اسان کي ڪين مدد لاءِ چوندي شرم پيو ايندو ۽ هو به اسان کي پنهنجو سمجهڻ لاءِ تيار نه ٿيندا.

اسان جو گذريل تجربو اسان کي سيکاري ٿو ته اسان سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي استادن کي هر ڳالهه ۾، هر ميدان ۾ پنهنجو ڌار وجود ۽ حيثيت قائم ۽ برقرار رکڻ گهرجي. جيڪڏهن اسان ڪنهن به وقت، ڪنهن ڳالهه ۾، ڪنهن به ميدان ۾ پنهنجو الڳ وجود ختم ڪيو ۽ سنڌ دشمنن جي مهرباني ۽ اشرافت تي پاڙيوسين يا سندن رحم ۽ ڪرم تي رهياسون ته هو آهستي آهستي اسان جو وجود ئي مٽائي ڇڏيندا. ان باري ۾ ون يونٽ جو قاتل ۽ قهري تجربو اسان جي اکين اڳيان آهي. انهي انتظامي ون يونٽ کان سواءِ ٻيا جيڪي به سياسي، ثقافتي، نظرياتي يا تنظيمي ون يونٽ ٺهيا آهن، تن سيني ۾ اسان سنڌين سان انهي انتظامي ون يونٽ واري ڪار رهي آهي. آل پاڪستان سياسي پارٽين ۽ تنظيمن جو جيڪو سنڌي ماڻهن ڏانهن

رويو رهيو آهي ۽ انهن هٿان سنڌ جي مفادن جو جيڪو حشر ٿيو آهي سو ڪنهن کان بہ ڳجهو ڪونهي، ٻيون ڳالهيون تہ پري رهيون رڳو مزدور جيڪي سڄي دنيا ۾ سڀ کان زياده مظلوم، سجاڳ، فراخدل ۽ انقلابي طبقو ليکيا آهن، انهن پنهنجي نام نهاد ترقي پسند پنجابي، پناهگير قيادت جي تعليم موجب ۽ سندن رهبري هيٺ گذريل ٽيهہ سال سنڌي مزورن ۽ سنڌي ماڻهن جي مفادن لاءِ جيڪا دشمني واري روش ورتي آهي، خود سنڌ جي ڪارخانن ۾ سنڌي مزدورن لاءِ گيٽ بند ڪري ڇڏيا آهن، تنهنجو مثال اڪين اڳيان موجود آهي.
گڏجاڻي ۾ اهي عنصر بہ موجود هئا جن هي سڄو فتنو ڪڙو ڪيو هو. انهن تمام گهڻو شور مچايو ۽ استادن کي ڌمڪايو ۽ بليڪ ميل ڪيو تہ اوهان جي وفاق جي تابعداري کان ڪنڌ ڪڍايو تہ اوهان کي فلاڻا فلاڻا نقصان پهچايا ويندا. پر استادن جي گهڻائي سندن ڳالهہ کي سختي سان رد ڪري ڇڏيو. پ.ٽ. الفِ جو صدر سڄي ڳالهہ ٻڌي ۽ سمجهي ايتريقدر متاثر ٿيو. جو هن انهيءَ ڳالهہ تي سخت افسوس ۽ پڇتاءُ جو اظهار ڪيو تہ سندس هٿان اهڙو ڪم ڪرايو ويو هو ۽ ڪيل غلطي جي تلافي طور پ.ٽ.الف جي صدارت تان استعيفا جو اعلان ڪيو.
آخر ڪافي بحث مباحثي ۽ صلاح مصلحت کان پوءِ فيصلو ڪيو ويو تہ پ.ٽ. الف کي وفاق سان ملائڻ جو غلط فيصلو رد ڪجي. پ.ٽ.الف جي صدر کان پنهنجي استعيفا واپس وٺرائي ويئي. استادن اهو بہ فيصلو ڪيو تہ، هو پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ پنهنجي جدوجهد جاري رکندا ۽ ان وقت جيڪا اسٽرائيڪ هلڻ واري هئي. تنهن ۾ پنهنجي ليکي ڀرپور حصو وٺندا.
اهڙيءَ طرح سنڌي استادن پنهنجي تنظيم جي وجود کي بچائڻ يا سلامت رکڻ جي جدوجهد ۾ ڪامياب ٿيا ۽ سيني هڪٻئي کي ان ڪاميابي تي مبارڪون ڏنيون. خاص ڪري استاد علي اڪبر شاهہ، استاد ڪينجهرائي ۽ ٻين انهن سمورن استادن کي دلي مبارڪون

ڏنيون ويون، جن پنهنجي اعليٰ استاد دوستي ۽ سنڌ دوستيءَ جو ثبوت ڏيندي اهڙي نازڪ ۽ ڏکي آزمائش جي وقت ۾ پ.ٽ. الف جي وجود ۽ سنڌي استادن جي عزت ۽ آبرو کي بچائڻ جي پهرئين صف ۾ لڙائي ڪئي. ساڳئي وقت استادن اهو به محسوس ڪيو ته اها جدوجهد اتي ختم ڪانه ٿي آهي. ان قسم جون ڪوششون ختم ڪونه ٿينديون سنڌي استاد جي جدوجهد کي ناڪام ۽ ختم ڪرڻ لاءِ نت نيون چالاڪيون ۽ حرفتون ٿينديون رهنديون. ان ڪري اسان کي هر وقت چوڪس رهڻ گهرجي.

مظلوم عوام ۽ انهن جي تنظيمن کي ڦاسائڻ لاءِ اسان جي ملڪ ۾ هن وقت هڪڙي ٺٺڻ مثل هڪڙي پاسي سرڪار ۽ سندس لالچ، خوف ۽ ڌمڪاءَ جي پاليسي جي ڪوڙڪي آهي. ٻي ڪوڙڪي اسلام پسندن جي، اسلام ۽ نظريه پاڪستان جي آهي. ٽئين پاسي ڪوڙن اسلام پسندن جي چوٽن پائيوارن ۽ جوڙيوالن، ڪوڙن ترقي پسندن ۽ سوشلسٽن جي سرڪڻ ڦاهي آهي. انهي ٽنهي مارين جو ڪم هڪڙو ئي آهي. حاڪم طبقن جي ڦرلٽ کي سلامت رکڻ. ائين ئي رڳو اسان وٽ ڪونهي، سڄي دنيا ۾ اها ٺٺڻ مثل آهي. اها ڪن جڳن کان وٺي مثل آهي. تاريخ توڙي اجوڪي سياسي صورتحال جو ڳوڙهو مطالعو ڏيکاري ٿو ته حاڪم قومي ۽ طبقاتي قوتون عوام کي برغلائڻ لاءِ پاڻ کي هر وقت مخالف ٽولين ۾ ورهايو وٺيون هونديون آهن، سندن وچ ۾ اختلاف ۽ تضاد قومي ۽ طبقاتي نه هوندا آهن، ذاتي ۽ ٽولي بازي وارا هوندا آهن. ان ڪري اهي اونها ۽ دائمي نه هوندا آهن. پر مٿاڇرا ۽ وقتي هوندا آهن. سندن سچا پچا ۽ حقيقي اختلاف ۽ ٽڪر، مقابلا ۽ دشمنيون ان مظلوم عوام ۽ انهن مظلوم قومن سان هوندا آهن، جن جي ڦرلٽ تي ٽوپي ٽنبڊ تي رکي موجون ماڻين ۽ جاوا ڪن ٿا ۽ سڄي ملڪ جا مالڪ ۽ معتبر ٿين ٿا. پر هو ظاهري ڏيکاءُ ان جي ابتڙ ڏيندا آهن. هو پنهنجي اندروني اختلافن جي سڄي جهان ۾ ڍنڍورو پٽيندا آهن ۽ انهن کي تمام حد کان وڌائي پيش ڪندا آهن. ان جي ابتڙ مسڪين ۽ مظلوم عوام سان سندن جيڪا چڻ ته روز ازل کان وٺي دشمني آهي ۽ سندن ساڻن جيڪي

بنيادي ۽ ڪڏهن بہ نہ نبرڻ جهڙا تضاد ۽ ٽڪر آهن. تن جي ڳالهہ هو ڪڏهن بہ پلجي نہ ڪندا آهن. پر جڏهن حاڪم ٽولن ۽ طبقن جا اونها، دائمي قومي ۽ طبقاتي نفعا عوام جي هٿان خطري ۾ پون ٿا، تڏهن اهي هڪلم اندر ئي اندر پاڻ ۾ مڙي مٺ ٿيو وڃن ۽ پنهنجيون سموريون عوام دشمن قوتون مظلوم عوام ۽ مظلوم ماڻهن خلاف لڳايو ڇڏين.
سنڌي عوام ۽ ان جي استادن ڪي تنهنڪري نہ رڳو ڪرسين تي ويٺل ٽولن جي عوام دشمن سياست کان پاڻ ڪي بچائڻو پوندو پر سجاڳيءَ، هوشياري، ڏاهپ ۽ بهادري سان حڪمران ٽولن جي جوڙيوال مخالف پارٽين ۽ انهن پارٽين طرفان ناهيل وفاق اساتذه پاڪستان جهڙين تنظيمن ۽ اهڙن ٻين عوام دشمن ٽولن جي عوام دشمن ۽ استاد دشمن سياست خلاف جدوجهد ڪري سنڌي عوام ۽ سنڌي استادن جي حقن جو بچاءُ ڪرڻو پوندو.
اسان کي پنهنجي ٻڌيءَ ۽ پنهنجي تنظيم کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ گهرجي. اسان کي پنهنجي مظلوم سنڌي عوام سان ناتا وڌيڪ مضبوط ڪرڻ گهرجن. اسان کي پنهنجي وطن، پنهنجي تاريخ، پنهنجي ثقافت ۽ روحاني ورثي، پنهنجي سماج ۽ تاريخي دؤر بابت ڄاڻ ۽ سمجهہ وڌائڻ گهرجي. اسان کي تنگ نظريي، خود پرستيءَ، سستي غفلت ۽ لاپرواهي کان آهستي آهستي جند ڇڏائي، پنهنجي حقن ۽ پنهنجي مظلوم عوام جي حقن جي جدوجهد ۾ زور شور سان حصو وٺڻ گهرجي. اسان کي دشمن ۽ سندن ففٿ ڪالم جي نت نين چالن، سازشن، فريبن ۽ بهروپن خلاف اٿ ئي پهر سجاڳ رهڻ گهرجي ۽ هڪ پل بہ غافل نہ ٿيڻ گهرجي.

جيئي سنڌي استاد
جيئي سنڌي پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن
جيئي سنڌي استادن جو عظيم ساٿ
جيئي سنڌي عوام، جيئي سنڌ

# پرائمري استادن کي بہ جيئڻ ڏيو!

سڌريل ملڪن ۾ استادن جو تمام گهڻو قدر ڪيو ويندو آهي، ۽ استادن کي سموريون بنيادي سهولتيون مهيا ڪيون وينديون آهن، تہ جيئن هو ڪنهن بہ فڪر کان سواءِ شاگردن کي پڙهائي سگهن. پر اسان جي معاشري ۾ استادن کي سمورين بنيادي سهوليتن کان محروم رکيو ويو آهي ۽ ڪين پوري عزت سان نٿو ڏنو وڃي.
اتي جي استاد کي استاد لاءِ عزت، محبت ۽ پريت آهي، هتي جي استاد کي ٻئي استاد کان نفرت ڏياري وئي آهي. منجهس ويڇا، طبقا، خال پيدا ڪري هڪ ٻئي لاءِ انبار نفرتون پيدا ڪيون ويون آهن. هتي جو استاد هن هوش ربا طلسمات جي رڃ ۾ گهتون هڻندو، پنهنجي وجود کي وڃائي ويٺو آهي. اتي جو استاد پنهنجي ڏاهپ ۽ علم مان لکين سائنسدان ٿو پيدا ڪري. جن دنيا جي طوفانن جا منهن موڙيا آهن. جن ڌرتي کان آڪاش تائين پنهنجا قدم رکيا، جن ندين کان سمندن جي اونهائي جا انت لڌا آهن، جن جبلن جي اوچاين تي چڙهي چپر جا چيهہ لڌا آهن ۽ هتي جو استاد مفلسي ۽ مهانگائي جي تنگيل ٿاڪ ۾ چڙيون هٽي، ڦٿڪي ۽ عزت نفس لاءِ نيڻ وڃائي واٽون پيو تڪي.
استاد کي عزت ۽ جيئڻ ڏيئي سندس بي بها اڻ ڪٽ ۽ انيڪ صلاحيتن مان فائدا وٺي پنهنجي قوم، ملڪ ۽ وجود کي برقرار رکيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن استاد بکيو، اگهاڙو، نڌڻڪو، هيڻو ۽ حقير هوندو تہ پوءِ پوري قوم انوڌ ڪاسائي جي ڪڏ ۾ ڪري پوندي.
اسين اهو ٻڌائڻ فرض ٿا سمجهون تہ جيڪا ڳالهہ يا پاليسي اسان، اوهان ملڪ ۽ قوم کي ڌڪ هڻندي، سا آهي تعليمي پاليسي، جنهن جا ڪجهہ ڏنگ ۽ ويڪ هيٺ ٿلهي ليکي ڏيان ٿو:
قومي اسڪيل ۾ استادن کي نہ شامل ڪرڻ، پنجاب سرڪار يعني آمر حڪومت اجا بہ ٻين لفظن ۾ دشمن خصوصن سنڌي استاد دشمن حڪومت جون ڏنل اڱوٺيون واجبات عوامي حڪومت طرفان ڪسي

وڌڻ، آفيسرن جي لوڙ پيدا ڪري، استادن کي اڪيلو ڪري، ذهني ۽ اخلاقي اذيت ڏيڻ، آفيسرن کي چڙواڳ ڇڏڻ ۽ استادن کي مفلوج بڻائڻ، مادري زبان ۾ تعليم عام آسان، اعليٰ ۽ مفت نہ بڻائڻ، سنڌي تعليم کي پنجن درجن تائين محدود ڪرڻ ۽ اسڪولن جي لئبريرين ۾ نصاب جا ڪتاب نہ مهيا ڪرڻ، ذهين شاگردن لاءِ انعام ۽ وظيفا نہ مقرر ڪرڻ، استادن جي اولاد لاءِ خاص ڪوٽا نہ مقرر ڪرڻ، پرائمري تعليم جي نصاب ۾ زرعي، هنري، سائنسي علم جو نہ هئڻ، استاد جي عزت ۽ وقار لاءِ خاص پوشاڪ ۽ منصب نہ هجڻ، ٻار جي ذهني، اخلاقي، علمي اوسر جو خيال نہ رکڻ ۽ نفسياتي طرح سنڌس ايرنڊڙ جبلتن، لاڙن ۽ صلاحيتن کي دٻائڻ لاءِ وقت جو ڊگهارڻ وغيره اهي سڀ خاميون ۽ ڪچايون ان پاليسي کي عوام، ملڪ ۽ قوم ۾ موثر نہ بڻائي سگهنديون. اسان نٿا چاهيون تہ جيئن هن حڪومت کي ڏاريان مفاد پرست ديڄاري، چورن وانگر چٽي ڪيس ڪمزور ۽ مجبور بڻائي منجهائنس ناجائز فائدا حاصل ڪيا آهن. تيئن اسان بہ ڪريون. اسان کي هن حڪومت جي لاءِ عزت آهي. ڇاڪاڻ تہ هي سالن جي مسلسل جدوجهد ۽ قربانين کان پوءِ وجود ۾ آئي آهي. پر ڏک ٿو ٿئي تہ پنهنجا مارين، وسارين، نڌڪو بڻائين ۽ ڏارين کي ورسائين. تنهن ڪري اسان بہ ذهن نشين ڪرائڻ ٿا چاهيون تہ اسان بہ هن قوم جو حصو آهيون. اسان اوهان جي اولاد جا استاد آهيون، هن ملڪ ۽ قوم جي ٻچن جي قسمتن جا ٺاهيندڙ آهيون. جيڪڏهن استاد جي احساس ۽ حقيقت کي نہ ڄاتو ويو تہ سڀاڻو ڏينهن سڀاڳو نہ رهندو. ڇاڪاڻ تہ ملڪ ۽ قومن جو مالڪ ۽ خالق استاد اڳتي اُڪري دنيا کي ٻڌائيندو تہ استاد سان انصاف نہ ٿيو آهي. تنهن ڪري پاڻ تان، اسان تان، ملڪ تان، قوم تان راڄ نہ ڪلايو ۽ استاد کي سندس صحيح ۽ جائز مقام ڏيو ۽ سندس حقيقي حق بحال رکو. ڪيس معاشي مصيبتن مان ڇڏايو جيئن هو پنهنجي پاڪ ۽ مقدس فرض سان نياءُ ۽ لڳاءُ رکي. سنڌ جي استاد کي بہ جيئڻ ڏيو.

(جنوري 1973ع)

# ساهه کان مٺا سپرين (شهيد ذڪريا)

سنهڙو سيپڪڙو، سانورو، ڏيا پريل اکيون، پيشانيءَ تي سوچ جون لڪيرون، ٿورو ڳالهائو، دوستن ۾ پيارو، دوست به کهڙا اهي مالڪ خشڪ، ستار مور ٿي ۽ دودي مهيريءَ جهڙا، جيڪڏهن سندس ڪا مائيٽي هئي ته اها فقط ڪم سان ٿي هئي. ڪم به جهڙو تهڙو نه پر اڙانگو ڪم، واسينگ تي وار ڪرڻ جهڙو ڪم، ڏکن ۾ ڏيل ڏيڻ جهڙو ڪم، ڪرٽ ۾ ڪنڊ وجهڻ جهڙو ڪم، جنهن ڪان وير به ورچي وجن. دلير به دهلجي وجن، ڪنڌارن ڪي به ڪنبٽي لڳي. ها اهو ڪم هو "سنڌ جي آزادي" سنڌ ڪي ڌارين ڪان آزاد ڪرائڻ، سنڌ جيڪا فقط سنڌي قوم جو ئي وطن آهي. سنڌ جنهن سان هر سنڌيءَ جو ساهه ۽ ماهه سهلاڙيل آهي، جيڪا اجهو به آهي ته آڳتو به آهي. جيڪا ڌرتي به آهي ته سرتي به آهي. سنڌ جنهن مان سنڌي قوم جو رت به ٺهيو ته ست به ٺهيو، غيرت به ٺهي ته وجود ۽ سڃاڻپ به ٺهي. سنڌ هر دؤر ۾ پنهنجا پهاڙن جيڏا پهلوان ۽ چرياڻ پٽ ڄڻيا، جن پنهنجو ست سهيڙي رُڪ ريون ڪيون. هن هر پيري عقاب بنجي اوپرن جون اکيون ڪڍي ڇڏيون. سنڌ ڏانهن جڏهن ۽ جنهن به ارينڌي ۽ ميري اک ڪنئي يا ڪنهن ويري وڪ وڌائي، تڏهن ڌرتيءَ جي ڏات ڏٽين ڪين ڌوڙ ڪري ڇڏيو. وقت وڏو مفتي آهي. تاريخ شاهد آهي ته هن ڌرتيءَ جي ٻاڙي ٻاڙي جنگ جو آرڻ بني رهي آهي. دراوڙن ڪان وٺي مالڪ ۽ ذڪريا تائين رت جي هڪڙي ڊگهي ليڪ آهي، جيڪا ڀنيٽ بنجي پڙڪا ڪندي، ست سسين راڪاسن ۽ شڪرديون ڪي خاڪ ڪندي، پنهنجو وجود رکندي پئي اچي. جڏهن هيءُ ڌرتي ٺهي ۽ سنڌي قوم جو وجود پيو، تنهن وير جن ويڙهيچن ڪنڌ جهڪائي ساٽس جيڪو سر گهورڻ جو وچن ڪيو هو، ذڪريا به انهن مان هڪ هو.

ذڪريا ڪير هو، ڪٿي ڄائو هو، هن ڪي اها لوري ڪيئن لڳي، هن جو ڪهڙي پارٽي سان واسطو هو، ڪهڙو نظريو رکندڙ هو. ان چاهت جي چڪيءَ هن ڪي ڪيئن چريو ڪيو. انهن سمورن سوالن جو جواب

فقط هڪڙو ئي آهي، سو هيءُ آهي تہ هو سنڌي هو، سنڌ ڌرتيءَ جو نمڪ حلالي ٻچو هو. جنهن جي نس نس ۾ سَنڌ سَنڌ ۾ فقط سنڌ پريل هئي. سنڌ امڙ تان گهور ٿي ويو. هو ازل کان آهي ۽ ابد تائين رهندو. چون ٿا تہ ماءُ جي پيرن هيٺ بهشت آهي. ماءُ سان هرڪو محبت ڪري ٿو. ماءُ سان محبت ڪرڻ هر ڪنهن جو فطري جذبو آهي. پر ان پريت جي ريت جهڙي طرح ذڪريا نڀائي سا بہ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. دودو برابر جوڌو هو، هو سنڌ جي آبرو ۽ پڳ هو. هوشو جي نعري پورن کي پور ڪري ڇڏيو. دولهہ دريا خان کي دنيا داد ڏيندي پئي اچي. جهوڪ جي جوان جون ادائون انوکيون هيون، روپي ۽ رٽمل سوڍي واقع سامراج جي چيلهہ ڇڻي ڪئي. بلاول جي بهادريءَ جي بوءِ بر بهاريا. ڏاهر ڏهوٽا ڏان ڏنا. بقول شيخ اياز جي:

"ڇا ڇا مائيءَ لال ڇڻا، جي لوئي لڄ بچائي ويا."

پر ذڪريا بہ ذڪريا هو. ذڪريا جنهن کي نہ رڳو ڌرتيءَ سان اٽوٽ پيار هو، پر هن جي پيرون ۾ پُسيءَ سان بہ الفت هئي. هن کي پنهنجي ڌرتيءَ جا پورا جبل ۽ ٻنيون بہ پياريون هيون تہ ڪارا ڪلراٺا پوٺا ۽ پڊ بہ وڻندا هئا. ٿر جون ڊِبون ۽ ڏڙا بہ اهڙا ئي عزيز هئس. جهڙيون سگر ۽ ساڏويون، ڍنڍين، ڍورن، ندين ۽ نين سان تہ هن کي ازلي عشق هو. ڪارونجهر هجي يا ڪيٽي بندر، جاتي هجي يا جيڪب آباد، ڪراچي هجي يا ڪشمور، سنڌ جي هر ڳوٺ ۽ هر شهر سان هن جون جيءَ جون جڙيون هيون. ڪينجهر، منڇر ۽ سونهري هن جي روح جون رڳون ۽ ساهہ جا سڳا هئا. مطلب تہ سنڌ جي انچ انچ ۽ ڪک پن سان هن جون ڳنديرن جهڙيون ڳنڍيون هيون. جڏهن سنڌو درياءَ پرجي ٻوڏ ڪندو هو ۽ مهراڻ کي موج ايندي هئي، ٻيڙياتا ٻيڙين تي دريا شاهہ دادلي جا گيت ڳائيندا هئا ان وقت هن جي سونهن ۽ رنگ ڏسڻ وٽان هوندا هئا. هو تصور جي اک مان مارون ، مالن ، پکين ۽ جانورن کي جيئي سنڌ جو نعرو جهونگاريندي ، جمالا ڳائيندي ۽ رقص ڪندي ڏسندو هو. ها! هو ڪڏهن ڪڏهن صفا ماٺ ٿي ويندو هو، هونئن بہ مانيٺو تہ اڳيئي هو. سندس ماٺ بہ ڪنهن مامري جو

اهجاڻ هوندي هئي. ان وقت سندس ذهني ڪيفيت عجيب هوندي هئي. انهيءَ وقت هو پنهنجون ٻئي مُٺيون ڀڪوڙي وڏي رڙ ڪندو هو ته ڪنهن ڦهريءَ نند راجا پنهنجو ڏند اڇلي سنڌوءَ ماتا جي ڇاتي سڪائي آهي، تڏهن ته امرڙ جي ڇاتيءَ مان امرت جي بجاءِ ڪرڪ واري پئي اُڏامي. ٻيٽ ۽ ٻيٽاريون اداس ۽ اُجايل ٿيون لڳن، جن تي هنجن بدران ڪنگ به ڪو نه ٿا رڙن، سنڌ جي رستن تان ۽ سنڌ جي زمينن ڏانهن گوڏرن ۽ حقن جا ڪٽڪ ڳجهن جيان اڏامندا ڏسي، هن جو هانءُ ڏکي پوندو هو، ڳوٺن ۽ بازارين مان ڌارين جي ڌپ ۽ ماڪي جهڙي مٺڙي ٻوليءَ ڪي ڪار ٻوٽي، گهڻ منهين ۽ ڪوڙه ۾ ورتل ڪئنچيءَ جهڙي تيز زبان ڪٽاري جيان وڍيندي ڏسي، هن جي اکين ۾ رت پرجي ايندو هو، هو راتين جون راتيون ۽ ڏينهن جا ڏينهن يا گم ٿي ويندو هو، يا ته وري نينهن نينهائين جيان پچائڻ لاءِ ڊڪجي ويندو هو، پوءِ اوچتو ئي اوچتو ڪنهن طوفان جيان اچي نڪاءُ ڪندو هو، ساڳئي سسئي ساڳيا سور، ساڳئي ماروئي ساڳيو ملير، ڪيس چوويهه پهر اها اڻ تڻ هوندي هئي، هن رولڙا سَنا، نندون ڦٽايون، اوجاڳا ڪيا، نوڪري ڇڏي، پڙهائي ڪي پيرن تي هٽ رکيا، هڪڙي نرالي واٽ ورتي، جيڪا فقط غيرتمند، ساٿيهه تان سرگهورڻ، ڌارين ڪي ڏکي ڪيڻ وارا ئي وٺندا آهن. ها! اها نرالي واٽ جنهن لاءِ خليفي نبي بخش جو فيصلو آهي ته:

سوَ سسيون ڏئي، وک وٺجي هيڪڙي،
جنهن نيزي سونيئي، مَرڪايو ميدان ۾.

اها ئي هئي ذڪريا جي لوڇ، لوچ ۽ سوچ، اهوئي هو سندس ڌرتيءَ سان عشق، آزاديءَ لاءِ تڙپ، وطن جي ويرين ڪان نفرت جنهن ديس ڇڪي ٿوڙهي جي مارڳ ۾ آندو.

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون،
وجڻ تنين پيو، نالو نينهن ڳنهن جي. لطيف

# ”بصران پڇي ويئي“ (افسانو)

سانوڻ پورين پساهن ۾ هو، وڇن وسي ٿر ٻر رانيا هئا. واٽون ۽ پيچرا واڙين سان ڇانيل هئا. گرڙ گولاڙا، سانوٽي ۽ مگرال گسن تي گسي رهيا هئا. گولون ڳاڙها ڳنا ڪري ويون هيون. وٽن تي ولين جي گلن جون جهلون پيل هيون. پڊ ۽ پوٺا واسيل هئا. چوڏس سونهن ۽ ساوڪ هئي. ياڳيا نمنديون چڏي ڍبن ۽ پٽن پيڙا ٿيا هئا. ڪي تہ پورين پولين، ساين ۽ راين جا ولرڙا وٺي وس تي ويل هئا. ڪن وري اڃي ڏند ڪرڻ لاءِ ڪا ٽڪ ٽڙي روڪي هئي. چوڌاري چنگ ۽ چڙن جي چونگار هئي. سنپارن جي آواز ڪيترن نيٽن ڪان ننڊ کسي ورتي هئي. ڪئين اکيون واٽن ۾ واجهائي رهيون هيون.

ڳوٺ وارا، ڪانيهو ڪانيهو رهيل ٽڪ ٽڙي پوسل ۽ مچرن کان بچڻ لاءِ واهہ جي ڪپ تي ٻڌندا هئا. ساري رات دونهيون دکنديون هيون، ڳانين، مائيندن، ڪٽڪن، پئيندن ۽ پڙاين جون پچارون هلنديون هيون. پجري، ٻيلهاڙي ناپون ۽ ملهہ جون هامون هامون هٽبيون هيون. روز ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ يا ڪشرت تي چڪري لڳندي هئي. جهونا، ڪرڙاٽ ۽ لاسڙيات ڳچ رات ويهي مارڪو ڪندا هئا. ڳالهين مان ڳالهيون نڪرنديون هيون. ٺهڪڙا، ڪل، چرچا، پوڳ ٿيندا هئا. ڪي تہ وري ڪاٽڪو پنهنجي الي قلي ۾ تيز هئا. اونداهي ۽ سهائيءَ ۾ وهٽ ڪيڏڻ جون رٿون رٿيندا هئا ۽ پنهنجي سورهيائيءَ جون ڳالهيون ڪندي پيا وهسندا هئا. پوڙهن کي چورن جي ڪا ڳالهہ نہ وڻندي هئي. چوندا هئا تہ ”پٺيان وات ڳاڙها چلهہ مُنڊا! جتي ڪائو اتي ڪِن ڪريو! ڪوهہ ٻن جي چوري ڪريو لاڦون وينا هٽو! اهالئيناتي ڳالهہ نہ چئبي. تڏهن تہ هرڪو جوٽيت ٿيو بينو اٿوَ. اسان بہ هئاسين جو منزلون هٽي هيٺ ٿر مان مال آڻيندا هئاسين. هتي راڳ لڳايو رينديونَ ڪريو پيا ڪير پيئندا هئاسين. هينئر بہ پيري تي آهي تہ پئي ڪونهي.“

ڳوٺ جي چوڌاري جارين جا ويڙهہ هئا. واهہ اولهہ کان اوپر ٿي وهيو.

پاسن تي ٻهر جا ڍگها وڻ ۽ ڍڪن تي اڪن جا جهڳٽا هئا. اڪ جو وڻ رات جو هيبت وارو ٿيندو آهي ڪتيون مٿي چڙهي آيون هيون. پوڙها ڪانيون چوڙي لنيون ٽيڪيندا گهرن پيڙا ٿيا. ڪڙهون ڏجي ويون. وٽاڻن تي ڪنهن مهل ڪو موري جو آواز ٿي آيو. ڪاري رات ڪي ڪڙ ڪيتن چتو ڪري وڏو هو. چوندا آهن ته مينهن ۽ موت جي موسم نه ٿئي ئي ڪين. جڏهن وري ته وس. موت به اچي ته جانِبَ جدا ڪري. هونئن به مند ته مينهن جي هئي. هيل پلان پلي تي هئي، مينهن پُڇائيون ڪري چڏيون هيون. آسمان چٽ ته ڏري پيو هو. پر ڪنهن ڪنهن وقت ٽاٽو تارئين ٿي. اڄ رات آسمان چٽو هو. سيني پئي چيو ته ”هاٿي وسامي پيو آهي“ سڀ بي ڪتڪا ڪچهري ڪري وجي ستا هئا. اڪ اڪ سان لڳي ئي مس ته اتر ڪان ڪنوڻن جا ڏاچا لڳي ويا. وچون وڏي اتر ۽ اولهه پڪڙڻ لڳيون. ڪڪرن جي پويان لوهه پوندي آئي. ڪنوڻيون اُماڙيون ڪٽيو بادلن جا ڏڻ ڪاهيندي آيون. سڄو آسمان رلي ٿي ويو. اوچتو ٽڪاءُ ٿيو. گوڙ زمين جو هنيون ڏاري وڏو. چوڏاري ڪارَ جو سمنڊ پڪڙيل هو. اڪ نه ڏسي گوڏو، ڪتن جي پونڪن جا آواز گوڙ سان گڏجي ويا. ڪٿي ڪٿي گدڙن جون اُنايون پئي پيون. ڏاڍو پوائتو منظر هو. ڏراڙ پنهنجا منجا اُيا ڪري هيٺان ويهي رهيا. ڪنوڻين جي سوجهري تي مينهن جي اوڳر ڏسڻ ۾ پئي آئي. ڪٽڪن جي ڪِتَ ڪتِ ۽ آر جو آواز رڪي رڪي ٿي آيو. ڊپ ڏاڪَ هڪ ٿي ويئي. سيني ڪي اهڙو بي سُرت بنائين جو ٻاهريان ٻاهر ۽ اندريان اندر. ڪنهن، ڪنهن جي ڪل نه لڌي. چر ئي چر، پاڻيئي پاڻي هو. گهر ٽميله چنان پڄي پيا. پاڻي اڱڻ تان اٿلي گهرن ۾ گهڙيو. ٻنان ٻوڙ ٿي ويئي. پيرونءِ ڪي سار ٿي. بصران ڪي هڪل ڪيائين ”اٿي ڏاڏهين ڪي سجاڳ ڪر! پسي ويندي.“ سڏ نه مليس، هو مناهه مان اُٿيو ۽ ٻنيي ڏانهن وڌيو. باڪس مان تيلي ڪڍي جاري ۾ رڪيل بتي ٻاريائين. ٻارڙن تان نگاهه ٻوڙائي وجي پاڳيءَ تان رلي چڪي لاٽائين ”رن گڏهه آياڻي پئي آهي! ننڍڙا پسون پيا پسن. هن ڪي ڪا سُرت ئي

ڪانهي. اٿي مردار! امان ۽ ڏيٽين کي اُٽار! مهاري واڇر مان ٽي پسين، رنون جهڙيون مئلون، هيڏا نڪاءِ ۽ مينهن جا سڱا پر ڏِگ ٿيون پيون آهن.“ ڀاڳي ڪر موڙي اٿي. چوراڙ تان اورانگي ٻاهر چئي ۾ آئي. ”بصران! بصران! ڏاڏي! آئي ڏاڏي اٿيو. مائي! اٿن ٿيون!؟ چوري! چوري اٿي! مُئا ڪٿئو مري ويون ڇا؟ هنن رنن مان تہ ڦاٽي آهيان! چار پهر رات جا بہ سک نٿي سنيران.“ ڪڻ تي سٽلن مان ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو. ڀاڳي وڏي اڇي مهاريءَ جو پاسو ڪنيو. چتان ٽوبدڙي ٿي ستي پئي هئي ۽ بصران ڪانہ هئي. ”ڏاڏي اٿي چوري ڪيڏانهن ويئي!“ چتان چرڪ ڀري اٿي. ”هون، هان ڇا، چوري! مائي هي ڇا؟ منهنجي اک لڳي ويئي، تون وڃي ويڙهي ۾ ڏس. ڪيڏانهن ويئي.“ گهر، ويڙهو، مناهہ ڳوليا ويا. گهٽي بند هئي. پيرو ڦرندو دن وٽ آيو. گاهہ لوڙهي تي پيل هو. گاهہ وجهي گس ٺاهيو ويو هو. بصران اتان ڇڙهي نڪتي هئي. پيرونءَ ڳالهہ ڳٽي اڇي ڀاڳيءَ ۽ چتان کي ڳڙ وڏي. رات ۽ ماٺ ڪنهن چُون بہ نہ ڪئي. چتان ڏکن ڪان ٿڙي وڃي پٽ تي ڪري. رت نڪ مان سيڙون ڪري پئي وهيوس. پيرونءَ جي گهر ۾ ڏڙ پي پئي. ننڍا وڏا ڪٺي رڪئين هئين. ”تيسين پٽسان! پنهنجا ڪريو وڃ ۾ ويهاريو ويني آهي. هاڻي تہ منهنجي ڏاڙهي ڪوڙائين ۽ پنهنجي سينڌ بہ لاٿئوني مٽان ڪک. ڪهڙو منهن ڪٺي ٻاهر هلندس؟“

رمون سندس ناناڻڪيءَ مٽيءَ ۾ هو. هو ڪر جو راڪاس، سڀو گهر مٽي تي ڪنيو بيٺو هوندو هو. ارڪان سٺا ڪونہ هئاس. پر ڪر مٺو ٿي لڳونِ. بصران اُڏي ساماڻي هئي. رمون ڪڏهن ڪڏهن اڪيلائي جو وجهہ وٺي بصران جي راڻي رت تي هٽڙا ڦيريندو هو. بصران اندر ئي اندر رمونءَ تي ساهہ ڇڏيندي هئي. ڳوٺ جون هڪ ٻهيءَ واريون ڪيس چيڙائيندڍيون هيون. پاڻ ڳالهيون ڪريو پيئي ٺرندي هئي. بصران تي بہ ٽي دفعا ميڙ ٿيا هئا. بدي جي آڏڙيءَ ۾ بچيو ويئي. ميڙ ايندي هئي تہ بصران پير پوجي، بانسون باسي، ميڙ ٽاريندي هئي. هوءَ چاچي، پيءُ

۽ ڏاڏيءَ تي خار کائيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ته پاڙي وارين کي به چئي وجهندي هئي ته ”نڪو ٿا هي مٺا ٽيئي مرن ۽ نڪا ٿي منهنجي حياتي ڪٽي. نڪو ٿو چاچر لاڏو ٿئي ۽ نڪو ٿو منهنجو مورت ٽُٽِي. هو ويچارو ته اڪ جي پوچڙ مان پيو نهاري آئون ڇا ڪريان.“

هڪ دفعي ماٺس پيرونءَ کي چئي ڏنو ته ”پاڻ تان بار لاهي، هرو پرو ڇوريءَ جي جواني نه جلائي. لوڪ منهن موڪ آهي. ڪيترئيون پيون ڳالهيون ٿين. گهر ۾ مون کي رمونءَ جي هلت نٽي وٺي. اها ماٺهين ته مت ۾ ڪانهي. چڱيءَ کي مرين ته بار لاهي يا رمون کي نه سهه. سيڪو وڃي ترهي تري. آئون تنهنجين گارين ڪان ٿي ڊڄان نه ته اهڙي ڪنج ڪٺانس جو مٿو به وڃي چٽل پاٽيءَ سان ڏوئي.“ پيرونءَ جي چند ڪڍڻ ڪان پوءِ رمون هنن وٽان ويو هليو. چنداٽي جماٽي ڳوٺ ۾ وڙولبو هو. شفوءَ سان سندس سنگت هئي. شفو ۽ هي ٻئي رات جو گهٽي تائين گڏ گذاريندا هئا. ڏينهن جو به ڪم ڪار لاهي ڪهاڙيون هٿن ۾ سڄو ڏينهن پيا اڳ پوءِ ٿيندا هئا. پيرونءَ هڪ دفعي وري جهڙ ڪڍي هئس پر ماٺس لاڪ لاٽيس ته ”اوٻڏو نه ٿي! ماٺهون ٿو ڪلائين!“ وڏقڙو وسي دنگ ٿيو هو. سنهي بوندار پئي پي. گوڙ جي اجا به ڏرٽي هئي. وڃون ڳنيا ڊڪي ڊوڙي رهيون. نانگ ڪنوڻ وٽ وجهيو ڪڪرن کي جهٽ ٿي هنيا. پنيرڪو ٽيڻ وارو هو. ڪڪر هوا جي ڪري ڇڄي ۽ ٽڙي ويا هئا. جهڙ ٽٽي چڪو هو. پيرون گهٽي مان ٻاهر نڪتو، لوڙهي کي ڦري دن وٽان آيو. پير ڪنيئين پيرن جو رند واهه تي چڙهيو ۽ باغ ڪان ڦرندو پڪي تي چڙهيو پوءِ ڪاٻه خبر نه پئي. پڪي ٿي ويا.

صبح ٿيو. مينهون پاٽيءَ مان ڪڍي اُساڪري پٽ تي ڏهڻ لاءِ آنديون ويون. ٻڍڙا پترويون هٿن ۾ ڪنيو گهٽين مان ٻاهر نڪتا. ڦرڙن جون ڊڪون ۽ ڏوڙين جون ڪنڪارون ٿيون. مينهن وڏي ڦرڙن کيٰ چٽيو. ونگ پيا. سيڙون لڳيون. گهرن ۾ ڏو ڏو جا آواز اٿيا. ننڍڙن جا روساما ڪيا، گيلاٽيون ڪاڏيون. ان صبوح ڇتان لسي وٺڻ نه آئي. سج

چڙهي ننديون وڏيون سس پس ڪرڻ لڳيون. هٽن جا پاچان، اکين جا اشارا ۽ وات جا موڙا ٿيندا رهيا. ٻاهر وٿاڻن تي بہ اها ڳالهہ سيني جي وات ۾ هئي، تہ ”چوري بصران رات پڇي ويئي.“



# انساني تاريخ ۾ ادب جو حصو

عظيم انسانو!

سنڌي ادبي سنگت طرفان توهان سڀڻن کي زحمت ڏني ويئي آهي. توهان پنهنجي صداقت ۽ خلوص ڏيکاري، پنهنجا ڪيترا قيمتي ڪاروبار ۽ مصروفيتون درگذر ڪري سڏ ۾ سڏ ڏيئي اسان جي حوصلہ ۽ همت افزائي ڪئي آهي. ”پلائي جا پال ڳڻي ڳڻيان ڪيترا“

ساٿيو! اڄوڪو ڏينهن توهان سڀ بهتر ڄاڻو ٿا. تنهنڪري ان سعيد ڏهاڙي جي اهميت کي سڃي ان جي پوتر ۽ پاڪائي کي ڄاڻندي توهان کي هڪي پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ توهان کي تڪليف ڏني ويئي اٿئون. اميد تہ اسان کي معاف ڪندا. اها سڀني جي خوشنصيبي چئبي جو هت حاضرين دوست سڀ تعليم يافتہ آهن، منجهن ٿڌي ۽ ڪوسي جي پرکڻ جي پروڙ آهي. پاڻ باشعور ۽ سٺا شهري آهن. شعور ئي هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪو انسان کي نشت و برخواست جا آداب ۽ گڻ سيکاري ٿو.

توهان کي ياد هوندو تہ هن پرٿوي تي ڪئين شخصيتون ۽ حڪومتون ڪمال ۽ زوال کي پهتيون. ڪئي طوفان ۽ سيلاب آيا ڪيترا ديب جليا ۽ ڪئين ڏيا وساميا، پر تنهن هوندي بہ هن شهر جي اهميت ۽ اصليت ساڳي آهي. اهو بلڪل درست آهي تہ اقتصادي توڙي سياسي حالتون تبديل ٿيل آهن. منهنجي خيال ۾ جيتري هن شهر جي تاريخ پراڻي آهي. تہ اوترو آئون دعويٰ سان چوندس تہ ڪنهن جماعت يا تنظيم طرفان هھڙن پلارن ڏهاڙن تي ڪنهن کي بہ گڏ نہ ڪيو ويو آهي. اڄوڪي ملن پارٽي دڙي ۾ اسان جي تاريخ جو پهريون باب آهي.

شهر جي معزز افراد طرفان هن ڪان اڳ شادي ويهان، سياسي توڙي مذهبي اجتماع ڪان علاوه ٻيا بہ اهڙا پروگرام ٿي چڪا هوندا. پر هڪ ادبي جماعت، جنهن جو وجود نئين چاول ٻار وانگر آهي. جنهن جي اهميت ۽ طريقہ ڪار ڪان ڪيترا ويئل دوست بہ واقف نہ هجن تنهن لاءِ بلڪل وڏو مسئلو آهي. سو منهنجي خيال ۾ هڪ مثال ٿيندو.
انسان جي تخليق جو مقصد هو تہ هو پاڻ پتوڙي اهڙا ڪي ڪرشمي ۽ ڪرتب ڏيکاري جنهن جي باعث هو اشرف المخلوقات سڏائڻ جو حقدار ٿئي، ويچارو انسان صدها سالن ڪان هو بي ڪنار پنيور ۾ لهوارو ۽ اوپارو لڙهيو ۽ تريو آهي. هن هر ڏک ۽ سک کي پنهنجو نصيب سمجهيو آهي. ڪٿ جبر ۽ استبداد جا ڪاڪ محل ڪيرايا آهن تہ ڪٿي ڪيتريون وسندل بستيون برباد ڪيون اٿس. ڪڏهن باهہ پاڻي، سچ ۽ بتن جي پرتش ڪئي اٿس تہ ڪڏهن مالڪ حقيقي جي ڳولا ۾ ڏونگر ڏوريا ۽ جبل جهاڳيا اٿس. ڪڏهن ڪليسا ۽ شوالا جا در پيئيا اٿس تہ ڪڏهن مسجد ۽ مندر ۾ پنهنجو سر ٽڪرايو اٿس. ڪنهن دور ۾ قدامت پسند تہ ڪڏهن فراريت بہ حاصل ڪئي اٿس پر سندس هر ڪا چرپر ڪونڪو مقصد رکي ٿي. غرض تہ هو هر دور ۾ وقت جي وهڪري سان وهيو آهي. پنهنجي سمجهہ، فهم ۽ ادارڪ وسيلي نشيب و فراز کي ڇاتو آهي.
جيتري انسان جي تاريخ پراڻي آهي تہ اوترو، ادبہ پڻ. ادب اسان کي اصلاحي، تعميري ۽ تنقيدي پهلو سيکاري ٿو، ڪنهن سمي ۾ ادب صرف درباري فن ۽ گذر معاش جو وسيلو بنيو آهي، توهان غالب تي نظر ڦيرائيندا تہ هن پنهنجي عظيم ذات ۽ فن کي ڏهاڳ ڏيئي، سپاهي گيريءَ جو پيشو اختيار ڪيو، اندر جي ويئل فنڪار، چترڪار ۽ شاعري ٻوساٽي ڇڏيو. سنڌ جي سرزمين تي عربي، ايراني توڙي هندي ادب پنهنجا تاثر ڇڏيا آهن. اسان جي ادب ۾ ڪي اهڙا لڪير جا فقير ۽ قصيده گو پيدا ٿيا، جن شاهہ ۽ سچل جي روايتن ۽ نقش قدم کي ڇڏي، ادب براءِ زندگي ۽ اصلاح جي پهلو ۽ نظريہ کي نظرانداز

ڪري ادب براءِ ادب مناسب ڄاتو، جنهن جو مثال گل و بلبل ساغر و مينا ماهه لقا ۽ ماروءِ ملندا. ورنه اسان کي پنهنجي تاريخ، ادب، سياست، جاگرافي، ٻولي ۽ رسم الخط آهي.
اڄوڪي وقت ۾ توهان کي ادب ۾ به ڳالهيون ڏسڻ اينديون: 1. قديم ادب 2.جديد ادب. قديم ۽ ڪهني ادب کان شايد هتي ويٺل دوستن مان ڳچ حصي جا واقف هوندا، باقي جديد ادب شايد انهن لاءِ نئون ٿي پوي.
قديم ادب هاڻي پارينه داستان ٿي چڪو آهي. جنهن ۾ نڪي جان ۽ جذبو آهي ته نڪي وري ورح ۽ تاثر. هو پنهنجو جوبن ۽ وهي وڃائي چڪو آهي. سندس ٻڌڻ وارا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا نڪرندا. پر ان جي بجاءِ نئون ادب جوش، ولولي ۽ مقصد سان هٿ ۾ مشعل کڻي نڪتو آهي. هو هر ظلم ۽ تشدد جي خلاف، ٻاٽ ۾ لاٽ شام جي سحر، اونداهيءَ ۾ سوجهرو، ڪچ ۽ ڪنياءُ جي بجاءِ سچ ۽ انياءُ آهي. هن ۾ انيڪ اصلاحي توڙي تعميري پروگرام موجود آهن. موجوده ادب هن نئين ماحول ۽ سماج جو معمار آهي. هو هر ڪنهن فهم کي ذي شعور ۽ بااخلاق بنائڻ ٿو گهري، هو نوان ذهن، نوان موڙ نيون راهون ۽ نيون منزلون ماڻڻ گهري ٿو.
جديد ادب کي خيال ۾ رکندي هتي چند نوجوان ۽ حساس طبيعت وارن سنڌي ادب سنگت جو نئين سر وجود آندو. ادبي سنگت جو قيام چند سال اڳي هن شهر ۾ محترم محمّد ابراهيم وڪيل جي ڪوشش سان پيو، جنهن جا روح روان مرحوم مولوي محمّد عثمان پروانه ۽ محمد يوسف پنجابي ۽ ٻيا هئا. خبر نه پئي ته پوءِ ڇو هن عظيم مقصد رکندڙ ادبي جماعت جو ضوفشان قنديل کي ڪنهن واچوڙي وڪوڙيو. جنهن جا شعاع ڪنهن حد تائين پهچي پورا ٿيا.
جنهن ڪم ۾ هل چل ۽ حرڪت ناهي تنهن ۾ فطرتاً توڙي اصولاً برڪت نه پوندي. هن جمود ۽ سڪوت کي نوڙٽو آهي. اهلِ خرد وارن کي اهل جنون جي صف ۾ شامل ٿيڻو پوندو. هن خطئه تي نئين نسل لاءِ نئين شعور لاءِ زمين هموار ڪرڻي پوندي زنگ چڙهيل احساس جرڪائڻا ۽ جيارڻا پوندا. مرده دلين جا شيشا صيقل هڻي صفا ڪبا.

تنهن کان پوءِ هن ننڍڙي ڳوٺ جي هر اسرندڙ ۾ علم و سياست جو چاهه پيدا ٿيندو. علم ۽ شعور پيدا ڪرڻ لاءِ پاڪستان توڙي ٻين ملڪن ۾ اسڪول، ڪاليج، مدرسا، يونيورسٽيون ۽ لئبرريون کوليون وڃن ٿيون، لئبرريون ۽ ريڊنگ روم قائم ڪري ان ۾ بي بها ۽ اڻ کٽ خزانا ڪتابن جي صورت ۾ رکيا وڃن ٿا. جنهن مان ڪيترا پياسا سيراب ٿي نڪرن ٿا. اهڙا پروگرام اسان کي هتي پنهنجون جماعتون ناهي مرتب ۽ مروج ڪرڻا آهن. جنهن جي باعث ماڻهن ۾ پڙهڻ جو چاهه ۽ شعور جاڳي هتي جي سنگت سيني ساٿين جي ساٿ سان هڪ لئبرري قائم ڪرڻ ٿي گهري، جنهن ۾ ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون گهرائبيون جيڪو ڪم ڪنهن هڪ فرد يا هن ننڍڙي اداري جي وس کان ٻاهر آهي، تنهنڪري هن مقصد کي ڪامياب بڻائڻ جو سهرو حاضرين ساٿين جي سر تي آهي. اميد ته هن تعميري پروگرام ۾ اسان جو سڀ ساٿ ڏيندا ۽ موجوده سنڌي ادبي سنگت جا ميمبر ٿي ان مهم کي ڪامياب بڻائيندا.

آخر ۾ آئون سنگت جي طرفان سيني آيل سڄڻن جو شڪريو ادا ٿو ڪريان.

خدا حافظ



# نظم

هڪ شهر ۾ کي گهڙي چور آيا،
۽ چورن مٿان کي وري مور آيا.
ٻنهي چور مورن ڪئي پاڻ ۾ جنگ،
انهي جنگ ڏاڍو مچايو ڪو رنگ،
ڌريون پاڻ ۾ خوب اٽڪي ويون،
۽ خبرون وڃي ڪن پاٽاريءَ پيون،
سا امالڪ اچي ڪاهي وچ ۾ پئي،
تنهين ٻنهين کي گهرائي صلح تن جي ڪئي،

سرھيالن مڙي فيصلو ھينئن ڪيو،
تہ ڀاڳيا چٽي آئين اجا پيسا پريو،
ھي شھر ۾ مال جي ھتي نہ ھجي ھا،
تہ ھيڏو اجايو ھيءُ رت ڪيئن وھي ھا.
پريو ويھہ لک آ چڱائي اوھان جي،
اھا بہ نوازش اوھان تي اسان جي.
نتا جي ڏيو تہ پوءِ ھي ياد رکجو،
ماڳھين اوھان کي ھتي ڪين ڇڏبو.
انھي ڊپ اڪبر ھئا ڀاڳيا منجھايا،
انھي مارا ۾ تن ٽپڙ سڀ وڃايا.

----

ازل کان اسان جون تہ آسون اِئين،
سُتيون روز مرڪي تہ سڏڪي اُٿيون،
تڏھن کان جيئڻ جا بھانا ڇڏياسين،
جڏھن کان اوھان وٽ پلايون گُٽيون
اسان پاڻ چانون سان چانيل چٽيون،
نہ پٿرن سان ياري نہ شيشن سان رشتا،
ٻنھي ساڻ آھن وڪن جون وٿيون،
سوين سج واڪا ڪري ويا وري،
اسان چند مان ڪين ٻانھون ڪڍيون.

---

جوڳ جيا پو ڏاڍو اوکو،
روز ٿو پسجي رڃ جو دوکو،
گَڪن وانگر ھلڪاناھيون،
واءُ اڏاري ناھي سوکو،
من پاتال ۾ پيڙا پيھي،
ڏي ٿي جيءَ کي ڏاڍو جوکو

سنهن سچائي ڏاران ڪوجهي،
چنڊ ستارن ڏارا ٻوڪو،
سيڪا رچنا سندر سونهي،
پر و چت وٺي ٽو چوڪو.

---

ڪيڏا سور سگهارا آهن،
ساهن تي سي سوپارا آهن،
ڪالهه ٻہ ڪوڙن ڪاڪ لڳائي،
اڄ ٻي ڪين لڳارا آهن.
سارو سار ٻہ وسري جن،
تن جا ٿي سانيارا آهن،
ٻنڪي ٻنڪي پهچي ويندا،
جيڪر هوند سچارا آهن.



# تو پچا ٹان سپرين...

28 جون تي صبح جو سائين عزيز سولنگي سان دفتر ۾ ديدار لاءِ پهتس. ملندي ئي رڙ ڪري چيائين ”ڪاوش پڙهي اٿئي“ چيو مانس نہ! خير تہ آهي!؟ ڏک واري انداز ۾ ورندي ڏنائين تہ ”سيد اڪبر گذاري ويو“.

سيد اڪبر جي وڇوڙي جو ٻڌي تاڪ لڳي ويا. آهستي آهستي اڪبر سان گڏ گذاريل گهڙين جو ريل اکين اڳيان تري آيو. منهنجا سائنس اڻ ڳڻيا رشتا هئا. هو هن ڌرتي جو درد رکندڙ حساس، جوان جذبن وارو شاعر ۽ مظلومن، محڪومن سان همدردي رکندڙ انسان هو.

سنڌ جي مٽي جو چپو چپو زرخيز آهي پر لاڙ جي مٽي جا تہ رنگ عجيب و غريب آهن. هن مٽي جي هڳاءَ ۾ ڪئين مالڪ موتي پيدا ٿيا آهن. سيد بہ انهن منجهان هڪ هو. منهن جو تعلق بہ ٺٽي ضلعي سان آهي. منهنجي ناني ۽ ڏاڏي جون هڏڙيون بہ سجاول پرسان سخي پير جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهن. مون کي ان حوالي سان فخر آهي تہ منهنجي ۽ سيد اڪبر جي مٽي بہ ساڳي آهي.

چني گل گلاب جا ڪيئي ڏارون ڌار،
اڙي موت ميار، ايڏو ساڙ سڳنڌ سان .(اياز)

موت منهنجي ۽ اڪبر جي وچ ۾ وڇوڻي وجهي ڇڏي. پر موت تي ڪهڙي ميار!

اڪبر شاهہ سان منهنجي ملاقات 1994ع کان شروع ٿي پر سندس قرب ۽ پنهنجائپ، پيار مان، مون محسوس ڪيو تہ اسين ورهين کان هڪ ٻئي کي سڃاڻون ٿا. 1994ع ۾ آئون مرڪزي اليڪشن ڪميٽي (پ ٿ الف) جو ميمبر هوس ۽ سيد ضلعي ٺٽي جو صدر هو. مرڪزي آفيس جو ان وقت مجاور بہ آئون هوس. هڪ رات سيد اڪبر ۽ راشد مورائي آفيس ۾ اچي نڪتا. سڄي رات ڇت تي ڪچهري ٿيندي رهي. ملڪي سياست، پ ٿ الف ۽ لطيف جي شاعري ڪچهري جا اهم

موضوع هئا. ڪنهن وقت ٻنهي شاعرن پنهنجي شاعري ٻه پيئي ٻڌائي. خاص طور تي سيد اڪبر جو هي گيت ٻڌائڻ مهل سندس انداز اهڙو ته خوبصورت هو جنهن کي لفظن ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي.

جهانگياٽي اُٺ پر تون جهول، مَڱ پٽڻ جي مند اچي ويئي.

آئون سندن خدمت ٻه ڪندو رهيس ۽ ساٽن ڪچهري ۾ مون ڪين چيو ته پٽ ڏٽي جي اڱڻ تي سائين جي ايم سيد جو جلسو هليو پئي. سائين جي ايم سيد عبدالواحد آريسر، حميده کهڙو، تاج جويو ۽ ٻيا اڳواڻ اتي موجود هئا. آئون ۽ سائين لائق سنڌي ٻه هڪ ڪنڊ کان تقريرون ٻڌي رهيا هئاسون ته اسان جي نظر ڪامريڊ مير محمد ٽالپر تي پئي. سائين لائق سنڌي ڪيس چيو ته ڪامريڊ آئون توهان جو نالو اسٽيج سيڪريٽري کي ڏيان ٿو. مهرباني ڪري تقرير ضرور ڪندا. ته جيئن اخبارن لاءِ خبر ٺهي. سائين ان وقت ”روزانا آفتاب اخبار“ ۾ سب ايڊيٽر هو. ڪامريڊ ٽالپر چيو ته نه ادا تقرير ڪو نه ڪندس. باقي اخبار ۾ ڏيئي ڇڏجو ته اڄوڪي هي رات ويهين صدي جي عظيم ترين رات آهي. هن ۾ پٽ ڏٽي ۽ ٻاهر اگڻ تي وينل سيد جو ميلاپ ٿيو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ هي رات ٻه وڏي اهميت واري لکبي. مون سيد اڪبر ۽ سيد راشد کي عرض ڪيو ته پ ٽ الف جي تاريخ ۾ شايد وري هن جهڙي رات نه اچي ڇاڪاڻ ته اڄ سنڌ جا ٻه ڏاها، شاعر، استاد، اڳواڻ پاڻ ۾ مليا آهن. سيد اڪبر ته اسان وٽ جسماني طور موجود ناهي. پر سندس ڪيتريون يادون اسان سيني وٽ زنده آهن.

هڪ دفعي مزورن جي احتجاجي جلسي جي تصوير اخبار ۾ ڇپي. ان ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻار هٿ ۾ پلي ڪارڊ کڻيو بيٺو هو ۽ لکيل هو ته ”بابا کي پگهار ڏيو“ سيد اڪبر اها اخبار پڙهي دردیلي آواز ۾ آهه ڀري شاهه صاحب جو هي بيت چيو:

نه سي وَوڻ وٽن ۾، نه سي ڪاتاريون،
پسيو بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي. (شاهه)

سيد اڪبر پنهنجي ذات ۾ مڪمل تنظيم هو. سندس لکڻين، شاعري

۾ تقريرن جو انداز ئي نرالو هو. جنهن کي موجوده سنڌ جي تاريخ ۾ مورخ تمام اهم جاءِ ڏيندا.

سندس هر لفظ، هر جملي، هر ڳالهه ۾ لطيف جي ٻولي سمايل هئي.

آئون سيد اڪبر جي وڇوڙي جي خبر ٻڌي جڏهن سندس تڏي تي ويس ته اتي مون کي بلڪل لطيف سائين جي هن بيت جهڙو منظر نظر آيو.

ڪاڪ ڪڙهي وڻ وئا، لوڻو لڏاڻو،
تو پڇاڻان سپرين، آتڻ اُجهاڻو،
مُين سين ماڻو، مناسب نہ مينڌرا. (شاهہ)

سيد جي سادي سودي اوطاق ۾ ان جي اڳيان موجود ڍنڍ ۾ ڪنول جا گل اهڙي نموني لڏي رهيا هئا ڄڻ اُهي بہ سندس وڇوڙي تي ماتم ڪري رهيا هجن. سيد اڪبر کي دردن، تڪليفن هوندي بہ ڪڏهن مايوس نہ ڏٺو. سدائين حضرت علي رضہ، هوشو، هيمون ۽ دودي جي بهادري وارا مثال ٻڌائي بهادر بڻجڻ جو اتساهہ ڏياريندو هو.

سندس گهر اڄ جي حالتن ۾ ڪڙائون ڪکائون جُهريل ۽ زبون حالت ۾ مون ڏٺو. پاڻ هاري جي زندگي وانگر تتل ڪوري ۾ جان پچائي، سخت پورهئي ڪرڻ کان ڪڏهن نہ ڪيٻائيون.

پاڻ غربت سقيمي حالت هوندي بہ ڪڏهن بہ ڪنهن غير جي آڏو هٿ نہ ٽنگيو.

اسپتال ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ اخبار ۾ خبر ڏيڻ يا تشهير ڪرڻ جي سخت خلاف هو. پنهنجن ذاتي دوستن ساٿس آخر تائين نڀايو ۽ ساٿس گڏ رهيا. پاڻ پ ٽ الف کي آخر تائين چڱو خاصو ٽائيم ڏنو.

اچو تہ سيد جون ساروٽيون ساري اتساهہ پيدا ڪري جدوجهد جي ڪا نئين راهہ اختيار ڪريون. نڪولا وا پنساروف جون هي سٽون سيد اڪبر شاهہ کي ارپيندي اڪيون ڳوڙهن سان پُرجي آيون آهن.

انهي دک جي،
پيڙا جي قيمت نٽا گهرون،
عيوضي ۾ ڪنهن اجوري،

شهرت جي گهرج ناهي،
نہ ئي ڪلينڊر جي تصوير بڻجڻون اٿئون،
بس جي اسان کان پوءِ اچن،
ڪين ايترو چئجو،
هڪ زندگي، هڪ موت،
هڪ ڪلپنا گهڙيندا رهياسين،
روشني لئہ اونداهي ۾ وڙهندا رهياسين!!



## هينئڙو مون لوڻ ٿئي!

نہ ٿي تنج بخشي ڪڏهن پڻ انهيءَ کي،
جڏهن ڪنهن غداري جي سازش سٽي. (اڪبر)

سنڌ جي لاڙ واري علائقي جو سندر سريلو، سدا ملوڪ ۽ سلڇڻو هڪ آدرشي انسان، جيڪو ساھ ڏيئي ويساھ بچائي نيٺ گذاري ويو. گذاري ڇا ويو قهر ڪري ويو. جڻ تہ ڇورو ڇنو ڪري هليو ويو. اهو نيڪ ۽ پلو انسان سيد اڪبر شاھ هو. پروردگار جڏهن چاهي تہ ساھ جي تند جي ڏوري ڇڪي پاڻ گهرائي يا جيئدان ڏي. جيڪا ڳالھ منهنجي خيال ۾ ڪنهن بہ انسان جي وس جي ڳالھ ناهي. ڪنهن چواڻي تہ زندگي ۽ موت جو سلسلو تہ پيو هلندو. هڪڙا ماڻهو ايندا ۽ ٻيا ويندا رهندا. اسان جا لڙڪ ڪنهن کي وڃڻ کان روڪي تہ نہ سگهندا. پر ڪي ڪي ماڻهو جيڪي پنهنجي تعميري سوچ جو ورثو ڇڏي ويندا آهن. اهي انسان عظيم ۽ امر آهن. سيد اڪبر شاھ بہ انهن ماڻهن مان هڪ هو. جنهن جي پيٽ هرو پرو ڪنهن سان نہ ٿي ڪري سگهجي. شاھ صاحب فرمايو آهي تہ:

گهوٽن ۽ گهوڙن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.

سائين اڪبر شاهه 26 ۽ 27 جون جي وچ واري رات ۾ اسان ڪان هميشه لاءِ موڪلائي جدائي جو ڏنڀ ڏيئي هليو ويو. جنهن لاءِ اسان خوب رناسين، پٽڪياسين ۽ هڪ ٻئي کي ڳل ڳراٽڙيون پائي آخرڪار لحد ۾ لاهي پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ اچي آرامي ٿياسين ۽ ٻئي ڏينهن هر ڪو پنهنجي ڪم ڪار سان لڳي ويو، سدائين ٿيندو به ائين آهي نه! پوءِ اڳتي هلي يادن جي دز ڪي حالتن موجب ڇنڊبيندو اڳتي نڪري ويندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن عيد يا ڪنهن خوشي واري ڏينهن ياد ڪري به هنجون هاري، چار ڳوڙها ڳاڙي وري ٻئي ڏينهن جنبي ويندو آهي پنهنجي ڪم ڪار سان پر! ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي ته ڪو اهڙو ماڻهو جيڪو گلاب جي گل وانگر سدائين ذهن ڪي معمار ۽ سرهاڻ ڏيندڙ هجي ان جي ڳالهين ۽ يادن کي ياد ڪندي، ان جا گڻ ڳائيندي، ساروڻيون سارينديءَ، ورهين پڄاڻان به ناهن وسرندا يا ان جي ڪا ڇيل ڳالهه دل جي خانن ۾ هميشه هميشه محفوظ رهندي آهي ۽ ان جي ياد ڪپر ٻڌجي ڪائڻ ايندي آهي. آئون دعويٰ سان چوان ٿو ته اهڙن مانجهي مردن مان جيڪو ٻين جي دلين تي راڄ ڪندڙ هجي. اهو اڪبر شاهه ئي ٿي سگهي ٿو. جنهن جون يادون عمر ڀر ناهن وسرڻيون. سيد اڪبر به ڏات ۽ ذات کي ڪڏهن به بالا تر نه ڪوٺيو، پر هن شخص انسان ۽ انسانيت کي اتم ڄاتو. جنهن ڪري به هن اهو اعليٰ مان مرتبي وارو رتبو ماڻيو. سائين غلام حسين رنگريز ڪجهه هن طرح چيو آهي:

ماڻهو موتي داڻا هئا، ڏاڍا ساهه سيباڻا هئا.
پـيـار تـه نـاهـي واپـار رنـگـريـز،
ڦرل ڏيـڻ ۽ ونـڻ ڪـو مـون کـان سـکـي.

سائين اڪبر شاهه واقعي ئي ماڻهو موتي داڻو هو ۽ برابر ساهه سيباڻو هو پيار ڪندڙ ۽ پيار ڏيندڙ پانڌيئڙو هو. شاهه جي بيت جيان ”ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه اچي بوءِ بهار جي“ هن ڪڏهن به ڪا سوديبازي نه ڪئي. بردبار، اٽل، حوصلو رکندڙ مهان انسان هو.

بهرحال! هاڻي اسان پنهنجي قسمت کي ڏوراپو ڏيون يا پار ڪيون. ڇا ٿيندو؟

ڏونگر ڏکوين کي، ٽپي ڪندي ڪوهه،
تو جي پهڻ پپ جا، ته لڳ منهنجا لوهه
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهه، امر مون سان ائين ڪيو.

اسان پنهنجي نصيب ئي تي ماتم ڪري سگهون ٿا. سيد اڪبر جي لاڏاڻو ڪرڻ کان مهينو کن اڳ ۾ 22 مئي تي سيد اڪبر سان پ ٽ الف پاران تعليمي خدمتن جي اعتراف طور ڪيس الوداعي تقريب ڏني ويئي. ان کان پوءِ سائين اڪبر ترت ئي بيماري ۾ بستري پيڙو ڪراچي ۾ ٿيو. جتي هن ڏات ۽ قلم ڏٽي جي چند دوستن ۽ مائٽن کان سواءِ ڪنهن به ثقافتي ڪاتي يا حڪومتي ڌر پاران سار نه لڌي ويئي ۽ سيد اڪبر شاهه زندگي ۽ موت جي ويڙهاند وڙهندي نيٺ 27 جون تي زندگي جي بازي هارائي ويو. اسان جي آسيا آهي ته پڳوان شال ڪيس پنهنجي چرنن ۾ رکي آمين.

سيد اڪبر جنهن هميشه ڏيڻ سکيو، وٺڻ هن جي وٽ ۾ شامل نه هو. هن هميشه محبتن، پنهنجائين ۽ پيار وارو وکرو ورهايو ۽ ڪڏهن به نه ٿڪو، ڳالهائڻ ۾ خود اعتماد، پڪي پختي ڳالهه ڪندڙ، سوچڻ سمجهڻ جو پندار سيد اڪبر شاهه اڄ اسان وٽ جسماني طرح موجود ناهي. پر روحاني طور تي روح سان سلهاڙيل آهي ۽ آئون هڪ ڳالهه ڪندو هلان ته سيد اڪبر تي ڪجهه دوستن جيئن مسٽر اقبال خواجه، ذوالفقار اوٺو، يوسف سنڌي ۽ مون ان ڪانسواءِ چند هڪ اڌ ٻين دوستن کان سواءِ اسان جي دوست ”الهه بچايو جمالي“ پڻ لکيو. جمالي صاحب جي وڏي مهرباني جنهن خصوصن سيد اڪبر شاهه تي لکيو. ٿورو نه مڃڻ بيواجبي ۽ زيادتي چئبي. جمالي صاحب سنڌس ڪالم ”اسين ماٺهو لاڙ جا“ هلال پاڪستان ۾ منهنجي ليک جي جواب ۾ لکيو آهي ته 23 جون تي هلال پاڪستان ۾ سندس ڪلام ڇپيو. هن صاحب طنزيه انداز ۾ جواب ڏيندو لکيو آهي ته سڄي سنڌ ۾ جنهن

اڪيلي ماڻهو غور ۽ فڪر ۽ دلچسپي سان سندس ڪالم پڙهيو آهي. اهو ماڻهو آهي موٽو مل "ڪنول" ڪوهستاني. جمالي صاحب جي سوچ ان ڳالهه مان ڪيڏي نه محدود پئي لڳي جو دوست شايد صحيح ڳالهه ۽ سچ کي هضم نه پيو ڪري سگهي يا برداشت جو مادو گهٽ آهي. جمالي صاحب آئون تنقيد برائي تنقيد جو نه بلڪ تنقيد برائي تعمير جو محتاج آهيان. هرو ڀرو آپي ڪان نڪري دوست کي دشمن جي قطار ۾ اچي بيهاريو اٿئي. حقيقت ڪجهه هن طرح هئي ته توهان ملڪ نديم جي شعر کي سيد اڪبر جو پي سمجهيو. مون فقط نشاندهي ڪري توهان کي اصلي خالق جو نالو ٻڌايو اهو ڏوهه ناهي. مون کي ياد ٿو پوي ته ڪافي شاعر، شاهه لطيف، اياز، استاد، رنگريز، منشي، تنوير ۽ ٻين ڪيترن جي شاعرن جي شاعري ۾ سندس تخلص يا نالي واري مصرع ناهي ته پوءِ ڇا ٿي پيو. شاعر توهان جي ان ڳالهه سان سهمت جا محتاج ناهن ته هروڀرو آخري مصرع ۾ سندن نالو هجي. توهان لکيو آهي ته نالي واري مصرع نه هئڻ جي ڪري ملڪ نديم جي شعر کي سيد اڪبر جو سمجهو ٺيڪ آهي. نظر چڪ ٿيندي آهي پر ان ڳالهه تي ڳند ٻڌي بيهڻ ته آئون صحيح آهيان ڳالهه ڪو ٻار به شايد نه ڪري سگهي. توهان کي اهو ٻڌي شايد حيرت ٿئي ته اڪبر شاهه جي وائي "جهانگياڻي اَٽي پر تون جهول" مرحيات علڻ فقير شيخ اياز جي ڪري ڳائي... پوءِ ڇا ٿي پيو. اڪبر خاموش رهيو. جمالي صاحب پنهنجي لکيل ان سموري ڪالم جو رخ سيد اڪبر جي دوستن ڏانهن ڦيرائيندي سخت انداز ۾ لکيو آهي ته اهي دوست ڪيس بيماري جي بستري تي ڇڏي هليا ويا. منهنجي خيال ۾ اهي دوست سيد اڪبر جي حياتي ته بچائي نه سگهيا باقي اخلاقي مدد ڪري ٿي سگهيا. ۽ انهن توهان يقين ڄاڻو ته ڀرپور مدد ڪئي ۽ توهان لکيو آهي ته ڀرين ڏينهن ۾ جڏهن سائين کي تمام گهڻي بيماري وڪوڙي ويئي ته سندس شاگرد ۽ ساٿي سڪرات واري حالت ۾ هٿ کڻي دعائون ڏيڻ لڳا؟ اي دوست! حياتي الله تعالىٰ جي وس ۾ آهي نه ئي

انسان جي. شاهه جي بيت جيئان "واڪا ڪرڻ مون وس پٽڻ ڪم پروچ جو" سيد اڪبر جي دوستن سندس مدد ڪان سواءِ الله تعاليٰ ڪان اها به دعا پنندا رهيا ته سائين اڪبر جي طبيعت بهتر ٿئي. اهڙي کهڙي خراب ڳالهه ڪئي اٿن. جنهن تي توهان ايڏا ارها آهيو. هر شي جو مالڪ خدا تعاليٰ، بندي جي وس جي ڳالهه ناهي. باقي ڪو ماڻهو هڪ اڌ ڪالم لکي ٻلي جيئان ست ڪوئا ڪائي ٿي حاجي. پاڻ کي چوٽي جو ليکڪ سمجهي ۽ ان خوش فهمي ۾ پيو وڦلي ته سڀ ڪجهه آهيان ته اهو ماڻهو عاقل نه پر بيوقوف سمجهيو ويندو. هينئر سنڌي قوم سنڌ ڌرتي جنهن ڏکئي دور ۽ عذاب مان گذري رهي آهي. ان تنگ وقت ۾ سنڌي ماڻهو جي سوچ اجتماعي نه هجي. انفراديت تي سندرو ٻڌي بيٺي هجي ته اهو ماڻهو احمقن ۽ بيوقوفن جي دنيا جو خليفو سمجهيو ويندو.

اڳتي الهه بچايو جمالي سيد اڪبر جي تمام دوستن تي چوهه چنديندي ۽ دوستن مان مايوس ٿيندي لکيو آهي ته "سائين اڪبر شاهه پنهنجو تخليقي ۽ تحقيقي مواد شايد پنهنجي ويجهن ساٿين ۽ مداحن ڪان مايوس، ٿي شاعر سامي جيان مٽن ۾ وجهي ويو آهي. جيڪي مٽ هاڻي ڪير ڪوليندو. چاليهه سالن جو سندس فڪر ۽ فن جو قلمي پورهيو چڻ ته فنا ٿي ويو. سندس اهي نقلي دوست، ساٿي، شاگرد ۽ مداح جن 2 مئي تي دڙي ۾ ڪيس سوين اجرڪون اوڍائي مهان انسان طور پيش ڪري ڪيس موت جي منهن ۾ ڇڏي فرار ٿي ويا. اهي هاڻي ڪهڙا سندس ڪتاب ڇپائيندا ۽ ورسيون ملهائي ڪيس لافاني ۽ امر بڻائيندا. جن سندس املهه حياتي بچائڻ لاءِ ڪو به ڪردار ادا نه ڪيو آهي. سندس پڄاڻان ڪهڙا اڪ ڪارا ڪندا."

جمالي صاحب ايڏانهن پري وينو آهي ڪيس خبر ئي ڪونهي ته اڪبر جي دوستن سندس حياتي بچائڻ لاءِ ڇا ڇا نه ڪيو. اڄ ڄاڻائي ۾ هو پاڻ اڪبر جي اهڙن دوستن کي ڏنگي رهيو آهي. جن جون محبتون ڪنهن تارازي ۾ توري نه ٿيون سگهجن. باقي رهيو ڪتاب ته اڪبر

خود انهي موڊ ۾ نہ هوندو هو، پوءِ بہ اسان جي دوست يوسف سنڌي سندس مضمونن جي ڪتاب "لفظ ڳالهائين ٿا" ڪي ڪمپوز ڪرايو ۽ بہ مهينا اڳ اڪبر انهي جو مهاڳ بہ لکيو. جمالي صاحب کي کهڙي خبر تہ انهي ڪتاب جي مواد جي سهيڙ جي سلسلي ۾ دوست يوسف سنڌي اڪبر جي ڳوٺ جا ڪيترا پيرا ڪيا هئا. باقي اجرڪون اوڍائڻ سنڌ جي ثقافت ۽ روايت آهي (توهان بہ ايندا تہ توهان کي بہ مهمان طور اجرڪون اوڍايون وينديون) ڪنهن جي ميڄتا ۾ اجرڪون اوڍائڻ، گلن جا هار پهرائڻ ڪنهن بہ طرح غلط ناهي ۽ مون اڳ ۾ بہ ذڪر ڪيو آهي تہ سندس حياتي بچائڻ ۾ دوستن وسان نہ گهٽايو. باقي حياتي الله تعاليٰ جي وس ۾ آهي نہ توهان ۽ اسان جي وس جي ڳالهہ آهي. بهرحال الهہ بچائي جمالي! جنباتي ٿيندي ڪافي ڪجهہ لکيو آهي. اهو سڀ ڪجهہ دوست خاطر برادشت ڪندي اسان وري بہ خوشي ٿا محسوس ڪريون تہ ڪنهن بہ طرح اسان جي قافلي جي هڪ پانڌيئڙي سيد اڪبر شاهہ تي لکيو ۽ اسان کي تنقيد جو نشانو بڻايو ۽ هاڻي سيئي گڏجي سيد اڪبر لاءِ دعائون گهرون تہ خدا تعاليٰ کيس جنت عطا فرمائي ۽ انهي سان گڏو گڏ سندس شريڪ حيات لاءِ دعا گهرون تہ ان کي بہ الله تعاليٰ صحتيابي ڏي ڇاڪاڻ تہ ان لاءِ بہ معلوم ٿيو آهي تہ کيس بہ هيپاٽائيٽس سي آهي ۽ آخر ۾ ان دعاءِ شعر سان تہ الله تعاليٰ شال انسان ذات کي خوش ۽ سلامت رکي.

ڪندا مون پيرن ۾ توٽي لڪ لڳن،
اگر اگوني نہ مڙي ڇپون پير ڇنن،
ويندي ڏانهن پرين، جُتي جات نہ پائيان.
(شاهہ)



# ڪٿو هت خدا ڏانهن اچي شل وري!

### پائي نيڻ نهار، تو ۾ ڏيرو دوست جو!

جيڪي هن دنيا مان وڃن ٿا سي وري ورن ڪو نه ٿا. پر روحاني دنيا جو هڪ اهڙو شعبو به آهي. جتي اهي عظيم روح گڏ ٿين ٿا. جيڪي چاهين ٿا ته دنيا ۾ وري ڪين موڪليو وڃي. جتي اهي سندن رهيل ڪم وڃي پورو ڪن. انهن ۾ ڪي اولياء الله جا، ڪي سماج سڌارڪ به هوندا آهن. جيڪي دنيا ۾ انساني ڀلائي جو ڪو نه ڪو ڪم ڪندا رهندا آهن. جو اوچتو ڪين آسماني سڏ ٿيندو آهي. اهي دنيا ڇڏي هليا ويندا آهن. پر پوءِ وري نئين سرُتان هدايتون وٺي دنيا ۾ واپس ايندا آهن ۽ پنهنجي ساڳي زندگي جي شعبي ۾ اچي ڪم ڪندا آهن. جيئن سندن ڪم مڪمل ٿئي. پر ايندا وري ٻيي انساني روپ ۾ آهن يا ته ٻيو جنم وٺي يا فقط روح جي حالت ۾. ٻي ڪنهن ساڳي سندن شعبي ۾ ڪم ڪرڻ واري شخص جي روح ۾ داخل ٿي. ائين انهي شخص جي حياتي ان ڏينهن کان پوءِ يڪسر بدلجي ويندي آهي. هن کي ڪتو نوان خيال اچڻ لڳندا آهن. منجهس نوان جذبا ۽ ولولا پيدا ٿيندا آهن ته هو جيئن پنهنجي ڪم کي نئون موڙ ڏي. نئون روح ڦوڪي. جيڪو حقيقت ۾ ٻيو روح ئي هوندو آهي. جيڪو سندس روح ۾ جذب ٿي ويندو آهي. جيڪو ڪيس نئين راهه ۽ نئين منزل ڏيکاريندو آهي ۽ ان ڏانهن وٺي ويندو آهي. هيئن ٻئي روح ساڳيو ئي هڪڙو مقصد زندگي جو پورو ڪندا آهن. ائين ڪنهن روح جو ٻيو جنم وٺڻ ۽ ٻي روح ۾ شامل ٿي پنهنجو ساڳيو اڳوڻو ڪم عمل ڪرڻ جو فلسفو هندومت ۾ عام آهي. ان کي عام ٻولي ۾ جُونِ مٽائڻ يا اوتار وٺڻ چوندا آهن. ٻين مذهبن ۾ جوڻ مٽائڻ جي تعليم ڪونهي پر سٺي يا خراب روح جو جيئري انسان ۾ اچي واسو ڪرڻ جي ڳالهه آهي. جن اچڻ يا چريو ٿيڻ اهڙي ڪنهن بدروح جو انسان ۾ واسو ڪرڻ آهي يا وري عام ماڻهن جي سطح کان غير معمولي مٿانهون ٿيڻ ڪو ولي،

صوفي رشي مني يا سماج سڌارڪ ٿيڻ ڪنهن سني روح جو ان انسان ۾ واسو ڪرڻ آهي. عيسائين ۾ ته اهڙي ماڻهو لاءِ چوندا آهن ته هن ۾ حضرت عيسيٰ جنم ورتو آهي. اسلام ۾ ته حضرت محمّد ﷺ جو ان ماڻهو کي ديدار نصيب ٿيندو آهي. ٻڌمت ۾ ته آسمان تان ڪو حضرت ٻڌ جو پوئلڳ ان ۾ اچي پرويش ٿيو آهي. مطلب ته انسان ڀلائي لاءِ دنيا ۾ سچ ۾ حق کي هميشه ڪامياب ڪرڻ لاءِ خدا پنهنجا خدائي ماڻهو مٽان موڪليندو رهندو آهي. اهي يا ته دنيا ۾ ٻيو اچي جنم وٺندا آهن. ٻي انساني روپ ۾ يا ٻين جي روحن ۾ شامل ٿي ساڳين انسانن ۾ جيڪي سندن جهڙا هوندا آهن، ساڳيو ڪم ڪندا آهن. هي سچو تفصيل مون ان ڪري ڪيو جو سيّد اڪبر شاهه اهڙو فدائي ماڻهو هو جيڪو في الحال ته اسان ڪان موڪلائي ويو. پر ڏٺي ڪان دعا گهرون ته هو اسان ڏانهن جلدي واپس موڪلي. ڇاڪاڻ ته هن جي سنڌ کي هن وقت سخت ضرورت آهي. پر ڪنهن نئين جنم رستي نه موڪلي. ائين گهٽي دير ٿي ويندي، پر ڪنهن خدا شناس استاد يا تعليمي ماڻهو جي روح ۾ سندس روح داخل ڪري، جيئن اهو استاد يا ماڻهو ٻيو سيد اڪبر ٿي سنڌ جي سر زمين تي اٿي ۽ تيسين نه دنيا مان وڃي جيسين سڄي سنڌي قوم جي ٻارن کي پاڙهي نه وڃي. هي ٻيو سيد اڪبر پراڻي سيد اڪبر جي هو بهو روحاني ڪاپي هجي. ان جي پيروي هجي. ان جو نقش قدم هجي. هاڻي اسان ڪان جدا ٿي ويل سيد اڪبر ڪير هو، ڇا هو آئون ٿوري تفصيل سان هيٺ توهان کي ٻڌايان ٿو:

در ملوڪ شاهه جتي هو پيدا ٿيو هو (اٽڪل سٺ سال ڪن اڳ ۾) پراڻي دور ۾ مذهبي ۽ روحاني علمن جو مرڪز هو. سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ سندس مدرسن ۾ خانقاهن مان نڪتل عالم ۽ صوفي فقير پنهنجي خدا شناسي جي ڪري مشهور هوندا هئا. اُهو مرڪز پوءِ شاهه ڪريم بلڙي ۾ وڃي ٿيو. جتي سنڌي قوم جو بنيادي روحاني شاعر پيدا ٿيو. جنهن بنياد مان پوءِ شاهه عبداللطيف ڀٽائي پيدا ٿيو. جنهن جهڙو

خدائي شاعر دنيا ۾ سچي انسان ذات ۾ اڄ تائين پيدا ڪو نہ ٿيو. بلڙي ڪان پوءِ اهو علمي ۽ روحاني مرڪز جهوڪ شريف ۾ قائم ٿيو. جتان وري انساني ڀلائي جي وڏي ۾ وڏي بنيادي تحريڪ شروع ٿي "جيڪو کيڙي سو کائي" جنهن ۾ سنڌ جي وڏيرن مغل حڪومت سان سازباز ڪري ان تحريڪ جي اڳواڻ شاهہ عنايت رح کي نٽي ۾ شهيد ڪرائي ڇڏيو.

جهوڪ شريف مان اهو علمي ۽ روحاني مرڪز پوءِ ڇڙ وڇڙ ٿي ويو. پر ان جا پيروڪار سنڌ ۾ جتي ڪٿي پکڙجي ويا ۽ سنڌ ۾ جيڪا اڄ بہ صوفي مت آهي، اها وڏي زورن تي آهي ۽ دنيا جي سيني ملڪن کان وڌيڪ هرڪو سنڌي ماڻهو بنيادي طور طبيعتن صوفي آهي. پهرين خودشناس آهي پوءِ خدا شناس. اهڙي تعليم سدائين کان ان کان ملندي آئي آهي. ويدن جي زماني کان وٺي اڄ تائين جيڪا هڪڙي سٽ ۾ شاهہ لطيف هيئن ڏني آهي.

پائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

پراڻي زماني ۾ سنڌ ۾ ڪيترائي علمي ۽ روحاني مرڪز هئا. پر پنج سئو سال کن اڳ ۾ در ملوڪ شاهہ سنڌ جي لاڙ ۾ هڪ اهڙو وڏو مرڪز هو. جنهن سنڌ کي شاهہ عبدالڪريم ڏنو، شاهہ عنايت ڏنو، شاهہ عبداللطيف ڏنو ۽ هن دور ۾ جڏهن اهو مرڪز ختم ٿي ويو هو تہ سيد اڪبر شاهہ بہ ڏنو!

اڪبر شاهہ ايڏي وڏي ذهني ۽ روحاني وسعت وارو ماڻهو هو! اڪبر شاهہ سان منهنجو واسطو ازلي هو. پر ڳوڻاٽي هئڻ جي ناتي سان هو. رب تعاليٰ محبتي کي ميڙيندو آهي. در ملوڪ شاهہ جتي هو پيدا ٿيو ۽ دڙو جتي آئون پيدا ٿيس. ٽن ميلن جي مفاصلي تي هئا. پر دڙي جو رستو در ملوڪ شاهہ تان ئي مٽبو تنهن ڪري نندي هوندي کان هڪ ٻئي سان سلام دعا هئي. ڪجهہ وڏا ٿياسين نوجواني جي دور ۾ آياسين تہ پاڻ دڙي ۾ ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو، علم ادب سان روحاني رشتو هئس. تنهن ڪري پاڻ بہ ڪڏهن انهن ۾

شعر يا ڪهاڻي پڙهندو هو. پر شاعري ڏانهن گهڻو لاڙو هئس. جنهن هن کي سڄي عمر تمام سٺا شعر چورايا پر اصل سندس خدائي ڪم دنيا ۾ پيو ڪو هو. جيڪو هن نيٺ وڃي پاڻ ۾ معلوم ڪيو. جيڪو هو لکيل لفظ جي خدمت ڪرڻ ۽ پنهنجي سنڌي قوم کي تعليم ڏيارڻ، ان مان جهالت ختم ڪرائڻ. ان لاءِ ارادتن هن سنڌي استاد جو پيشو اختيار ڪيو. 1962ع ۾ هو استاد ٿيو. هاڻ هن کي هڪ اهڙو پليٽ فارم ميسر ٿيو هو. جتان هو پنهنجي وڏي مقصد يعني سڄي سنڌي قوم جي پڙهائڻ جي مقصد ۾ ڪامياب ٿي سگهيو ۽ هن ائين ڪيو. پ ٽ الف جي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ لڳو، جلدي سندس سچائي، محبت ۽ مقصد جي ڪري پهرين پ ٽ الف تعلقي جو صدر ٿيو ۽ پوءِ ضلعي جو ۽ نيٺ 1972ع ۾ سڄي سنڌ جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. هاڻي سڄي استادن جي دنيا سندس سگهي ۾ هئي، سيئي استاد سندس عظيم صلاحيتن جي ڪري مٿس موهجي ويا ۽ سندس محبت جي ڌاڳي ۾ ٻڌجي ويا هئا. جنرل سيڪريٽري ٿيڻ شرط هن انهن سيني کي هاڻي سڏ ڏنو ته يونين پنهنجي جاءِ تي جيڪا توهان جي حقن جي داد رسي ڪرائيندي پر توهان هاڻي سنڌي قوم جي حقن جي به داد رسي ڪريو. جنهن مان سڀ کان وڏو حق توهان تي اهو آهي ته سنڌي قوم جي ٻارن کي پڙهايو. سنڌي استاد ۾ هن کي هڪ وڏو انقلابي عنصر ڏسڻ ۾ آيو. جيڪو نه رڳو سنڌي قوم جي تعليمي تقدير ٿي بدلائي سگهيو. پر سياسي تقدير به. هو هاڻي سڄي سنڌ جا دورا ڪرڻ لڳو. استادن کي هدايتون ڪرڻ لڳو جتي ڪٿي اسڪولن ۾ ويو ۽ سنڌي ”ٻار پڙهايو، پڙهايو.“ جي تلقين ڪندو وتيو.

هو هڪ الهامي مقرر هو. جنهن ۾ سندس جنهن به موضوع تي تقرير ٻڌي ٿي ان کان اها ڪڏهن به وسري ڪا نه ٿي. هميشه لاءِ هن جي ڪنن ۾ گونجندي ٿي رهي. تعليم ته هن جو خدائي شعر هو. جنهن ۾ هن جي تقريرن دل ۾ وڃي ٿي هٽي هنڌ ڪيو ۽ استاد کي ننڊ مان

سجاڳ ڪيو. سنڌس ڪري غير حاضر استاد هاڻي اسڪولن ۾ وڃڻ لڳو هو ته اوچتو وڏو نڪاءُ ٿيو. 1971ع ۾ قائداعظم وارو پاڪستان ٽٽي ويو ۽ قائد عوام وارو پاڪستان نهي ويو. سنڌي استاد ته ڇا سنڌي تعليم ته ڇا، پر سنڌي ٻولي خود سنڌ ۾ خوار خراب ٿي ويئي. پنهنجو هزار سالن جو وجود پنهنجي ئي وطن ۾ وڃائي ويٺي. اها هاڻي هڪ ايري ٻولي هئي. جنهن کي نئين پاڪستان ۾ رڳو جيئدان مليو هو. پٽي صاحب کي ته اهو جيئدان به ڪو نه مليو. ستن سالن کان پوءِ ڪيس ڦاهي تي چاڙهيو ويو، پٽي صاحب جي ڪري يا ان کان پوءِ سنڌي ماڻهن جيڪو سنو آهي اهو ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. ٻهراڙين ۾ سنڌي ٻارن کي پنڻ کان پڙهڻ ياد ڪونهي. گهڻا استاد گهر ويٺي پگهار پيا کڻن. چاڪاڻ ته اهي وڏيرن جا ماڻهو آهن. تعليمي آفيسرن ۾ رشوت سيني ڪاتن جي آفيسرن کان گهڻي ۽ عام آهي. عام ٻهراڙي جي سنڌي ماڻهوءَ کي سڄي ڏينهن ۾ هڪ ويلو به پيٽ ڀري ماني ڪائڻ نصيب ڪونهي. سنڌي عورت ٻهراڙين ۾ پنهنجي نصيب کي پٽي پئي. سنڌ سڪي پئي آهي. سنڌ جو ڇا ٿيندو ڪنهن کي خبر ڪانهي. جيڪڏهن ٿورن گهڻن کي ڪا خبر آهي ته اها ته سنڌ ۾ وري ڪو ٻيو سيد اڪبر پيدا ٿئي جو هن قوم کي پڙهائي ته اها پنهنجا انساني، سماجي، تهذيبي ۽ ملڪي حق ٻين کان کسي وٺي. فقط ڏهن سالن جو ڪيل آهي. جو ڪير اڄ جي ننڍن ٻارن کي پڙهائي وڃهي جو هو جوان ٿي اڪيون ڪولين ته هنن سان کهڙو ويڌن ٿيو آهي. کهڙو ويڌن پيو ٿئي. اڄ اهڙا نوجوان ٿورڙا آهن جيڪي ائين سمجهن ٿا. پر جڏهن ڏهن سالن کان پوءِ ٻه ڪروڙ اڄ جا سنڌي ٻار پڙهي سياڻ نوجوان ٿيندا ته اهئي سنڌي قوم ۽ ملڪ جي تقدير بدلائي سگهندا ٻيو ڪير نه. هاڻي سيد اڪبر جو روح پهرين واپس وطن ڏانهن ورڻ جي ڪري ٿو يا نه پهرين اچو ته رب تعاليٰ کان اهڙي دعا گهرون جيڪا مون ئي گهري. ”ڪٿو هٿ خدا ڏانهن اچي شل وري“ پوءِ اها گهرون ته هتي اهڙي سنڌي تعليم جي متوالي کي تيار ڪري. استاد، آفيسر، اديب يا سماجي ڪارڪن کي جنهن ۾ اهو روح اچي

داخل ٿئي جيڪو پوءِ پڙڪو ڪائي اٿي ۽ سنڌ جي شهر شهر ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي گهٽي گهٽي ۽ در در تي ڪڙو ڪڙڪائي، سيني کي گڏ ڪري ۽ سڏ ڪري کين چوي ”يا سنڌي ٻارن کي پڙهايو يا مون کي ماريو“ يا چئو ته سائين اسان تائين توهان جو پيغام پهتو. جيئن آمريڪا جي هوا باز ڪئپٽن ايٿرلي ڪيو هو. جنهن جپان جي ٻي شهر مان ناگاساڪي تي ايٽم بم ڪيرايو هو ۽ ان جي تباهه ڪاري ڏسي واپس اچي شهر ۾ پنهنجن ملڪين کي چيو ”يا سڀ ائٽم بم ختم ڪريو يا مون کي ماريو“ يا مون کي چئو ته ايٿرلي اسان تائين تنهنجو پيغام پهتو“ ڇا ايٽم بم جي تباهه ڪاري کان جهالت جي تباهه ڪاري گهٽ آهي؟ وڃي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ته ڏسو!



## اڪ ۾ ڳوڙها هٿ ۾ گجرا ڪنهن کي ڳولين ٿو؟

حال سارو جيترو ڪجهه پنهنجو اپياس آهي. مجموعي طور اڪثر لکڻين مون تي ڪو خاص تاثر نه ڇڏيو. جيترو ڪنهن سنڌ ڄائيءَ جي ان جملي ڇڏيو. جيڪو اڄ به منهنجي تحت الشعور مان اڪثر ليئا پائي ٿو. هن چيو: ”احساسن جي سئي جي پاڪي مان آئون ائين نٿي گذارن جيئن سارو لوڪ ٿو لنگهي.“! هن وقت اهي لفظ منهنجي ذهن جي ڪينواس تي ان ڪري اڪري آيا. جڏهن مون پنهنجي شهر جي گهڻ رخي شخصيت، شاعر، تعليمي ماهر، استاد، دانشور ۽ مظلوم ماڻهن ۽ سنڌ طرفدار سيد اڪبر جي بيماريءَ جي ڳالهه ٻڌي.

ٿي سگهي ٿو ته ايشيا جي سڀ کان وڏي ادبي تنظيم، سنڌ ثقافت کاتي ۽ سنڌ جي ادبي دوست ماڻهن کي اها خبر نه هجي ته منهنجي مٽيءَ جو شاعر سيد اڪبر هيپاٽائيٽس ”سي“ جو شڪار ٿي ڪراچي جي هڪ سرڪاري اسپتال ۾ داخل ٿي چڪو آهي. رومانوي توڙي مزاحمتي شاعر جي هن سدا ملوڪ سرڄڻهار کي سرڪاري اسپتال ۾

ڪهڙي قسم جو علاج ۽ سهولتون ميسر ٿينديون. اهو جڏهن تصور ڪريان ٿو، ته ڪنهن اڻ چاتي خون ڪان منهنجا لڳ ڪاندارجيو وڃن ۽ سيد اڪبر جا ئي لفظ منهنجي سوچ جا ترجمان بڻجيو وڃن:

هلي آ تہ توکي بريءَ ۾ لڪايان!

لاڙ جي مٽي مردم خيز مٽي آهي. خصوصن تعلقو ميرپور بٺورو. جنهن زندگي جي هر شعبي ۾ غير معمولي ماڻهو مهيا ڪيا آهن. قومي ڪارڪن ڪان ويندي اسٽيج جي اداڪارن تائين، درس تدريس جي دنيا جي ناليوارين شخصيتن ۽ سماج سڌارڪن ڪان وٺي روايتي ۽ رچ اشراف وڏيرن تائين منهنجي جُوءِ ناميارا نالا ڏنا آهن. مرحيات سائين عبدالفتاح عبد، مرحوم فقير عيسيٰ خواجا سندس والي حاجي جعفر مرحوم جنهن لاءِ سن جي سيد پنهنجي ڪتاب ”جيئن ڏٺو آهي مون“ ۾ لکيو تہ، هو سندس سياسي استاد هو ۽ هونئن بہ سچي سنڌ ۾ ميرپور بٺوري جي اها سڃاڻپ آهي تہ هي شهر هڪ ننڍڙي سياسي يونيورسٽي آهي رئيس جمال خان لغاري، سائين غلام حسين رنگريز، قاسم پٿر، عبدالحئي پليجو، لطيف جو پارکو حاجي خميسو چانديو مرحوم، اسماعيل سوهو، رفيق عيساڻي، اعجاز خواجہ، شير خان لنڊ ۽ ٻيا اهڙا ڪيئي نالا جن منهنجي مٽيءَ کي انڌلٽ جهڙو حسن ۽ ڪنوٽين جهڙا تجلا عطا ڪيا آهن. انهي سموري سٽ ۾ نئين نرمل کي ٻاروتڻ ڪان آگر جهلي هن خود غرض سماج جي پهرين پل اڪارڻ وارن ۾ اهم نالو سيد اڪبر جو آهي. ادبي محاذ هجي يا ڪا سياسي هلچل، استادن جي جدوجهد هجي يا هارين جو ميڙاڪو، سيد اڪبر جو ڪردار سرواڻيءَ وارو رهيو آهي. ادبي محفلن ۾ تہ نهيو پر اڪثر جهنگن ۽ برن ۾ مون هارين، نارين ۽ ڏنارن کي سيد اڪبر جو اهو گيت جهونگاريندي ٻڌو تہ:

جواني او جواني جهليو ٻور آهي،
رڙي روح ڏايو، پيو پور آهي.

سيد اڪبر سان اداس شامن ۾ منهنجون ڪچهريون ميرپور بٺوري ۾

حاجي نور احمد زنئور واري موٽر سائيڪل رپيئر شاپ تي ٿينديون رهيون آهن. جتي تصوف جو پرچارڪ حاجي نور احمد شفق جي لالاڻ پکڙجندي ئي پنهنجن دوستن کي مدّ ڪيفيت ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون واري ذهني اپٽار جو آغاز ٿي ويندو آهي. حاجي نور احمد جو دڪان ماضي قريب تائين ويٽنام سڏجندڙ هن شهر ۾ سماج، فلسفي ۽ سياست تي بحث مباحثي جي حوالي سان مک اسٽيج رهيو آهي. جتي اسان جهڙا ڪئين اوسکيا انسان ڪجهہ وقت لاءِ گندي ۽ گرهہ جي عذاب کي پاسيرو ڇڏي پرائڻ ايندا آهن. سيد اڪبر بہ استاد.نور احمد زنئور جي دڪان نما ننڍڙي اسڪول جو هر شام جو استاد رهيو آهي. سندس ڳالهيون جملن جي برجستہ ادائگي، لفظن جا گهاڙيتا، زيرن زبرن، مدن، شدن جي انداز مون کي سندس مداح بڻائي ڇڏيو هو. اسان ڪانئس راڳ جي رمزن سميت فنون لطيف جي هر شاخ بابت گهڻو ڪجهہ سکيو.

گذريل ڪجهہ عرصي کان سيد اڪبر اچڻ گهٽايو تہ خبر پئي تہ ڪيس هيپاٽائيٽس "سي" جهڙي موذي مرضي اچي وڪوڙيو آهي. اها ڳالهہ ٻڌي مدمورو وجود ڪنبي ويو. پ ٿ الف سيد اڪبر جي دوستي خدمتن جي ميجتا طور گذريل هفتي دڙي شهر ۾ ساڻس شام ملهائي، ان تنظيم جي مرڪزي عهديدارن سميت اهل دانش توڙي علمي ادبي ذوق رکندڙ ماڻهن سيد اڪبر جي علمي ۽ ادبي خدمتن کي ساراهيو ۽ محبتن جو حق ادا ڪيو. ميجتا ۽ ماڻهن جي محبت جو انداز ان مان ئي لڳائي سگهجي ٿو تہ ابتدائي ويهڪ ۾ سيد اڪبر کي هڪ سئو کان وڌيڪ اجرڪون اوڍايون گذريل پنجن سالن کان پاڻي جي شديد اڻاٺ، فصلن جي بربادي، ڪمند جي اگهہ ۾ اڌو اڌ لاٽ شديد سامونڊي طوفان، تيزي سان وڌندڙ آبادي ۽ گهٽجندڙ وسائل جو شڪار لاڙ جا ماڻهو اهڙي پرتڪلف تقريب مان محظوظ ٿيا. مون ان موقعي تي سيد اڪبر جي تقرير کان پوءِ سندس صحت جي حوالي سان سندس چهري جي ٿڪل ڪيفيتن کي پرکڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پيڙائن جون

ريڪائون پڙريون ٿي پيون. مون سوچيو تہ درس تدريس سان لاڳاپيل هي دانشور لڏو بہ زميني حقائن کان پري ڇو آهي! ڇا محض اجرڪون ۽ تحفا عنايت ڪرڻ يا خوبصورت تقريرون ڪرڻ ئي ڪنهن جي مجتا لاءِ ڪافي آهن؟ ادبي ۽ ثقافي ادارن تي ميار ئي ڪانهي ۽ اسان کي خبر آهي تہ سرڪار بہ ڪجهہ نہ ڪندي. باقي منهنجي دانست ۾ سنڌ ۾ هڪ لک کان بہ وڌيڪ پرائمري استاد آهن ۽ جيڪڏهن في استاد پنجن روپين جي رقم بہ ڏئي تہ سيد اڪبر جو علاج پرڏيهہ مان بہ ڪرائي سگهجي ٿو. هي منهنجو ذاتي خيال آهي. باقي سيد اڪبر جهڙو اناپرست ۽ خود دار ماڻهو تہ يقينن ائين سوچيندو بہ نہ هوندو. جيئن اڳي ئي چيم تہ احساس جي مٽي جي پاڪي مان سيد اڪبر جي مزاج جا ماڻهو ائين نٽا گذرن جيئن سارو لوڪ ٿو لنگهي.



# آدرشن سان نباهہ ڪندڙ شخص جو وڇوڙو

مزاحمتي ۽ رومانوي شاعري جو سرواڻ شاعر، لطيف جو پارکو سيّد اڪبر هيپاٽائٽس سي وگهي گذاري ويو. پر آخري وقت تائين سرڪار ۽ ثقافت کاتي ان جي سار نہ لڌي. سيّد اڪبر ڪيتري عرصي تائين سول اسپتال ۾ داخل هو پر صحيح علاج ۽ پرگهور نہ ٿيڻ سبب هو زندگيءَ جي بازي هارائي وينو. اسان جي ثقافت کاتي وٽ جيڪڏهن فنڊ ناهن، تہ صرف سنڌي ڏات ڏٽيڻ ۽ فنڪارن لاءِ نہ آهن. پر شل نہ ڪنهن لوٽي واريءَ ۽ "ناچٽي" کي پيٽ ۾ سور پوري، سڄو ثقافت کاتو تحرڪ ۾ اچي ويندو.

اڄ کان سٺ سال کن ۽ ڪجهہ مهينا اڳ بنوري جي ويجهو ڳوٺ درملوڪ شاهہ ۾ سيّد اڪبر جو جنم ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن ميٽرڪ جامع عربيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ڪئي، سيد اڪبر نٽي جي مٽيءَ مان جنم وٺندڙ هڪ اهڙو املهہ انسان هو. جيڪو وقت ۽ حالتن جو محتاج ئي نہ هو. هن پرائمري

استاد هئڻ باوجود سنڌ جي سياسي تحريڪن ۾ حصو ورتو ۽ جهر جهنگ ۾ شعور جي لاٽ پکيڙڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. تنهن وقت ۾ ادبي ڪچهريون، گڏجاڻيون ۽ جلسا سيد اڪبر ڪانسواءِ اڌورا هوندا هئا. سندس شعر عوام لاءِ اتساهه هوندا هئا. سندس سٽون آهن ته:

ڪيڏو آهي شور فضا ۾، ڏيهه اُيا ڪيا ڏاٽا ووءِ،
سنگن وانگر سوئر سارا، لٽبا تن جا ڳاٽا ووءِ،
ڪاري رات جي ڪک ۾ سچ جي سورج تير ڦٽو ڪيو،
وقت اسان کي ڏنيون آهن ٻڪيون، ٽکيون ڇاٽا ووءِ.

سيد اڪبر فقير منش ۽ آدرشي انسان هو. هن سدائين اصولن تحت جيئڻ جا گس ورتا. ڪڏهن به هن جي عمل مان ائين محسوس نه ٿيو ته هو زندگيءَ مان مايوس آهي. هو زنده دل ۽ همت ڀريو انسان هو. هن هاري تحريڪ ۾ ورڪر جي حيثيت سان سڄي سنڌ جي ڳوٺن توڙي بلوچستان تائين پنڌ ڪيا. ڳوٺن ۾ مسڪينن سان ڪچهريون ڪيون لاڙ جي ضلعي ٺٽي ۽ بدين سميت اتر جي گرم هوائن جا واس به ورتا، سيد اڪبر لطيف سائينءَ جي شاعريءَ تي وڏو عبور رکندڙ هو. لطيف جو رسالو ته ڪيس حفظ ٿيل هو. هو نثر نويسيءَ ۾ به وڏو دسترس رکندڙ هو. ڪهاڻيون ۽ مقالا لکڻ وقت لفظن جو خوبصورت استعمال ڪندو هو. ڪنهن به موضوع تي اسٽيج يا ڪچهريءَ ۾ هو ڳالهائيندو هو ته سڄي ماحول ۾ سانت ڇانئجي ويندي هئي. سندس ڳالهائڻ جو انداز آواز جو رعب ۽ لفظن جو بي انتها ذخيرو انفراديت کي واضح ڪندو هو. تڏهن ته نصير مرزا سيد اڪبر کي "لفظن جو سونارو" چوندو هو. سيد اڪبر جيئڻ کي فن چوندو هو، هو چوندو هو ته زندگيءَ جا سڀ لمحا، سڀ تڪليفون، سڀ مسئلا، مسئلا نه آهن پر سڀ حل ٿيڻ جوڳا آهن. بس ڪنهن کي جيئڻ جو انداز ۽ معنيٰ اچڻ گهرجي. سيد اڪبر ادبي سنگت ۾ به گهڻو سرگرم رهيو. ٻنورو، دڙو، لاڪا جي ادبي سنگت کي سرگرم ڪرڻ ۾ به سندس وڏو ڪردار هو. سيد اڪبر هڪ تعليمي ماهر ۽ استادن جو اڳواڻ هو. هن استاد

تنظيمن جي نهڻ کان پوءِ ان ۾ بہ حصو ورتو ۽ پ ٿ الف جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل پڻ رهيو. ۾ ان دوران هن استادن کي ڊيوٽيون ڪرڻ لاءِ پابند ڪيو. ڪنهن بہ استاد جي ڪوتاهي ۽ غير ذميواريءَ ۾ ان جي مدد نہ ڪرڻ وارا فيصلا ڪيا. غلام حسين رنگريز موجب ”سيد اڪبر جو لاڏاڻو ٻاجهاري، ڏاهپ پرئي ۽ آدرشن سان نباهہ ڪندڙ شخص جو وڇوڙو آهي ۽ هن جهڙا ماڻهو مڪمل ادارا هوندا آهن. جيڪي ذهنن جي آبياري ڪندا آهن.

آري! ائين مَ ڪَر هت پور ڪيو پنپور اتر،
پٽون پير، پنهون! هي ٽيڙا، ڏمريو آ ڏونگر....
باهہ بلوچان برهہ دکائي، ساڙي جوش جگر....
ڪيچي! تون ئي پيچي آهين، ٻي نہ پيٽي پر....
ڏيرا اڪبر ميرا آهن، پنهنجو پيار امر.....

علڻ فقير جو ڳايل سيد اڪبر جو مشهور گيت ٻڌجي ٿو تہ اڪيون پرجي ٿيون. اچن علڻ جڏهن اهو ڳايو تہ ”اٿ جهانگياڻي پرتو جهول، مڪ پٽڻ جي مند اچي وئي“.
سيّد اڪبر پنهنجو جيون معنيٰ پريو گذاريو. هن پٽي شهيد جي ڦاسي کان پوءِ بينظير لاءِ نصيحت وارو هڪ شعر تخليق ڪري ڪيس ڏارين بجاءِ پنهنجن جي ويجهو رهڻ جي تلقين ڪندي چيو هو تہ:

جو پرڏيهہ ويو سو خوب ڪريو،
ان سودي مان ڪجهہ ڪين وريو
ڏس ڏاڏ پٽي کي ڪيئن ڏريو
تون موٽي آءُ، تون موٽي آءُ.

هاڻي شايد ٻنوري جي بازارن ۾ ڪو ماڻهو زندگيءَ کي فن سمجهي گذارڻ جا سبق سيکاري! سيد اڪبر دوستن جو هڪ وسيع حلقو رکندو هو. هو زمانہ شناس انسان هو. سيد اڪبر جي سياءُ، علم، ذات، فضيلت ۽ محبت جا مداح آهيون ۽ يقين سان چئون ٿا تہ سيد اڪبر

موت جي ڪابہ اميد نہ رکي. ماڻهن کي گهڻو ڪجهہ ڏنو.



# نہ جهڪندڙ نہ وڪامندڙ انسان

سيّد اڪبر شاهہ ولد سيد الهڏنو شاهہ رهندڙ درملوڪ شاهہ جيڪو دڙو ميرپور بٺورو جي وچ تي ضلع ٺٽہ آهي. منهنجي والد صاحب علي مير شاهہ ۽ سيد اڪبر شاهہ جي والد سيد الهڏنو شاهہ جا پاڻ ۾ دوستاڻا لاڳاپا هئا. بابا سائين جمار ۾ وڏو هو هو الهڏني شاهہ کي پنهنجو ننڍو ڀاءُ سمجهندو هو.

ننڍي هوندي روايت مطابق آئون پلن اُٺن ۽ گهوڙن جي قافلي سان ڪنهن شادي تان موٽي رهيو هوس، تہ رستي ۾ دزملوڪ شاهہ پرسان اُونن جي ڳوٺ وٽ هڪڙو نوجوان ڇوڪرو جنهن جي جمار اٽڪل 15 سال هوندي. مال جي پاڻ جي ڍڳ تي وڻاڙ ڪٽي پاڻ کي ڪٽي سنهون ڪري رهيو هو. پرسان هڪڙو بزرگ پاڻ جون ڳاڏيون پرائي رهيو هو. منهنجي اُٺن جو قافلو جڏهن سندن پرسان گذرڻ وارو هو تہ اهو بزرگ جيڪو چاچا سائين الهڏنو شاهہ هو، جنهن اسان کي بيهاريو. آئون گهوڙي تان لهي چاچا الهڏنو شاهہ سان مليس. ڏاڍو خوش ٿيو. مون کي ڀاڪر پائي دعائون ڪيائين. پريان انهي نوجوان کي سڏ ڪري چيائين، اڪبر ڏس ڀاءُ آيو آهي. اڪبر شاهہ بہ هٿ چنبڙي اچي مليو، ڏاڍو قرب ڏنائين. سندس مون سان اها پهرين ملاقات ۽ سڃاڻپ هئي. پهرين ملاقات ۾ مون کي پنهنجو ڪري ورتائين. مون کي تصور بہ ڪو نہ هو تہ ڪو هڪڙو سيد ٻيو زميندار ٽيون پڙهيل پنهنجي پيءُ سان ائين پورهيو بہ ڪندو هوندو. پر سندس ملڻ سان آئون ڏاڍو متاثر ٿيس. پوءِ جڏهن بہ حيدرآباد پڙهائي کان ڳوٺ دڙي ايندو هوس تہ هن سان ضرور ملندو هوس.

مون پڙهائي ڇڏي 1963ع ۾ ڳوٺ زميندارِي ڪئي. بابا سائين گذاري

ويو هو. اسان وٽ ڏڪار هو. انهي ڏکئي وقت ۾ اکبر شاهہ وڏيڪ ويجهو آيو. پورهيت ذهن هو. مون کي بہ همٿ ڏيارائين. سندس دوستي ۾ سندس رهنمائي ۾ مون بہ پنهنجي زمين تي پورهيو ڪرڻ ۾ عيب ڪونہ سمجهيو. هي هميشہ مون وٽ ايندو هو مون سان گڏ سارين جا ٻج ڪيندو هو. هر ڏيندو هو. گڏهن تي مٽي ڪٽائي ٻني ۾ وجهندو هو. ويهراج ڪرائيندو هو، لابارو ڪرائيندو هو. مقصد تہ مون کي بہ هڪڙو سٺو پورهيت محنتي انسان ٺاهڻ ۾ سندس بنيادي هٿ هو. دڙي شهر ۾ اسان گڏجي سوشل ويلفيئر سوسائٽي ٺاهي، انهي جي پليٽ فارم تان سماجي ڪم ڪيا. دڙي شهر ۾ ميڙا ملاکڙا، راڳ ۽ مشاعره ۽ ادبي سنگت جا پروگرام ڪرايا. ملاکڙن ۾ ملهن جي خرچ لاءِ اکبر شاهہ ۽ عارب ڪيڙانو جهولي فنڊ ڪندا هئا. اهڙي نموني پنهنجي مدد پاڻ جي اصول تي شهر ۾ ڪيترا پروگرام ڪرايا. جنهن ۾ 1967ع ۾ دڙي ۾ جشن لطيف ڪرايو. جنهن جي صدارت رسول بخش پليجو صاحب ڪئي، دڙي ۾ اهو پروگرام سنڌ جو تاريخي پروگرام هو. هزارين عوام گڏ ڪيوسين. سڄي سنڌ جا ناميارا اديب آيا. رات جو راڳ جي محفل ٿي. دڙي ۾ عوامي تحريڪ جي گروپ طور اکبر شاهہ مرحوم نجم الدين ميمڻ، محمد عثمان سومرو ۽ آئون هر مهيني ملندا هئاسين. هر مهيني دڙي ۾ ڇا ڪرڻو آهي. انهي جي پلاننگ ڪري اهو پروگرام ڪرائيندا هئاسين. دڙي ۾ ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ ٽنڊو ڄام کان ايندو هو. شهر ۾ سائين عثمان سمون، ٻنوري ۾ محمد قاسم پٽر ميمڻ، مرحوم غلام حسين شورو ۽ پائر، شير خان لنڊ، پنهون زنئور، هارون ڪاڙڪ، اعجاز خواجہ جن ساٿي ڪم سان هوندا هئا. دڙي ۾ مرحوم ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، حفيظ قريشي، رسول بخش پليجو صاحب، مسعود نوراني، لالا قادر جن جيل مان ڇٽي آيا، انهن جو شاندار ٻنورو کان دڙو تائين جلوس ڪڍيوسين. حيدرآباد ۾ ون يونٽ جي خلاف 1967ع ۾ تاريخي اجتماع ٿيو. جنهن ۾ اکبر شاهہ جي اڳواٽي هيٺ دڙي کان هزارين

ماڻهو آيا. مرحوم ذوالفقار علي ڀٽو صاحب جڏهن بنوري کان دڙو آيو ته اسان سڄي جلوس جي اڳواڻي ڪئي. مقصد ته هر سياسي سماجي پروگرام اڪبر شاهه کان سواءِ اڌورو هو. راتين جون راتيون دڙي ۾ مرحوم نجم ميمڻ جي گهر ويهي رهي پلان ناهي انهيءَ تي عمل ڪندا هئاسين. انهي ۾ اسان جو ڪمانڊر سيد اڪبر شاهه هوندو هو. تحريڪ رسالو ڪڍيوسين ايڊيٽر آئون هوس. مون پٺيان پوليس هئي. منهنجي شادي جا ڏينهن ٻڌل هئا، انديشو هو ته پوليس شادي ۾ گرفتار ڪندي. مرحوم فاضل صاحب پلان ناهيو ته جي پوليس آئي ته في الحال عالم شاهه بدران اڪبر شاهه کي پوليس حوالي ڪري ڇڏينداسين.

شادي ڏينهن به جڏهن صبح جو آئون پنهنجي ڪنوار وٺي دڙي پي آيس. تڏهن به پٺيان مٽياري ۾ اڪبر شاهه، عارب رهيا، جن سامان وغيره ڪٽائي ٻئي ڏينهن دڙي آيا. مقصد ته منهنجو ڀاءُ هو، ساٿي هو، دوست هو، اڳواڻ هو، هر وقت، هر ڏک ۾، سک ۾ مون سان گڏ هو. سندس شادي به مون زوري ڪرائيس. هن بدران چاچا الهڏني شاهه کي راضي ڪيم. آخري گهڙي تائين ساڻس گڏ هوس. اڪبر شاهه منهنجي گهر جو ڀاتي هو، آئون هن جي گهر جو ڀاتي هوس.

اڪبر شاهه سنڌ جي هر ضلع ۾ پارٽي جي ڪم سان مهينن جا مهينا ويندو رهندو هو. اڄ به سڄي سنڌ ۾ سندس اهي سياسي بنياد قائم آهن. اڪبر سنو سياسي ڪارڪن هو. هي سنو چاٽو، نظرياتي اڳواڻ هو، هي پنهنجي نظريه سان آخري تائين سچو رهيو.

ڪيترا دوست پارٽي ڇڏي ويا. پارٽي ڇڏڻ کان پوءِ سياسي گند ڪيائون. سياسي طرح ڪنا ٿي ويا، ذاتي طرح وڪامي ويا. پنهنجي نظريه، پنهنجي سياسي عمل کي مارڪيٽ ۾ رکيائون. انهي جي معمولي قيمت ورتائون. ڏسندي ڏسندي لک پتي ڪروڙ پتي ٿي ويا. پر اڪبر شاهه آخر تائين ساڳئي حال ۾ رهيو. هي انسان جو پٽ ٿي رهيو پر ڪڏهن به پاڻ کي پئسي جو پٽ نه بڻايو. ذاتي فائدو نه ورتو.

هڪڙو پرائمري استاد. سنو استاد رهيو. هن جي پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن ۾ بہ سنڌ ليول تي سٺي ڪارڪردگي هئي. سڄي سنڌ جي استادن ۾ تمام سٺي عزت احترام هو پر هن ڪڏهن بہ پاڻ کي انهي استاد جي تنظيم ۾ بہ ڪيش نہ ڪرايو.
اڪبر شاهہ سٺو شاعر هو هن جي شاعري بہ هميشہ پنهنجي ڌرتي جي پورهيت عوام لاءِ هئي. آخر تائين شاعري ڪندو رهيو پر سندس شعر ڪيترن رسالن خاص ڪري تحريڪ ۾ آيا پر اقتصادي وصيت نہ هئڻ ڪري پنهنجو ڪتاب نہ ڇپائي سگهيو. سندس ڪيترن با اثر ماڻهن سان دوستاڻا لاڳاپا هئا. هي چاهي ها تہ پنهنجو ڪتاب انهن جي معرفت ڇپائي سگهي ها. پر هن ڪڏهن انهن لاڳاپن کي استعمال نہ ڪيو.
اڪبر شاهہ اندر ۾ تمام وڏو ماڻهو هو. جنهن ڪري آخرين گهڙين ۾ جڏهن پاڻ موت سان اڪيون اکين ۾ ملائي جنگ ڪري رهيو هو. ڪيس خبر هئي تہ هن بيماري ۾ بچڻ مشڪل آهي، هن جي اڳيان معصوم اولاد هو. جنهن جو سهارو ڪانئس سواءِ ڪير بہ ڪو نہ هو. پر هن ڪڏهن بہ ڪنهن سان ڪوبہ اظهار نہ ڪيو. نہ ڪنهن جي اڳيان جهڪيو، نہ وڪيو. آخر ۾ هي ڪجهہ سالن لاءِ پارٽي جي عملي ڪم ۾ نہ رهيو پر جڏهن بہ ملندو هو تڏهن سندس حوصلو، همت ساڳئي رهي، سندس سماجي اقتصادي حالتن جي ڪري جيترو ماڻهو هو اوترو اڳيان نہ اچي سگهيو. آخري وقت ۾ بہ رسول بخش پليجو صاحب سان ملندو رهيو. سندس اعتماد ۽ ڀروسو پننهنجي عوام ۽ عوامي نظريہ تي رهيو. آئون سمجهان ٿو تہ مون کان پنهنجو ڀاءُ، منهنجو ساٿي، منهنجو دوست، منهنجو اڳواڻ، منهنجو پرجهلو مون کان رڳو الڳ ٿي نہ ويو آهر پر سنڌ کان سٺو استاد، سٺو ڪارڪن، سٺو شاعر، سٺو انسان دوست ماڻهو الڳ ٿي ويو آهي. پليجو صاحب وانگر تہ اسان اهڙن ماڻهن جي جدائي جي ڪوٽ پوري تہ ڪونہ ٿا ڪري سگهون پر سندن ڏنل رهنمائي ۽ واٽ تي هلي هنن جهڙا سٺا

انسان ٿي انسان پئدا ڪري پنهنجي قومي طبقاتي انساني جدوجهد کي سوڀاري نموني اڳيان وڌائي سگهون ٿا.



# هڪ ڪاهوڙي ڪردار

ڪڙن پيا هي ڪيڻ، اڄ تہ پريت پوڪيون

ننڍڙا هئاسين، ڳوٺ ۾ ڳالهہ هلي، تہ سائين الاني شاهہ (الهڏنو شاهہ) جي ڳوٺ شادي آهي، پت ڪاڻڻ هلو، شادي ڪنهن جي هئي؟ سا ياد ڪانهہ. اتي ڏهن ٻارهن سالن جو ڌوتل پوتل اڇو اجرو بوسڪي جي قميص ۽ هرڪ جي سلوار ۾ هڪڙو ڇوڪرو ڏٺوسين. دل ۾ ڇهنبڙي پئي، ڪاش! آئون بہ ڪو اهڙو هجان هان! چيائون پئي تہ الاني شاهہ جو پٽ اڪبر شاهہ آهي.
ڪانڌڙا پرائمري اسڪول ۾ ڪجهہ مهينن لاءِ پٽي ۽ سليٽ جو پڳل ٽڪر کڻي آئون بہ پڙهڻ ويندو هوس. ۾ پوءِ اُتان ڪلاس هلندي سائين الياس ميربحر ڪان پيشاب جي موڪل وٺي ڀڄي ويو هوس. اتي بہ مون اڪبر شاهہ کي ڌوتل پوتل ۽ نمايان حيثيت ۾ ڏٺو هو.
دڙي جي مڊل اسڪول ۾ پڙهڻ دوران پڻ اڪبر شاهہ مست ملنگ طبيعت، چرچن، کل ڀوڳ ۾ ماڻهن جون اهلون ڪرڻ واري خاصيت جي ڪري هو ڪيترن ڇوڪرن جي نگاهہ جو مرڪز پئي رهيو. تڏهن دڙو ٻنورو روڊ ڪچو هو ۽ سڄي ڏينهن کي ٻہ چار بسون هلنديون هيون. سيٺ صديق ڪوريءَ جي ريزڪي دڪان جي آسڻ تي وڇايل اڇي اجري پٿرائي ۽ طول وهاڻي تي ويٺل هڪڙو اڇو اجرو ڇوڪرو جيڪو پوءِ پنجين وڳي شام ٻنوري ويندڙ بس جي اسٽاف سيٽ تي ويٺو نظر ايندو هو، سو الهڏني شاهہ جو لاڏلو پٽ اڪبر شاهہ هو.
گنج بحر تان گل محمد ۽ گل حسن ڪيڙانو، لاڪن مان آئون ۽ ڪانڌڙن جي ڳوٺ مان علينواز ڪانڌڙو روزانو صبح شام پنڌ ڪري

اسڪول پنڌ ويندا هئاسين. اڪبر شاهه پڻ صبح جو پنڌ ڪري اسڪول ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن گڏجي پوندا هئاسين ته سڀ ڪچهري ڪندا اسڪول ويندا هئاسين. اڪبر شاهه سچو رستو ڪلائي ڪلائي ڪيرو ڪري چڙهيندو هو. اتان ڪان اڪبر شاهه سان تعلق ٿيو. جيڪو وقت گذرڻ سان جيئن پوءِ تيئن گهرو ٿيندو ويو ۽ اڄ 45 سالن کان پوءِ به ساڳي عزت احترام ۽ گهرائپ سان قائم آهي.

هو پڙهائي ۾ مون کان ٻه ٽي سال سينيئر هو. جڏهن آئون دڙي مان مڊل پاس ڪري حيدرآباد جي نور محمد هاءِ اسڪول ۾ 1961ع ۾ داخل ٿيو هوس. تنهن کان اڳ هُو اتان وڃي چڪو هو. مون ميٽرڪ پاس ڪري ٽنڊي ڄام ۾ سنڌ زرعي ڪاليج ۾ داخلا ورتي ۽ ٻڌم ته اڪبر شاهه سنڌي پرائمري استاد ٿيو آهي. ان وچ ۾ سنڌ زمينن وچان سم نالي نڪرڻ ڪري سنڌ زمين کي پاٽي پياريندڙ گنج بحر نالي ڪنجي ويئي. پيچ بند ٿيڻ ڪري آبادي ختم ٿي ويئي. زمينون غير آباد ٿي ويون. مينهن جا ڌڻ بک جو کاڄ ٿي ويا. ڪڙم ۽ هاري ناري هليا ويا. معيشت تباهه ٿي ويئي. سائين الهڏني شاهه جي شاندار حويلي آهستي آهستي گنب جي ايري سيري گهر ۾ تبديل ٿي ويئي. تر ڀا هاڪارا وڏيرا جيڪي سائين الهڏني شاهه جي حويلي جا سلامي هوندا هئا. تن پوءِ پنڌ ايندڙ الهڏني شاهه کي ڏني به ڪو نه ٿي ڪيڪاريو. پئسي کي سلام آهي. بيٺل جو هر ڪو ۽ ڪريل جو تون ئي تون ۽ ائين لاڏ ڪوڏ جو پاليل سيداڻو ٻار، جنهن کي جنهن ٿي ڏٺو، رشڪ ٿي ڪيو. سو ماڻهن جي نظر ۾ هڪ معمولي ماستر ٿي ويو.

مذهبي سيد گهراڻي جو ٻار جنهن جي نسبت عليءَ رضه جي اولاد سان وڃيو ٿي ملي، ڌاڳن، ڦيڻن، دعائن، تعويذن ڪرڻ واري خاندان جو چشم و چراغ، جنهن پنهنجي شاعريءَ جي شروعات ئي امامن جي شان ساراهڻ سان ڪئي هئي. سو هاڻي پنهنجي گهر ۾، خاندان ۾ ئي ۽ سيداڻي پاڙي ۾ رائج مذهبي هٺ نوڪيل ريتن رسمن سان بغاوت

ڪري انسانيت جي بنياد تي سوچڻ لڳو هو ۽ پنهنجي ان صحيح سوچ جو ڪلي عام اظهار ڪرڻ لڳو هو.

ميرپور بٺورو ۾ ماستريءَ دوران سندس بينڪ امين لوهار جي پان ڪئبن هوندي هئي. اتي مرحوم عباس ميمڻ، مرحوم هارون لوهار، مرحوم غلام حسين شورو، جنهن جو سامهون منائيءَ جو دڪان هو، گڏجي ٽهڪن جا ٺاڙهيا ۽ ڪلن جا طوفان برپا ڪندا هئا. غلام حسين شورو ۽ امين لوهار جي ڪئبن جي پاسي ۾ قمر ميڊيڪل اسٽور هو. جنهن ڪي ڏنهن ڊاڪٽر قمر ۽ قاسم پٽر گڏجي هلائيندا هئا. اتي اڪبر شاهه جي واقفيت قاسم پٽر سان ٿي ۽ پوءِ اتان ڪان ئي اڪبر شاهه سياسي سفر جي شروعات ٿي. جيڪا پوءِ اڳتي وڌندي وڌندي وڃي سنڌي عوام تحريڪ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جي ميمبريءَ سان گڏ ٻين بنهه اهم ذميوارين سنڀالڻ تائين پهتي.

رسول بخش پليجو، شهيد فاضل راهو، مرحوم محمد خان مگسي، غلام نبي ڀهراڻي، حاجي ستابو ميرجت، قاسم ميرجت، قاسم پٽر، شير خان لنڊ، شهيد نجم الدين ميمڻ، يوسف ڪيڙانو، عالم شاهه، مٺو چانگ، ڪمال چانگ، اسماعيل چانگ، پنهون زنئور، مرحوم زٺو زنگيجو، مرحوم غلام حسين شورو، مرحوم غلام رسول شورو. ڊاڪٽر قمر، آئون ۽ ٻين گهڻ دوستن سان گڏ سائين اڪبر شاهه به سنڌ جي ستل عوام ۾ سجاڳي جي لهر پيدا ڪندڙ ”سنڌي عوامي تحريڪ“ جهڙي تنظيم جي بنياد رکندڙ مان آهيون. جنهن تنظيم بلا شبہ سنڌي عوام جي تقدير تبديل ڪرڻ ۾ هڪ ناقابل فراموش ڪردار ادا ڪيو.

سائين اڪبر شاهه تنظيم جي فيصلن مطابق مختلف دورن ۾ مختلف محاذن تي پنهنجي يڪتا صلاحيتن ڪي يگانو ۽ مستانو ٿي استعمال ڪري پنهنجي قابليت جو ڏاڪو ڄمايو ۽ تنظيم ۾ پنهنجي حيثيت مڃائي.

شاگردن جو محاذ هجي، ادبي محاذ هجي، سنڌي استادن جو محاذ

هجي، ڪلچر ونگ هجي، ليڪچرن جا ڪلاس هجن، سياسي مناظرا هجن، خفيه ڳڏجاڻيون هجن، حڪومتي اهلڪارن سان بحث مباحثو هجي توڙي رُنل ساٿين کي پرچائڻ اوکو ڪم هجي، سائين اڪبر شاهه جتي ويو ڪلندي ڪڏندي ڪٽي موٽيو.

اڳتي هلي جڏهن سنڌي عوامي تحريڪ کي پاڪستان عوامي تحريڪ جو نالو ڏيئي ملڪ جي ٻين مظلوم طبقن سان گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ سوچيو ويو، تڏهن اڪبر شاهه تنظيم جي قيادت سان اختلاف رکي اسماعيل سوهو، شير خان لنڊ ۽ ٻين ڪجهه دوستن سميت تنظيم کان الڳ ٿي ويو. پر پوءِ به سنڌ جي پرائمري استادن جي وڏي ۾ وڏي جماعت پ ٽ الف سان اجا تائين واڳيل رهيو، جنهن جو هڪ ٽرم دوران هو چونڊيل جنرل سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي.

اڪبر شاهه پيار محبت، قومي طبقاتي اونچ نيچ ۽ فطرت جي سونهن تي عوامي انداز ۾ پلوڙ شاعري ڪئي آهي. ڪهاڻيون لکيون آهن، مضمون لکيا آهن، ليڪچر ڏنا آهن، دوستن کي خط لکيا آهن. جيڪي شيون سنڌي ادب جو يقينن بي بها سرمايو آهن. لطيف سائين کي سندس شاعري جي روح جي گهراين تائين پڙهو هجي ته سائين اڪبر شاهه کان لطيف ٻڌجي. هڪ ڀيري رسول بخش پليجو چيو هو ته ”سنڌ ۾ فقط جيڪي به، ٽي ماڻهو لطيف سائين جي شاعري کي اصل گهرائين تائين پروڙي سگهيا آهن ۽ پيش ڪري سگهن ٿا. تن مان اڪبر شاهه به هڪ آهي.“

اڪبر شاهه جا جڏهن پيرون پڪا ها، تڏهن هن پڻ هڪ سونهن جي ديويءَ سان پيار جا پيچ اٽڪايا هئا. چيٽن جي چانڊوڪين ۾ غزل چيا هئا. سندس اهي غزل اُشا ويلي آڪاش ۾ اٽڪيل چڪور جون صدائون ٿي ٻُريا هئا. هن پڻ ان حسن جي ديويءَ سان لکي ڇپي سُرٻر ڪئي هئي ۽ سدائين لاءِ هيڪاندو هجڻ جا سهڻا سپنا ڏٺا هئا. پر سيدن ۽ پيرن جي متپيد واري معاشري ۾ هنن جو آشائون نراشائون ٿي ويون.

”تو لئہ سڪندي ٿئيڙم سال........“

سڪ، سڪ ئي رهجي ويئي، هڪ ٻئي لاءِ تڙپندڙ ٻہ روح تڙپندا ئي رهجي ويا. ٻنهي وچن ڪيو تہ:

”منهنجو تون ئي تون......۽ بس“

پوءِ نيٺ سونهن جي ديويءَ ڪان زبردستي وچن ٽوڙايو ويو. بلڪل رائج راويتي انداز ۾. پر اڪبر پنهنجو وچن ڪو نہ ٽوڙيو. سالن پڄاڻان، جڏهن ڪنهن ڪاڄ ۾ ٻئي ڳالهيئين پيا، تڏهن حسن جي ديويءَ ڪين پنهنجي سر جو قسم ڏيئي، وچن ٽوڙڻ لاءِ عرض ڪيو هو ۽ تڏهن پوءِ اڪبر شاهہ شادي ڪري ڇڏي، اڄ هو پنهنجي ڦلواڙيءَ ۾ گلن جي آبياري ڪري رهيو آهي.

اڪبر شاهہ جتي سچو سون آهي، تتي سندس ڪيڏي ڪيڏي مهل، ضدي طبيعت پڻ سندس لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿئي ٿي. مون کي ياد آهي تہ هڪ ڀيري اسان ٻنهي گڏجي ايم.اي انگلش ۾ ڪرڻ لاءِ حيدرآباد وڃي ڪنهن ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ جو پروگرام ٺاهيو هو. آئون تڏهن قمر ميڊيڪل اسٽور هلائيندو هوس. اڪبر شاهہ صبح جو نوين وڳي تيار ٿي اسٽور تي پهتو. پر مون کي ٻنهہ ڪنهن ضروري ڪم جي ڪري حيدرآباد پروگرام ملتوي ڪرڻو پئجي پيو. مون سائين کان معذرت ڪئي ۽ وري اڳئي هفتي ۾ هڪ ڏينهن مقرر ڪيوسين. بظاهر تہ سائين پڪي ڪري ويو پر پروگرام تي نہ پهتو، پوءِ ڪئين پروگرام رکياسين. پر سائين نہ پهتو. تانجو اڄ ڏينهن تائين اسان ٻئي ايم.اي انگلش نہ ڪري سگهياسين.

اڪبر شاهہ انهن ماڻهن مان آهي جيڪي ”ڏيڻ“ سکيا آهن. پر ”وٺڻ“ لاءِ سوچڻ جو وٿن ڪو نہ هوندو آهي. بلاشبہ اڪبر شاهہ سنڌي مسڪين ماڻهو لاءِ پنهنجو علم، عقل، صلاحيتون، جوانيءَ جون امنگون ۽ اهو سڀ ڪجهہ نڇاور ڪيو جيترو هڪ غلام قوم جو باشعور فرد پنهنجي قوم لاءِ ڪري سگهي ٿو.

مسڪين ماڻهو جي حمايت ڪندڙ سوين هزارين ڪارڪنن وانگر

اڪبر شاهه پڻ ظالم وڏيرن، راشي ڪامورن ۽ دلال ۽ گوال غدارن جي عتاب جو نشانو بڻبو رهيو. ڪڏهن ڇاٽي ٻجهي سندس پاٽي بند ڪيو پئي ويو تہ ڪڏهن ضلعي بدريءَ جي عذابن جي اوڙاهه مان ڪيس لنگهايو پئي ويو. ڪڏهن سندس پگهار بند ڪيا پئي ويا تہ ڪڏهن سندس چرپر تي پابندي وڌي تي ويئي. ائين قيامتن ۽ پل صراطن تان لنگهندو، لڏندو لمندو، پنهنجي هٿ جوڙيل ڪاغذ جي ڪشتيءَ کي گردابن کان بچائيندو، زندگيءَ جو سفر جهاڳيندو، جگر جي يرقان جو مريض بڻيو ۽ اسپتال وسائي ويٺو. ڊاڪٽر ڪان وڏيڪ هو پنهنجي وِل پاور تي موت جي فرشتن سان حيات جي جنگ لڙندو رهيو. پر نيٺ موت حياتي تي غالب بڻجي ويو ۽ هو اسان کان هميشہ هميشہ لاءِ جدا ٿي ويو.

اڪبر شاهہ مون کي لکڻ پڙهڻ ۾ مدد ڪئي. اڪبر شاهہ ئي مون کي سياست جي الف ب ت جي پٽي پڙهائي هئي. اڪبر شاهہ لفظن جو بادشاهہ تحرير ۽ تقرير ۾ يڪتا نہ رڳو مون، پر سوين ڪارڪنن پاڻ اڪبر شاهہ کان گهڻو ڪجهہ سکيو. هن پاڻ کي ناهڻ جا ڪيترائي موقعا رد ڪري ڇڏيا. ڪيترن ئي لالچن، لوبن ۽ سٺين مالن کي ٺڏي ڇڏيو.

اڪبر شاهہ جيڪو بظاهر هڪڙو سنڌي ماستر هو ۽ تازو ئي رٽائر ڪيو هئائين سو نہ رڳو سنڌي استاد هو، پر سندس گونا گون شخصيت جا ڪئين پهلو ۽ پاسا آهن. جيڪي هڪڙي ڪري انسان، سچي ڪارڪن ۽ ڪاهوڙي ڪردار جي نشاندهي ڪن ٿا. شال پالڻهار ڪيس پنهنجي ويجهو رکي.



# وفا ۽ نباهہ جو شاعر - اڪبر

نيڻَ نہ ننڊون ڪَن، پڳو آرسُ اکين،
اُڃهاميو ٻرَنِ، توکي ساريو، سُپرين! (لطيف)

زندگيءَ جي سفر ۾ سَرهاين سان گڏ ڏکن جا ساٿي بہ ملندا آهن. ڪن ساٿين جي صحبت پارس وانگي لوهہ کي بہ سون بڻائي ڇڏيندي آهي ۽ اهڙا ساٿي! ماڻهو عددي اعتبار کان گهٽ ضرور هوندا آهن پر خاصيتي لحاظ کان وڏي وَٽ هوندا آهن ۽ اهي پنهنجي فڪري ۽ علمي خاصيتن جا اثرات سوين ماڻهن جي ذهنن تي مرتب ڪري ويندا آهن.

انهي ڪري ئي چيو ويندو آهي تہ اهڙا ماڻهو مرڻا ناهن، ويس مٽائي ورڻا آهن. اهڙن ماڻهن جي فڪري سگهہ ايڏي تہ پائيدار ۽ زوردار هوندي آهي. جو موت بہ اُنهي کي مات نہ ڏيئي سگهندو آهي. شيخ اياز لکيو.

”تون نہ مرندين
تون نہ مرندين!“
چنڊ اِئن مون کي چوي ٿو،
هُو مٿان جو آهہ سارو
مَنڊ اِئن مون کي چوي ٿو.
سِجُ اِئن مون کي چوي ٿو.
مون ڇَنيو جو آهہ هِت سو
ٻج اِئن مون کي چوي ٿو،
”تون گُل و گلزار ٿيندين
پيارَ وارن جي گلي جا هارَ ٿيندين،
ڪنهن سِرنهن جي ڇانوَ ۾
هُو سُپاٽي جڻ تہ تنهنجي نانوَ ۾
پيار جو ڳالهيون ڪندا!

كنهن سُنهري سارَ جون ڳالهيون ڪندا
عشق جي اسرار جون ڳالهيون ڪندا!
مان چوان ٿو،
”تون نہ مَرندين،
تون نہ مرندين!“

سيد اڪبر جامع الصفات انسان هئو ۽ سندس زندگيءَ جو هر پهلو ايترو تہ جاندار ۽ وزنائتو آهي جو لکجي تہ ڇا ڇا لکي، ڇا ڇا لکجي. سادي سودي ڳوٺاڻي زندگي گذارڻ وارو هي ماڻهو نہ رڳو صاحبِ فڪر هئو پر صاحبِ ڪردار بہ هئو. هُن پرائمري استادن جي تنظيم ڪاري ڪان وٺي گمنام سياسي ڪارڪن ۽ هڪ بهترين مقرر (خطيب) ڪان وٺي هڪ بهترين نثر نويس اديب ۽ هڪ بهترين شاعر تائين هڪ ڏگهو پُر خطر پر پُر عظم سفر ڪيو ۽ ڪٿي بہ ٿڪ نہ پڳو. نوڪريءَ ڪان رٽائرمنٽ وٺڻ بعد جيتوڻيڪ هو بيمار گهارڻ لڳو هئو پر سندس سوچن ڪٿي بہ آس جو دامن نہ ڇڏيو هئو. سندس وجود ۾ پروميٿيس واري اها آڳ اجان بہ دُکي رهي هئي، جيڪا نہ رڳو هن کي تڙپائي رهي هئي پر اُها تڙپ بين ڏانهن بہ منتقل ڪري رهي هئي. اها آڳ پراڻين مُدي خارج روايتن خلاف بغاوت جي آڳ هئي. اها آڳ قومي غلامي جي زنجيرن کي پگهارڻ واري آڳ هئي. اها آڳ مسڪين ۽ مظلوم ماڻهن جي ويرين کي ويڙهڻ ۽ تباهہ ڪرڻ واري آڳ هئي.

سيد اڪبر پنهنجي ويچارن ۽ پنهنجي ڌرتي سان ذهني ۽ عملي طرح سدائين سلهاڙيل رهيو. هن ڪڏهن بہ ۽ ڪٿي بہ پنهنجي ذهن ۽ ضمير جو سودو نہ ڪيو ور نہ اسان جي اکين پنهنجي اڳيان ڪيڏا ڪيڏا ويرَ وڪامندي ڏٺا. ڪيڏا مانجهي مَت منجهائي ساجاهہ وڃائي گوڏا ٽيڪي ويهندي ڏٺا. اسان ڏٺا تہ ڪيترا سياسي بازيگر هٿن ۾ ڪشڪول کڻي واڳ ڌڻين اڳيان ٻڪيا لاءِ ڪئين نہ واجهائيندا رهيا پر اڪبر اِسٿر رهيو. طوفان ۽ هوائون، هن جي همتن کي نہ لوڏي سگهيو ۽ نہ جُهڪائي سگهيون. اڪبر هڪ ادنيٰ ڪارڪن ئي صحيح پر اُنهن سياسي پنڊتن ڪان گهڻو بهتر هئو جن سون تي سيڻ مٽائيندي ويرم

ئي نہ ڪئي.
سيد اڪبر بحيثيت شاعر وڏي قدڪاٺ جو ماڻهو آهي، اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هو پنهنجي فقيراڻي طبيعت جي ڪري ڏيک ويک کان پاسيرو رهندو هئو ۽ ايتريقدر جو پنهنجي شاعري مختلف اخبارن ۽ ادبي رسالن ڪي اشاعت لاءِ بنهہ گهٽ موڪليندو هئو، تڏهن بہ سندس ڳاٽيڙو سنڌي ٻوليءَ جي سنن شاعرن ۾ ٿئي ٿو.
شاعري، تخليقڪار جي انهي ڪرب ۽ پيڙاء جو اظهار آهي، جيڪا هڪ شاعر جي محسوسات کي ائين ڇُهي ڇيڙي وجي ٿي جيئن بادصبا مُڪڙين کي ڇُهندي ٽيڙي وجهي ٿي يا ڪنهن فنڪار جون آڱريون ستار جي تارن کي ڇُهندي سُرن کي ڇيڙي وجهن ٿيون. هڪ تخليقڪار جو ڪجهہ بہ وهندو واپرندو ڏسي ٿو، انهي کي معنيٰ خيز انداز ۾ محسوس ڪري ٿو، چاهي اهو آڪاش منڊل هجي، پرهہ جو پکيئڙن جون لاتون هُجن، شام شفق جي لالاڻ هجي، وهندڙ نهرن جو سرمدي ترنم هجي، رات جي سانت هجي، پن ڇڻ ۾ ڇڻيل پنن جو مرثيو هجي، بهار جي هبڪار هجي، ڳاهہ ۾ ڳهجندڙ هاريءَ جي حالت زار هجي، غربت ۽ افلاس جو هاجو هجي، بي وفائي ۽ بي مُروتي وارا رويا هُجن، مطلب تہ هر خارجي ۽ داخلي وارتا هڪ تخليقڪار کي نہ رڳو لُڇائي ٿي پر هڪ اهڙو جوهر بہ عطا ڪري ٿي جيڪو شاعري جي صورت ۾ ٻہ جلوه گر ٿيو پوي. اها شاعري صدين تائين زنده رهي ٿي، رُوح گرمائي ٿي، تڙپ وڌائي ٿي، سچ ۽ سُونهن جي سفر ۾ اڏ ۽ ڏيڍ ڏئي ٿي.
سيد اڪبر ڇمار جي ڪهڙي سال ۾ شاعري جي شروعات ڪئي، سو تہ معلوم ڪونهي پر ذاتي طرح ايتري سُڌ اتم تہ جڏهن هن جي جواني ٻور جهليو هئو ۽ سندس ڳلن جا انار ڳاڙهاڻ تي وريا هئا تہ هن شاعري سان لئون لاتي هئي. هو صرف سپنن جو سوداگر نہ هئو، پر زندگيءَ جي نوس حقيقتن جو ترجمان ۽ نقاد بہ هئو. هن هڪ نئين دنيا تخليق ڪرڻ ٿي چاهي، اها دنيا جنهن ۾ انسان جي جسم سان گڏ

انسان جو روح بہ آزاد هجي، هن هڪ نئون سماج اڏڻ ٿي چاهيو، جنهن ۾ بک، ڏک، افلاس ۽ استحصال بجاءِ سُک، پيار، امنُ آزادي ۽ انسان دوستي هجي. هڪ اهڙو سماج جيڪو مذهبي ڪٽر پڻي کان آجو لطيف سائين جي تصوف جو رکپال هجي. هن چاهيو ٿي تہ زندگيءَ جا سڀ رنگ موٽي اچن ۽ عمرن جا آزار ختم ٿي وڃن.

ٻُڌي پرت جون ڪي پڪارون پُڪارون
ڪري مست آيا، قطارون قطارون.
سُڻي سَڏ سُرن جا پيا پنڌ آهيون
جهنجهوڙي ويون هي تنوارون تنوارون
خدائي اوهان جي ڪٽي جت وڃي ٿي
اُتان ڪان اسان جون، اُڏارون اُڏارون.
ڏيئي سِر سَڳ لاءِ رکي ساک چڏي،
پلي رقص ڪن پيون بهارون بهارون.
اوهان جي وفا ۽ نباهہ جي اي اڪبر!
ڪندو جڳ پيڙو پچارون پچارون.

سيّد اڪبر پنهنجي شاعريءَ ۾ نج سنڌي لفظن جو اهڙو سيبائتو استعمال ڪيو آهي جو حيرت وٺيو وڃي ۽ هن جي زبان داني تي ڪيس داد ڏيڻو پئجيو وڃي. هڪ غزل ۾ هنن لفظن جو بطور قافيہ تز استعمال نہ رڳو ٻوليءَ جي مهارت ڏانهن اشارو آهي پر ڪٿي ڪٿي علامتي انداز بيان سان معنيٰ خيز ڳالهين ۽ مضمونن جي اُپٽار بہ نظر اچي ٿي.

ڪاري رات ڪان ڪهڙو ڊڄ.نيٺ تہ نڪري ايندو سج.
ماٺ چون ٿا موت ٿئي ٿي، پُل نہ بانڪا اهڙي ڪج.
پيار منجهاران پيار ئي سپجي، پوڪج پيارا اهڙو ٻج.
پارس سان ئي سون ٿئي ٿو، ٽورو ٽوڪ ٺُڪي تي تِج.
لوهہ بہ آخر ڳري وڃي ٿو، راڻا ٽورو ٽُون بہ تہ رج.

ائين نہ ايندو هُو اربيلو، ڪجهہ تہ اڪبر ڪپ ۽ ڪِج.
اهڙي طرح اڪبر جي تمام گهڻي مشهور وائي:

أٹ جهانگياٹي پر ٹون جهول،
مَڪ پٽن جي مُند اچي وئي،
پٽي هو پنهواري پاپي ويندا،
رُلـــي آيـــا جـــي رول.

هن وائي ۾ سنڌ ۾ ڏارين جي آبادڪاري ۽ ڌارين هٿان سنڌ جي سُونهن تاراج ٿيڻ وارو مضمون نهايت بي باڪي سان سُريلي انداز ۾ بيان ڪيل آهي. اڪبر شاعري جي مختلف صفن ۾ طبع آزمائي ڪندي سٺا نظم، غزل ۽ وايون لکيون آهن. جيڪي فني، معنوي ۽ لساني اعتبار کان أوچي پد جون تخليقون آهن. سندس نظم ”وقت“ هڪ سگهاري فڪر جو ترجمان آهي.

ڇا وقت سُتو آهي، ڇاڪاڻ سمهين ٿو ٿُون.
ڇـا ذات سُتـي آهـي ۽ لات سُتـي آهـي.
ڇا سچ ستـو آهي، پرپـارت سُتـي آهـي.
ڪـا تڙپ سُتي آهي، ۽ تـات سُتي آهـي.
ڇا وقت سُتو آهي ڇا ڪاڻ سُمهين تو ٿُون.

هن طويل نظم ۾ فطرت جي مختلف مظهرن جهڙوڪ چنڊ، چانڊاڻ، لهر، نهر، رات، سحر ۽ وغيره جي حوالن سان هڪ پيغام ڏنو ويو آهي، تہ جڏهن فطرت جو هر مظهر جاڳي رهيو آهي ۽ پنهنجي ڪم جنبيل آهي تہ پوءِ ٿُون ڇو سمهين پوين ٿو.
سندس هڪ ٻيو غزل بہ نج عام محاوراتي ٻولي وارن لفظن سان سينگاريل آهي جنهن جو مطلع ۽ بند هن ريت آهن.

مِٽي هيءَ ماڻڪ، مٽيان هيءَ مِٽي،
ڪندو ڪير ڪوڙهيو أنهي سان ڪِٽي.
ڪٽي اڪ ميـري نـهـاري ڏسي ڪـو،
ٻـڌائـي ڇـڏيـون ٿـا تـہ ويـنـدس ڦِـٽـي.

رُکي تي بہ راضي، پُسيءَ تي بہ پُورا،
وڏي وَٽ اسان وٽ پنّي ۾ چٽي.
اچي ڏِس تياري لڙائيءَ جي اَکبر،
متان راند پانئين ڏکر ۾ اِٽي.

همتون، جُرئتون ۽ بهادريون اکبر جي شاعريءَ جون ساٿي آهن. هو انهن مڙني روايتن جو پاسدار آهي، جيڪي انساني قدرن جو ڦهلاءُ ۽ احترام چاهين ٿيون، هن جي شاعري ۾ درد دل بہ آهي تہ فڪر روزگار بہ. هو سُونهن جو ساڪي بہ آهي، تہ سچ جو طرفدار بہ جرمن شاعر هائنرش هائني وانگي هو آزاديءَ جي جنگ جو سورهيہ سپاهي آهي. هائني چيو هئو.

"منهنجي تابوت ۾ هڪ تلوار رکجو، ڇو تہ مان انسان جي آزاديءَ جي جنگ جو هڪ ويڙهاڪ جوڌو آهيان"

جيتوڻيڪ اکبر ائين چئي نہ سگهيو هئو پر سندس تمنا اهڙي ئي هئي. هن اسان جي آزادي جي ويڙهہ وڙهي بہ ۽ وڙهڻ گهري بہ پر هڪ انوکي انداز سان جيئن شيخ اياز چيو.

مُون ڏات انوکي آندي آ، ٿي تند وڙهي تلوارن سان.

فسلطيني شاعر فدوي توقان جي هڪ نظم لاءِ انهي دور جي اسرائيلي وزير دفاع موشي يا مان چيو هئو تہ. "هيءَ هڪ نظم ڏهن ڪمانڊوز کان وڌيڪ خطرناڪ آهن."

ڪڏهن ڪڏهن قومن جي سُتل جذبن کي فقط شاعر ئي جاڳائي سگهندا آهن ۽ آزاديءَ جو سونهون بڻجي ويندا آهن.

شاعري جو آسمان بنهہ وشال آهي، انهي ۾ سماجي حقيقتن کان وٺي اندر جي اُڌمن کي سميٽڻ جي ڀرپور صلاحيت موجود آهي.

شاعري جماليات کان وانجهي هُجي تہ پوءِ اها شاعري ئي نٿي چئي سگهجي. هن سنسار ۾ سونهن ۽ سونهن سان انس جو لاڙو ئي سنسار کي قابل ديد رکندو آيو آهي. محبت هڪ اهڙي سگهاري قوت آهي، جيڪا ڪائنات جي ترتيب سان گڏ انسانن جي درميان پنهجائپ

جي پُل ٻَڌي ۽ مختلف جيئن کي جوڙي ٿي. اڪبر بحيثيت شاعر، انهي محبت جو امين به آهي ته پرچارڪ به. محبت ته پٿر کي به ميڻ بڻائڻ جي صلاحيت رکي ٿي، دوريون دور ڪري قربتون پيدا ڪري ٿي. سونهن ماڻهوءَ ۾ مُجسم هجي يا فطرت ۾ ان سان پيار ڪو پاپ ڪونهي. ڪير آهي جيڪو ڪنهن زلف گرهه گير جو اُسير نه ٿيو هوندو؟ ڪير آهي جنهن ڪڏهن حُسن ڏانهن اک کڻي نه نهاريو هوندو ۽ سيني جي من ۾ حُسن جي لگن آهي ۽ حُسن سيني جي چاهت جو مرڪز آهي.

چنڊ جهڙا پرين، سِج جهڙا سڄڻ،
تون هلي آءُ ته دل جا کِڙن هي اڱڻ.
لال ٽولئه لچان، راهه رويو پُڇان،
گيت تنهنجا ڳُچان من ٿين ڪي ملڻ.
سِڪ توکي سڏي، چن نه چوري چڏي،
ويهه گوڏو گڏي هاڻ ڪهڙا رُسڻ،
چاهه اڪبر چريو، ڏيل ڏاري ڏريو،
هيءُ هٽيڪي ڪريو، جنهن جا ڪهڙا جيئڻ.

۽

جواني اوجاني، جهليو ٻُور آهي،
رڙي روح ڏاڍو، پيو پُور آهي.
چٽي گل ويندا بُراڪيءَ جا پُورل
چري چت ٿيڙي صفا چُور آهي.

سيد اڪبر ۾ هڪ سگهارو تخليقي جوهر هئو ۽ هو ذات ڏٽي هئو، هن جيڪا به شاعري تخليق ڪئي سا سڀ با مقصد ۽ لاياٿي آهي. شاعر جي موت سان شاعر جو انت نه ايندو آهي. اڪبر اسان جي وچ ۾ موجود ته نه آهي پر سندس شاعري اسان جي ذهنن ۽ ضميرن جي ساٿي آهي. اياز چوائي:

شاعري منهنجي ته هوندي

آنءُ توسان کو نہ هوندس!
رات ٽيندي
چانڊني اُن کي چُمندي،
صبح ٽيندو.
سِج اُن کي ڏن ڏيندو
روشنيءَ جا ترورا ٽي،
سمنڊ جون لَهرون اُڏامي
اِئن ڪنديون منهنجي سلامي
چِڻ تہ منهنجي فوج آهن،
موج پنيان موج آهن!
آنءُ هي سنسار آهيان،
آئون توکان ڌار ناهيان
تون ڏسي سگهندين نہ مون کي
ساٿ پنهنجي نہ
شاعري منهنجي تہ هوندي
ها، برابر، آنءُ توسان کو نہ هوندس.



## اونداهين کي عقيدي طور نہ قبوليندڙ شخص

ٺٽي ضلعي جي ”ٺنڊڙي ويٺنام“ جي عرفيت سان ياد ڪيو ويندڙ شهر بٺوري لڳ هڪ وسنديءَ مان پاڻوهہ جو هڪ ڪڪر اٿيو، جيڪو بنا ڪنهن نظرياتي وابستگي جي امتياز ۽ سياسي ڪينہ پروريءَ جي، سڄي سنڌ تي ڏاهپ ۽ ساڃهہ جو وڏ ڦڙو وسائي هليو ويو. اسان سڀ سندس مقروضي آهيون، جنهن اسان کي سرت، ساڃهہ ۽ انقلاب جي پهرين ڦرهي پڙهائي. افسوس جو ڪيس ياد ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ٿائيم ئي ڪونهي.
جهمپير ۾ ساٿس پهرين ملاقات ۽ ان کان پوءِ مليل مار ـ بئي مون کي اڃا تائين ياد آهن. اهو ويساهہ سان ٺٽو چئي سگهجي تہ بابا طرفان مليل مار ملاقات جي يادگيريءَ جو سبب آهي يا وري ملاقات. مار جي

يادگيريءَ جو سبب، فرسٽ ايئر ۾ پڙهندو هئس، ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ بنا ڪنهن وٿيءَ جي شرڪت ٿيندي هئي، شاعريءَ جي وچڙندڙ مرض ڪان آئون به بچي نه سگهيو هئس. هڪ ڀيري جهمپير ۾ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻيءَ جي صدارت سيد اڪبر ڪئي. مون به هڪ عدد انقلابي نظم پڙهيو، ته تنقيد جي چريءَ سان اهڙي ته مٺي انداز ۾، پنهنجائپ سان ڪل لاٿائين، جو اذيت جو احساس ئي نه ٿيو، ڳالهيون به دل سان لڳيون، اصلاح به ٿي. اتي مون ڪي سنڌي ادبي سنگت جهمپير جي اها گڏجاڻي شدت سان ياد آئي هئي، جنهن ۾ مون ڀهريون پيرو پنهنجو انقلابي گيت پڙهيو هو، جتي هڪ علم دوست ماڻهوءَ جيڪا تنقيد ڪئي هئي، انهن لفظن جي اذيت اڄا به محسوس ڪندو آهيان. اها تنقيد هئي.

شاعری بچاری مر گئے الو کے پٹھے رہ گئے۔

ان دور ۾ اهڙي به "اصلاح تنقيد" ٿيندي هئي، پر سيد اڪبر جي اصلاح ۽ تنقيد جو انداز به ان شخص وارو هوندو هو، جيڪو قتل به ڪندو آهي، تڏهن به پيار سان.

ان سے ضرور ملنا، سلیقے کے لوگ ہیں،
سر بھی قلم کریں گیں بڑے احترام سے۔

مون ڪي چڱي طرح ياد آهي ته سنڌي ادبي سنگت جهمپير جي ان گڏجاڻي ۾ سيد اڪبر "جلال اڪبري" سان پنهنجو جڏهن انقلابي گيت پڙهيو هو. ته گهر جي ٻنيءَ ٻاهران انقلاب جي آهٽ محسوس ٿي هئي، اهو گيت هو، (لفظن جي گهٽ وڌائي ٿي سگهي ٿي.)

ڪيڏو آهي شور فضا ۾، ڏيهه اپا ڪيا ڏاڍا ووءِ،
سنگن وانگر سوئر سارا، لٽيا تن جا ڳاٽا ووءِ.

گڏجاڻيءَ بعد سنڌي ادبي سنگت جهمپير جي سيڪريٽري رسول بخش درس ڪن ۾ چيو ته، "شام جو منهنجي ڳوٺ سيد اڪبر جو ليڪچر

رکيل آهي، ڪجهہ ٻاهران ٻيا دوست بہ ايندا، هلي سگهين ۽ گهران موڪل ملي، تہ ضرور اچجانءِ“ سوچيم تہ موڪل گهرندس تہ گهران نہ ملندي، ٻَاقي وڃبو ضرور، سياڻي جيڪو ٿيندو، ان کي انقلاب جي جهول ۾ وجهي ڇڏبو.

شام ٿيندي ئي آئون بہ سيّد اڪبر جو ليڪچر، شهر کان ٻہ ڪلو ميٽر پري رسول بخش درس جي ڳوٺ ٻَڌڻ لاءِ پهچي ويس. انقلابي گيت، ليڪچر ۽ تقريرون سڄي رات هليون، اتي ڪارايل مڇيءَ جو پيٽ ۽ مڇرن جا انقلاب دشمن حملا اڄا تائين مون کان وسري نہ سگهيا آهن.

بابا شام کان وٺي سڄي رات ڳوليو، بنا ٻڌائڻ جي ويو هئس. ٻئي ڏينهن جيئن ئي گهر پهتس تہ پسيا رکيا هئا. ڏک اهو اٿم تہ منهنجي حصي جي اڌ مار منهنجي ماءُ وچ ۾ پئي کاڌي هئي. ياد اٿم تہ سيّد اڪبر جو ليڪچر سنڌي سماج ۾ انقلاب جي راهہ ۾ ايندڙ رڪاوٽن بابت هو. ان شاعراڻي ٻوليءَ واري ليڪچر ۾ جيڪي رڪاوٽون ٻڌايل هيون، انهن ۾ گهر جا پوڙها، ذاتين جا لوڙها، مت جا موڙها..... وغيره ڳڻايل هئا. اهو منهنجي سياسي سفر جو آغاز هو، جيڪو سيّد اڪبر جي انقلابي ليڪچر سان ٿيو.

سنڌ ۾، خاص طور تي ٺٽي ضلعي ۾ عملي حوالي سان ساڃهہ وندن جي سرواڻي سيّد اڪبر جي حصي ۾ آئي هئي. سنڌي ادبي سنگت جو پليٽ فارم هجي يا پ.ٽ .الف جي تحريڪ، يا ڪا سياسي ۽ جمهوري جدوجهد، سيد اڪبر جو ان ۾ سرواڻيءَ وارو ڪردار رهندو هو. ان لاءِ ڪيس ضلعي بدر بہ ٿيڻو پيو. نفاست پسند، راڳ سان رغبت رکندڙ، پرڪشش شخصيت جو مالڪ، دريا دل، سحر گفتاريءَ وسيلي محفلن تي ڇانئجي ويندڙ، شاهہ لطيف جي پارکو سيد اڪبر جي ذڪر کان سواءِ ٺٽي ضلعي جي شعور جي تاريخ اڻپوري رهندي. 70ع واري ڏهاڪي جي اڌ کان وٺي 80ع واري ڏهاڪي جي اڌ تائين ڏهاڪو کن سال سنڌ ۾، خاص طور تي ٺٽي ضلعي ۾ سياسي شعور جي عروج وارو عرصو ليکيا وڃن ٿا. اهي ذوالفقار علي ڀٽي جي اقتدار جا

پڇاڙڪا سال ۽ ضيائي آمريت جا اوائلي سال هئا. سياسي ڪارڪنن جهڙي نموني سان سنڌي ادبي سنگت ۽ پ ٽ الف سميت مختلف پليٽ فارم ڪي شعور ۽ ساڃهه توڙي مزاحمت جي مورچن طور استعمال ڪيو هو، جهڙي نموني سان ڪارڪنن جي سياسي ترتيب ۽ تعليم ٿيندي هئي، اها تہ هاڻي ڏسجي ئي نٿي. محسوس ائين ٿيندو هو تہ اهي تنظيمون ڪنهن انڊر گرائونڊ انقلابي تنظيم جا اوپن فرنٽ آهن. ان دور ۾ جڏهن سياسي جلسا نہ ڪري سگهبا هئا، تہ سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان ”جشن لطيف“ ئي ميڙاڪن جو ذريعو هوندا هئا. لطيف جي اوٽ وٺي انقلاب جي جا ڳالهہ ڪئي ويندي هئي، انقلابي گيت هر گهر تہ نہ، تہ بہ هر ٻئي، ٽئين گهر ۽ بازارن توڙي دڪانن تي ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. انقلابي گيتن کي نئين نئين صنفن ۾ آندو ويو، ايتري قدر جو انقلابي مولود پڻ ڇپيا ويا. ان سموري ڪم ۾ سيد اڪبر جو ڪردار سرواڻيءَ وارو رهندو هو.

سيّد اڪبر عملي ماڻهو هو، ڪيس بي عمل جذباتي نعري بازيءَ ۽ لفاظيءَ کان چڙ هوندي هئي. پاڻ کي دودو، هوشو، هيمون ۽ دولهہ دريا خان سڏائي ڪنڌ ۾ ڪلي هڻي هلندڙ خود ساختا سورمن کي هو چوندو هو تہ، ”هوشو، هيمون، دودو ۽ دولهہ پنهنجي پنهنجي دور ۾ عظيم هئا، پر زمانو اڳتي وڌي پيو، توهان بہ ان معيار کان اڳتي وڌو. انهن سورمن جي سورهيائي، سنڌ سان محبت ۽ عوام دوستيءَ جي سدا بهار ٻوٽيءَ کي ڏندي ڪوندي ۾ گهوٽي، پي اوڳرائي ڏيئي چئو تہ آئون هن جديد دور جو جديد سورمو آهيان، ڪئين دودا، هوشو، هيمون ۽ دولهہ منهنجي وجود ۾ آهن ۽ مون کي اتساهي رهيا آهن.“ هتي سيد اڪبر جو مقصد هو تہ دودي، هوشو، هيمون ۽ دولهہ کي ماضيءَ جي دليريءَ جو اهڃاڻ بڻائي مثال طور پيش ڪري دنيا کي ڏيکارجي، پر پاڻ ڪجهہ نہ ڪجي، اهو سياسي ڪارڪن کي نہ جڳائي، سياسي سفر ۾ ”هٽڻ، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ“ جو قائل سيد اڪبر عملي ماڻهو هو، پر خيالي دنيائن ۾ رهڻ وارو نہ. ان خيال جي آڌار

تي نئين دنيا تخليق ڪرڻ لاءِ جاڪوڙيندڙ انقلابي ڪردار، پر اهڙو ڪردار نہ جيڪو جوش مليح آباديءَ وانگر اها سڌ ڪري تہ،

اپنی شانوں پر سر رکھ کہ سونے دے اے ساقی
انقلاب آئے تو ہمیں بھی جگا دینا۔

جڏهن سنڌ جي سياسي سجاڳي، شعور، هلچل ۽ مزاحمت جي تاريخ لکي ويندي، اتي جڏهن ٿٽي جي ٽيڊي هوٽل ڪان وٺي حيدرآباد جي اڳوٽي گرانڊ هوٽل تائين، ڪيفي جارج ڪان حيدرآباد جي ڪوڪر محلي واري ڪيفي روبي تائين مختلف جاين جو ذڪر ايندو، تہ مورخ گاڏي کاتي حيدرآباد جي سلطان هوٽل واري چوراهي وٽ هڪ حجام جي دڪان جو ذڪر پڻ ضرور ڪندو (جيڪو دڪان بعد ۾ منظور چيمبرس ۾ منتقل ٿي ويو هو.) سيد اڪبر جڏهن ڪنهن تنظيمي ڪم ڪار سان حيدرآباد ايندو هو، تہ سيني ذاتي دوستن توڙي سياسي ڪارڪنن جي رابطي لاءِ اهو دڪان استعمال ٿيندو هو. سيد اڪبر جو ذاتي دوست هجڻ ڪري اهو دڪان وارو ”هڪ پنهونءَ جي ڪري سڄي جت ذات جي گوليءَ“ جو ڪردار ادا ڪندو هو.
اها سوشلسٽ نظرئي جي ناڪامي نہ پر پرولتاري قيادت جي غداري هئي، جنهن سبب سوويت يونين ٽٽي ويو. جنهن ڪان پوءِ گلوبلائيزيشن جي گمراهہ ڪندڙ نعري سڄي دنيا کي پنهنجي گرفت ۾ آڻي ڇڏيو آهي. پاور پالٽيڪس جي بازار ۾ هر شيءِ تي ”براءِ فروخت“ جو اسٽيڪر نظر اچي ٿو. اتي ڏک اهو آهي تہ هاڻي اها طلب ۽ تڙپ بہ نہ رهي آهي، جيڪا روشن صبح تائين رسائيءَ لاءِ اتساهي. حقيقت ۾ ماڙيون نہ ٿيون مارين، پر مارن جي مُنجهہ ماريو وجهي.

یہ دُکھ نہیں کہ اندھیروں سے صلح کی ہم نے
ملال یہ ہے کہ اب صبح کی طلب بھی نہیں۔ (پروین شاکر)

هن وقت سنڌ جي سياسي شعور کي اين جي اوز جي وڪڙ ۾ آڻي

ڪرپٽ ڪيو پيو وڃي، نه صرف سنڌ، پر سڄي ملڪ مان نظرياتي تعليم جا مڏ پيالا آڇيندڙ ڪلالڪا هٽ ڪڏهوڪا بند ٿي چڪا آهن، پر پراڻا پياڪ اڃا تائين به ان مڌ جي سڌ ڪندي ڪنهن روشن صبح جي اوسيئڙي ۾ اکين کي اوجاڳا ڏيئي جاڳن پيا، ته جيئن آڇپي جا پهريان ڪرڻا پنهنجي اکين سان ڏسي سگهن. سيد اڪبر وانگر ڪيترائي اهي روشن صبح ڏسي نه سگهيا، پر آخر تائين انهن پنهنجي نيڻن جي ان آس، تڙپ ۽ اتساهه کي موت اچڻ نه ڏنو. اها ئي سندن عظمت هئي، جو انهن اونداهين کي عقيدي طور نه قبوليو، انقلاب جي آس کي نراس جي ننڊ نهوڙي نه سگهي.



# غمن کي ڏڪيندڙ عالم

سنڌ جي تاريخي ماڳ ٺٽي جي شهر دڙي جي پر ۾ پنهنجي رمين جي ٽڪري تي رهندڙ ڪچي گهر ۾ سنڌ جو عظيم ۽ مهان اديب، دانشور ۽ ڪشاده دل انسان سيد اڪبر شاهه جو وڇوڙو اسان سمورن دوستن لاءِ انتهائي ڏک جو عالم آهي. اڪبر شاهه جهڙا ماڻهو تاريخ ۾ پنهنجو پاڻ ملهائي وڃن ٿا پنهنجي اصول ۽ زندگي سان هن جي جيڪا ڪمٽمينٽ هئي ان تي پورو رهندڙ، پنهنجي غريبي حال ۾ رهندي دوستن جي هر ڏک سک ۾ شامل رهندڙ پ ٽ الف جو پليٽ فارم هجي يا سياسي ميڙ هجي يا قومي ڪاڄ هجي جيڪڏهن اڪبر شاهه اسٽيج تي پهتو ته پويان مقرر سندس تقرير جا حوالا ڏئي ٽائيم پاس ڪندا. شاهه ڀٽائي رح جي ڪلام تي سندس ايتري ته دسترس هئي جو جنهن به موضوع تي ويهندو هيو موضوع جي مطابقت سان شعر پڙهندو هيو. مون کي ياد آهي ته سائين راشد موري تعلقي جي اليڪشن کٽي. پولنگ واري ڏينهن اڪبر شاهه اتي موجود هيو ۽ حلف وفاداري جي تقريب ۾ جيڪا هن تقرير ڪئي هئي. موري جي حوالي سان ٻڌندڙن کي ڏندين آڱريون اچي ويون. سندس شاعري ۽

نثر جيڪي سندس زندگي ۾ نه ڇپجي سگهيا. اهي سائين قادر بخش طالباڻي جي ڪوشش سان ڇپجي چڪا آهن. ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ خبر پوندي ته سنڌ ڌرتي ۾ اهڙا به ڪي گمنام هيرا آهن. جيڪي جهوپڙين ۾ رهي ڪري ڪيترا نه عظيم ٿي رهيا. جڏهن به حيدرآباد ايندو هيو ته خصوصن مولابخش ٻرڙو، راشد مورائي ۽ منهنجي پڇا ضرور ڪندو هيو. ڪنهن معاملي ۾ منجهندا هياسين ته ڪيس کان معاونت وٺندا هياسين. پاڻ بيماري ۾ مبتلا هوندي به جنهن ڪيس ڪي ڪچهري لاءِ سڏيندو هيو ته پهچي ويندو هيو ۽ هر ماڻهو کي منهن تي حق سچ چوڻ وارو هو. اڄ اڪبر شاهه هتي موجود نه آهي سندس روح اسان سان گڏ آهي. حيدرآباد ۾ هئڻ سان لکڻ وقت آءُ اهو محسوس ڪري رهيو آهيان ته سائين اڪبر مون سان گڏ ويٺو آهي ۽ ٻڌائي سائين جا بيت ٻڌائي رهيو آهي.

اهو ڏينهن مون کي اڃا تائين نه وسريو آهي. پ ٽ الف مرڪز جي گڏجاڻي هيٺ سائين نٿي ضلعي جو صدر هيو. ميٽنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ شام جو مون کي چيائين ته مون کي يونيورسٽي ڪٽي هل ته قلندر شاهه سان ملي اچون. اتي جڏهن اسان پهتاسين ته قلندر شاهه کي ڏسي ائين خوش ٿيو ڄڻ مڇي پاڻي ۾. ڪافي عرصي کان پوءِ ٻنهي دوستن جي ملاقات هئي آءُ سندن ڪچهري مان لطف اندوز ٿي رهيو هيس. ڄامشورو ڦاٽڪ تي امداد حسيني کي ڏٺائين مون کي چيائين ته گاڏي روڪ امداد سان ڏاڍي ڪچهري ڪيائين. سندس اوطاق تي ڪو مهمان لڙي آيس ته عيد محسوس ڪندو ۽ دسترخوان ڪنهن وڏي ماڻهو کان گهٽ نه هوندو.

ڪچهري جو ڪوڏيو ويهڻ کانپوءِ دل نه چوندي ته سندس ڪچهري مان اٿجي. آءُ جڏهن بيماريءَ جي حالت ۾ ڪراچي هيس، سائين، طالباڻي ۽ پير علي مير سان گڏجي منهنجي عيادت ڪرڻ آيو ته مون کي ڏسي ڏاڍو پريشان ٿيو. يڪدم پاڻ سنڀالي مون کي دلداريون ڪل پوگ ڪري منهنجي دل بهلائڻ لڳو. مون کي چيائين ته يار تون

ڏکجي پئين، اسان جون تو ۾ تمام وڏيون اميدون آهن. الله توکي خوش ڪندو. ميٽنگ ۾ بور ٿي جڏهن پنهنجي منهن ويهي ڪچهري ڪندا هياسين ته سمورا ٽڪ لاهي ڇڏيندو هيو. هڪ دفعي سائين ظالباڻي سان ملهايل رهاڻ ۾ شريڪ ٿياسين مون ٽي اجرڪ ورتا. هڪ اجرڪ سئي ۽ تمام مهانگي هئي. جيڪا هالن مان ورتم، سائين راشد جي لاءِ، جلسي ۾ اهو اجرڪ ڪنهن بئي دوست ڏانهن هليو ويو. جلسي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن ويناسين مولابخش ڪيس کي ٻڌايو ته سائين راشد جو اجرڪ فلاڻي ماڻهو ڏي ويو آهي ته اچي ڪليو ۽ ان کي جيڪي گاريون ڏنائين سائين راشد ڪيس کي چيو ته اڪبر تنهنجي گارين ڏيڻ جو انداز به اهڙو آهي جو دل چاهي ٿي ته اهي مون کي ويهي ڏي.

اسان سندن جي لاءِ ڏٽي در دعاگو آهيون ته الله تعاليٰ ڪيس کي جنت ۾ جاءِ ڏي ۽ اسان دوستن کي توفيق ڏئي. سائين اڪبر شاهه جو پورهيو سنڌ جي عوام تائين ڪتابي صورت ۾ پهچايون.



## هڪ باهمت انسان

ماڻهو ته جيئي ۽ مري پيو ۽ اهو فطري عمل جو هڪ اهڙو سلسلو آهي جيڪو صدين کان اڄ تائين پنهنجي امر جو پابند ۽ اٽل آهي ان ۾ ڪجهه گهڙين جي گنجائش يا مهلت نه ڪلهه، نه اڄ آهي ۽ نه سڀاڻي لاءِ به ان ۾ ڪا اميد رکي سگهجي ٿي. ۽ اها جيئڻ مرڻ واري حقيقت ايتري ته واضح ۽ چٽي آهي، جو انسان جي جسم جو وار به ان کان واقف آهي. اهڙي حقيقت ڄاڻڻ ڪانپوءِ ڪنهن تي ڏک ڪجي. ۽ سو به سيد اڪبر شاهه جهڙي هڪ عظيم انسان لاءِ جيڪو زندگي جي اهڙين اٽل ۽ نفيس حقيقتن جو ڄاڻو ۽ زندگي جي عظمت جي ڏاهپ رکندڙ ڏاهو شخص رهيو هجي. جن اهڙي حقيقت کي مذاق سمجهو، سي خود زندگي لاءِ هڪ مذاق بڻجي رهجي ويا. انهن کي سيد اڪبر شاهه

جهڙي عظيم زندگي جيڪڏهن پنج سئو سال جيئن ته به حاصل نه ٿيندي.
انهيءَ ڪري رڳو اهو ضرور آهي ته، جياپي جي انهن چئن ڏينهن جي چند گهڙين لاءِ زندگي جو ڪو مقصد، ڪو آدرش ضروري آهي.
ان حوالي سان سيد اڪبر شاهه جهڙي ڏاهي انسان جي زندگي تي ڪجهه لکڻ مون جهڙي هڪ عام انسان جو لکڻ ته ان سان مڪمل انصاف ڪري ڪونه سگهندو، پر محترم سائين قادر بخش طالباڻي صاحب جن جي چوڻ موجب چند اکر منهنجا عرض آهن.
مان نه ته ڪو اديب آهيان، نه شاعر آهيان ۽ نه ڪنهن مفڪر جي حيثيت ٿو رکان. مان آهيان ته رڳو بس هڪ ناميارو ڍولڪ نواز آهيان. جنهن جي فن جي سڃاڻپ صرف رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي جي ڪنهن لکيل ڪتاب جي هڪ اڌ پيراگراف تائين محدود رهي آهي. اهڙي طرح منهنجي زندگي جو وڏو حصو ردم سان رهيو آهي. مان هڪ ڍولڪ نواز آهيان. ۽ سيد اڪبر شاهه جڏهن ته نه رڳو هڪ سٺو شاعر پر هڪ ڏاهو اديب، هڪ شفيق استاد هڪ انسان دوست، قائدانه صلاحيت جو مالڪ، هڪ سٺو سياستدان، هڪ انقلابي مفڪر، مطلب ته سائين جن گهڻ رُخي شخصيت جا مالڪ رهيا. سو اهڙي انسان تي لکڻ مون جهڙو ادنيٰ آدم انصاف ته ڪري ئي نٿو سگهي. بس ذڪر حال ڪندي اهو ٿو چوان ته منهنجو ساڻن لڳ ڀڳ پندرنهن سال جو تعلقات رهيو. ان دوران مون ڪيس پنهنجي قريب نظر ن سان ڏسي پنهنجي قلب کي سندس قربت سان به ڏوتو هوندو. سيد اڪبر شاهه هڪ شاعر جي حيثيت سان گڏو گڏ سنگيت سان به گهري دلچسپي رکندا هئا، هونئن ته هر شاعر جي سنگيت سان دلچسپي رکڻ منهنجي خيال ۾ هڪ فطري عمل به آهي. پر سائين اڪبر شاهه ڪنهن حد تائين (سنگيت ۾ جنهن کي لئي چئبو آهي) ان جي به هڪ سٺي ڄاڻ رکندڙ هو.
مون عرض ڪيو ته آئون هڪ ڍولڪ نواز آهيان ۽ عمر جو گهڻو

حصو رڏم جي سوز ۾ رهيو آهي. سائين اڪبر شاهه سان گڏو گڏ سنڌ جي ٻين به ڪيترن ئي ناميارن شاعرن سان منهنجو سٺو تعلق رهيو آهي. مون ڪيترن ئي انهن شاعرن مان اهو محسوس پئي ڪيو آهي ته شاعر طبع ماڻهو ۾ پنهنجو هڪ الڳ ۽ منفرد قسم جو روحاني رڌم موجود رهي ٿو. ڪيترن شاعرن جي ته گفتگو واري چال ۾ به مون هڪ عجيب قسم جو رڌم پئي محسوس ڪيو آهي.

اهڙي طرح سيد اڪبر شاهه جي گفتگو ۾ به هڪ اهڙي مٺاس ۽ هڪ اهڙو سريلو رڌم هوندو هو جو سندس گفتگو ٻڌندڙ تي ڄڻ ته هڪ قسم جو سحر طاري ٿي ويندو هو ۽ ڪنهن تي هڪ دفعو به سندس ان منڙي گفتگو جو جادو جيڪڏهن هلي ويندو هو ته اهو ماڻهو مون جيئان سندس قربت جي ڪڙئي ۾ جڙجي ويندو هو.

ان کان علاوه سيد اڪبر شاهه هڪ مضبوط دل انسان ۽ گهري طبيعت جو مالڪ هو. هو جيئڻ ۽ مرڻ ٻنهي جي مقصد کان پوري طرح واقف هو. پر آئون ائين به چوندس ته هو اهڙي اٽل حقيقت جي فلسفي جي ڏاهپ جو ڏٽي به هو.

هونئن ته بنيادي طور اسان ٻئي هڪڙي ئي شهر ميرپور بٺورو جي علائقي جا هئاسين، پر زندگي جي مصروفيتن سبب روز ملڻ ته قسمت سان ٿيندو هو. باقي ڪنهن ادبي پروگرام يا ڪنهن ثقافتي پروگرام يا شهر جي ڪنهن ميوزيڪل پروگرام ۾ ته ملاقات ٿيندي رهندي هئي. مطلب ته نه ملياسين ته نه ملياسين پر جيڪڏهن سال ۾ هڪ دفعو ڪا ملاقات ٿيندي هئي ته سائين جن نه ملڻ واري مدي جي اڄ پوري ڪري ڇڏيندا هئاسين. پر مهينن تائين به ثمر ڏيئي ڇڏيندا هئا. سنڌي ادبي سنگت بٺورو طرفان ڍولڪ نواز جي حيثيت سان جڏهن مون سان شام ملهائي هئي ته ان جي صدارت به اڪبر شاهه ڪئي هئي. هو منهنجي تمام گهڻي عزت ڪندو هو. ائين به نه ته ڪو آئون هن کان عمر ۾ وڏو هئس تنهن ڪري. بلڪ اسان تقريبن هم عمر هئاسين يا ٿي سگهي ٿو سال ٻن جو فرق هجي، پر فن جي

حوالي سان جنهن فن کي مون زندگي ڏني ۽ جيجي الهوسائي مرحوم سان شادي ڪرڻ ڪانپوءِ زندگي جو باقي بچيل حصو بہ مون پنهنجي فن کي ڏئي ڇڏيو. بعد شادي منهنجي ان مقصد کي ئي وڏيڪ عزت ڏيندا هئا. اهو انهيءَ ڪري جو سيد اڪبر شاھ خود پاڻ بہ هڪ بامقصد ۽ باهمت انسان هو. مون ڪڏهن اڪين سان نہ ڏٺو تہ، ڪنهن بي مقصد ۽ بي همت انسان سان سندس تعلقات رهيا هجن.

زندگي جي آخري گهڙين ۾ جڏهن پاڻ ڪراچي سول اسپتال ۾ داخل هئا اتي سندس زندگي جو مقابلو ڪينسر جهڙي موذي مرضي سان هو. چوندا آهن تہ شينهن جهڙي شهرت رکندڙ دلير ماڻهو بہ زندگي جي اهڙين آخري گهڙين ۾ همت هاري ويهندا آهن ۽ پنهنجو عقل، وس بہ هٿان وڃائي ويهندا آهن. پر مون ان بي جان بستري تي ڪينسر جهڙي دشمن مرض کي پاڪر پائي ستل سيد اڪبر شاھ جي همت ۽ حوصلي کي ائين زنده سلامت ڏٺو جو مان اڄ بہ ائين پيو محسوس ڪريان تہ ڄڻ سندس اها همت منهنجي جان ۾ حُلول ٿي وئي آهي ۽ شايد منهنجي زندگي جي آخري گهڙين ۾ بہ منهنجي مددگار ثابت ٿئي.

هڪ شاعر جي حيثيت ۾ سيد اڪبر شاھ قومي حوالي ڪان هن کي پنهنجي ڏوٿين ۽ جهانگيئڙن سان هڪ لطيفي محبت پڻ هئي.

جهانگياڻي اٿي پر تون جهول، مڪ پنڻ جي مند اچي وئي

جيڪو استاد علي محمد خاصخيلي ۽ سندس فرزند الهڏني خاصخيلي بہ اهو گيت ڳايو آهي. جنهن بہ اهو گيت ٻڌو هوندو تہ ان کي ائين محسوس ٿيندو هوندو تہ سيد اڪبر شاھ پنهنجي ڏوٿين کي ڏُٽ ميڙڻ لاءِ ائين پيو سڏي جو ڏوٿين ڏٽ نہ ميڙيو ۽ مند وئي هلي تہ ڄڻ سندس ئي هڪ وڏو قومي نقصان پيو ٿئي. يا پنهنجي مسڪين ماروئڙن جي محبت ۾ ٻي هنڌ هيئن ٿو چوي.

”عمر هو اڇن پيا اباڻا اباڻا، روئن نيڻ جن لئہ نماڻا نماڻا.

مطلب تہ پنهنجي سانگيئڙن جي سرير ۾ بدحالي جو سور محسوس

ڪرڻ سيد اڪبر شاھ جي جڻ ذاتي زندگي جو مسئلو ھو.
آئون ھڪ عام انسان جي حيثيت سان سيد اڪبر شاھ صاحب تي ايترو جامع تہ لکي نٿو سگھان. بس ايترو چوندس تہ جن سانگين جي صحبت ۽ محبت من ۾ رکي سيد اڪبر شاھ پنھنجي شاعري جي وسيلي انھن جي ڏکن ۽ پيڙائن جو اظھار ڪيو آھي تہ آئون بہ سنڌ جي انھن اباڻن جي وجود مان آھيان. تنھن ڪري سندس احسانن جو وزن تہ ڪجھ منھنجي سر بہ اچي ٿو پر آئون ناچيز سندس احسانن جو صرف شڪريو ئي ادا ڪري سگھان ٿو. يا وڌ کان وڌ اھا دعا رب تعاليٰ کان گھري سگھان ٿو تہ يا رب! تون انھن احسانن جي بدلي سيد اڪبر جي جنت الفردوس ۾ جڳھ ڏجان. ۽ سندس پونئيرن کي پنھنجي جيئاپي جي اھا ئي ھمت عطا ڪجان. جيڪا تو سيد اڪبر شاھ کي عنايت ڪئي ھئي.
آخري ۾ شاھ لطيف جي بيت سان اڪبر شاھ جي پيٽا ڏيان ٿو تہ:

مون سي ڏٺا ماءُ، جن ڏٺو پرين کي،
تنھين سندي ڪا، ڪري سگھان نہ ڳالھڙي (شاھ)



## ھڪ باضمير استاد

لاڙ جي عالمي ۽ ادبي افق تي قطب نما جيئن چمڪندڙ سيد اڪبر شاھ پرائمري استاد جي حيثيت ۾ چاليھ سال سنڌ جي نئين نسل کي علم جي روشني عطا ڪندو رھيو آھي ۽ ٻارن جا ذھن تراشيندو رھيو آھي.
منھنجي خيال ۾ ھڪ ٻار جو ذھن علم/عقل جي روشني جا جيڪي پھريان ڪرڻا جھٽي ٿو. اھي استاد جا عطا ڪيل ٿين ٿا. استاد اھو سنگتراش آھي جيڪو انسان جي مٽي کي نئين سر ڳوھي ماڻھو جو ضمير ۽ خمير تراشي ٿو. استاد جا ھٿ جڏھن انساني ذھن کي ڇھن ٿا تہ اھي ان کي ھڪ اھڙي فنپاري ۾ تبديل ڪريو ڇڏين، جيڪي دنيا

کي بدلائڻ جي سگهه رکن ٿا. هر استاد اهو چاهي ٿو ته هڪ ڀار وڌ کان وڌ متاثر استاد کان ٿئي ٿو ۽ استاد ھن جي ننڍڙي ذهن تي گهرو اثر ڇڏي ٿو. هاڻي اهو استاد تي منحصر آهي ته هو ٻار جو ذهن ڪيئن ٿو تراشي.

پوري دنيا جا سڀ ناليوارا سياستدان، سائنسدان، استاد، انجنيئر، ڊاڪٽر، عسڪري ماهر مطلب ته هر شعبي ۾ ليڊر شپ ماڻيندڙ/مهارت رکندڙ جيڪي شخصيتون انهن استادن جون پيداوار آهن، جيڪي خود ته گمنامي جي اونداهي ڪنڊ ۾ گم ٿي ويا آهن مگر اهڙين شخصيتن کي جنم ڏئي ويا، جيڪي دنيا جي اوسر تي پنهنجا اڻمٽ نشان ڇڏي ويا ۽ ڇڏي رهيا آهن. اڪبر شاهه اهڙن استادن مان هڪ آهي. اڪبر شاهه پنهنجي شاعري توڙي تقرير ذريعي ٻڌندڙن جي حواس تي ڇانئجي ويندو آهي ۽ شعلي بيان انداز سان ذهن تي هڪ خوبصورت تاثر ڇڏيندو آهي.

ايوب خان جي مارشل لا هجي يا سنڌ اندر ٻولي جو مسئلو، آءُ ائين چوان ته سنڌ کي غلام رکندڙ قوتن کي سيد اڪبر پنهنجي شاعري، تقرير ۽ تحرير ذريعي هميشه ننديو آهي. ايوب خان جي ظلمن خلاف لکڻ جي پاداشت ۾ اڪبر شاهه کي لاڙ جي هڪڙي ڳوٺ ۾ Transfer ڪيو ويو. جتي سندس زباني رات جي وقت حاجت محسوس ٿئي ته ڪٿ هيٺ لهڻ به خطري کان خالي نه هئو. متان ڪو نانگ نه ڪکي وجهي يا پٽون نه ڏنگي وجهي. ان جي باوجود اتي رهي هي استاد پنهنجو فرض ادا ڪندو رهيو ۽ اتي جي ٻارڙن کي علم جي روشني عطا ڪندو رهيو.

اڪبر شاهه انهن ماڻهن مان هرگز نه آهي. جن جو جي ٿورو به نالو ٿي پوي يا ٿوري شهرت ملي پوي ته هرويرو منهن سڄائي پيا گهمندا جنهن کي هو "سنجيدگيءَ" جو نالو ڏين ٿا. ان جي برعڪس اڪبر شاهه هڪ کلمک ۽ زنده انسان آهي. پاڻ مزاح ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙي ڳالهه ڪري ويندو آهي جنهن ۾ بهترين Touches موجود هوندا آهن. يا

انهن ۾ حڪومتي/ وڏيرڪي سماج تي گهري طنز جهلڪندي محسوس ٿيندي آهي. اڪبر شاهه لطيف سائين جو پارڪو پڻ آهي ۽ لطيف جي شاعري جو گوڙهو اڀياس ڪيل اٿس. لطيف جي سرن جي ڄاڻ ۾ انهن کي گهڻ پهلو کان ڏسڻ، ڪير اڪبر شاهه کان سکي. جيئن مون هينئر ذڪر ڪيو ته اڪبر شاهه لطيف سرڪار جو نه رڳو پارکو آهي پر موسيقي (علم موسيقي) تي ڀرپور دسترس اٿس جيتري قدر مون ڏٺو آهي ته اسان جي ادبي حلقن ۾ به ڪيترائي اديب/ سڄاڻ ماڻهو موسيقي تي رڳو ڪنڌ نه هڻن ٿا پر ان کي سمجهڻ کان قاصر هوندا آهن يا سُرن جي سڃاڻپ تمام گهٽ هوندي اٿن. اڪبر شاهه کي رڳو سُرن جي سڃاڻپ پر لئه ۽ تال جي پڻ بهترين ڄاڻ آهي.

اُهم ائين چوندس ته اڪبر شاهه گوناگون شخصيت جو مالڪ ۽ پنهنجي اندر ۾ هڪ ادارو آهي. هڪڙي ڳالهه جيڪا آءٌ هت رکڻ وڌيڪ مناسب سمجهانٿو، اُها اِها ته ”حڪومت مختلف شعبن ۾ بهترين خدمتون آڇيندڙن کي سندن مڃتا خاطر ايوارڊ ڏيندي رهي آهي پر هن شعبي کي مڪمل نظر انداز ڪيو ويو آهي. منهنجي راءِ آهي ته هڪ استاد جي بهترين ڪارڪردگي تي ڪيس مڃتا طور ايوارڊ ڏنو وڃي ۽ ٿي سگهي ته سندس مالي ساهتا به ڪئي وڃي.“ منهنجي سماجي تنظيمن کي اها گذارش آهي ته اهي پنهنجي ليکي پنهنجي پنهنجي علائقي جي استادن جي نمايان ڪارڪردگي تي پروگرام آرگنائيز ڪن، جيئن استادن جي همت افزائي ٿي سگهي ۽ اسان جي تعليم بهتر ٿي سگهي.

سائين اڪبر شاهه هن پروگرام جو ذڪر ڪندي مون کي مدعو ڪيو، مون سوچيو ته به لفظ سائين اڪبر شاهه لاءِ لکجن، حقيقت اها آهي ته ڪنهن به شخصيت تي لکڻ ۽ ان سان انصاف ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو لڳندو آهي. پر سوچيم

”پرين جي پَکي ۾ هلين ٿو اياز،
ٿڙي آهي ٿانگر به ٿي قول ڪڻ“

چڙهي دار جي سونهن سينگاري ڇڏيسين،
ڪيل قول پنهنجو بہ پاري ڇڏيوسين،
ڏئي خون اڪبر رکي لاٽ قائم
هزارين چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين
جيئي سنڌ



## اڪبر جي عظمت کي پيٽا

ڪنهن بہ شخصيت تي ڳالهائڻ لکڻ يا ان جو ڇيد ڪيڻ لاءِ ضروري آهي تہ ليکڪ ۾ مقرر منجهہ انصاف ڪرڻ جي سگهہ ۾ صلاحيت موجود هجي. وڏيون، ڳريون ۽ مهان شخصيتون ڪو هڪ ڏينهن منجهہ يا ٿورڙي عرصي ۾ پيدا ڪو نہ ٿينديون آهن. ائين تہ هزارين لکين ۽ ڪروڙين ماڻهو خدا جي هن ڌرتيءَ تي جمندا ۽ مرندا ٿا رهن. وجود ۽ عدم وجود جو عمل ۽ سلسلو تخليق آدم عليہ السلام کان جاري رهندو پيو اچي. پر اهي ماڻهو جيڪي عام ماڻهن منجهہ بہ نروار ۽ نشانبر هجن پنهنجن خاص گڻن، صلاحيتن، ڄاڻ، عقل، دانائي، ڏاهپ، ڏات، نياز ۽ نوڙت يا ٻين مخصوص خوبين ۽ علامتن سبب سڃاتا وڃن، سندن پنهنجي ڌار تعريف ۽ شناخت هجي. هو پنهنجي نالي ۾ ئي يڪتا هجن يا سندن نالو ئي سندن شخصيت جي هر پهلوءَ جو مڪمل تعارف هجي، سماج ۾ سندن پنهنجو مقام هجي. ڳاٽيڙو هجي، پاڻ مرادو شناسائي هجي، جتي بہ هجن، جتي بہ پهچن، جنهن بہ محفل ۾ پير پري اچن تہ هر طرف سندن سڳنڌ جي مهڪ ڦهلجي وڃي. اهڙا ماڻهو ۽ اهڙيون شخصيتون ڪو ڪن پل ۾ ڪو نہ ٺهي وينديون آهن. اهڙن ماڻهن جي ٺهڻ، اسرڻ ۽ نکري نرواز ٿيڻ ۾ وڏو عرصو لڳندو آهي، وڏو پورهيو ڪپندو آهي. اڻ ٿڪ ۽ اڻ ورچ جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي. اهڙو مقام حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي وجود جي سگهہ سماج کي سگهارو ڪرڻ لاءِ حاصل ارپڻي پوندي آهي.

پنهنجي جذبن، سوچن، امنگن ۽ خواهشن کي پنهنجي سماج جي ڏکن، غمن ۽ گوندرن تي قربان ڪرڻو پوندو آهي. اهڙو عمل يا (Process) مان لنگهندڙ ماڻهوءَ ئي مهانتا جي ان منزل تي پهچندا آهن جو سماج ۾ کين هڪ دائمي مڃتا وارو مقام حاصل ٿي ويندو آهي.
اڪبر شاھ يا سيد اڪبر به اهڙو ماڻهو ۽ اهڙي شخصيت آهي جنهن سڄي ڄمار علمي، عملي، ذهني، فڪري، قلمي، درسي، تدريسي ۽ تنظيمي پورهيو ڪري پنهنجي جسم جي سگهه، ذهن جي صلاحيت ۽ اکين جو نور نچوئي نه رڳو استاد برادري پر سموري سنڌي سماج کي علمي، فڪري، نظرياتي ۽ تنظيمي سگهه جون جهوليون ڀري ڏيندو رهيو آهي.
اڪبر جي شخصيت ۽ زندگي جا گوناگون پهلو ۽ رخ آهن. هو نه رڳو مثالي درسي استاد آهي، پر نظرياتي ۽ فڪري تعليم ۾ به هن کي بهترين استاد جو درجو حاصل آهي. هو لطيف ۽ اياز جو بي مثال شارح آهي. استاد برادريءَ ۾ سموري سنڌ اندر اڪبر کي وڏي عزت ۽ احترام وارو درجو حاصل رهيو آهي. استاد برادري جي محرومين کي دور ڪرڻ سندن جائز حقن جي حاصلات لاءِ اڪبر گذريل 30-35 ورهين تي مشتمل جيڪا جدوجهد ڪئي آهي، تنظيم سازي ۽ ان کي متحرڪ ڪرڻ ۽ رکڻ لاءِ جهڙي نموني پنهنجي جان ولوڙي جاکوڙ ڪئي آهي، ان لاءِ سموري سنڌ جي استاد برادري هميشه اڪبر لاءِ محبت احترام ۽ عقيدت مڻديءَ واري احساس ۽ جذبن سان روشن ۽ ٽمٽار رهندي ايندي.
استاد برادريءَ کي منظم ڪرڻ ۽ سندن حقن جي حفاظت لاءِ جن ڪنڊن ۽ ڪاڙهن وڃايل راهن، گسن ۽ پيچرن تان اڪبر مسلسل سفر ڪيو، انهن اٽانگن پنڌن ۽ منزلن ڏانهن اڪبر جي ڪنيل قدمن جا چٽيل نشان هر دور نون آيل دوستن جي رهنمائي ڪندا رهندا.
جدوجهد چاهي ڪهڙي به هجي، سياسي هجي يا سماجي، مسئلن جي حل لاءِ، مسئلا هارين جا هجن يا مزدورن جي حقن جي حاصلات جا،

معاملا مختلف سرڪاري ادارن ۾ ڪم ڪندڙ ننڍن ملازمن مثلن ماسترن، ڪلارڪن يا ان کان به گهٽ گريڊ وارن اهلڪارن جا هجن پر جڏهن به جتي به فرد، عوام ۽ قومن جي انفرادي ۽ اجتماعي حقن جي ڳالهه ٿيندي آهي، انهن سان ٿيندڙ استحصال تي احتجاج جي صدا بلند ٿيندي آهي ته پوءِ ڪيترائي ننڍا ۽ وڏا زميني خدا ڏمرجي پوندا آهن، هو مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن جي دانهن تي داد رسي ڪرڻ بدران ويتر ناحق تي زور رکندا آهن. پنهنجا تير ۽ نشتر وڏيڪ تکا ڪري مسڪينن جي سينن کي چير ۽ چاڪ ڏيندا آهن ۽ سموري رياستي مشنري توڙي سمورا قاعدا قانون اهڙي جدوجهد کي ڪچلڻ لاءِ پوري طاقت سان حرڪت ۾ اچي ويندا آهن. ظاهري آهي ته اهڙين حالتن ۾ مسڪين ماسترن جهڙن ننڍن سرڪاري ملازمن جي تنظيم ۽ جدوجهد جي اڳواڻي ڪندڙ دوستن سموري عمل کي ڪهڙا عذاب سهي منهن ڏنو هوندو. اها ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ جهڙي آهي.

اڪبر رڳو سهڻي لطيف يا اياز جو پارکو ئي ڪونهي. پر پنهنجي سر به ڏاڍو پلوڙ، خوبصورت، نفيس ۽ سنڌ جو سر موڙ شاعر پڻ آهي. سندس شاعري اپياس، ڏات، معروضي وطني، سماجي ۽ سياسي حالتن سان ٺهڪندڙ ۽ ان جي مزاج مطابق آهي. جيتوڻيڪ اڪبر جي شاعري جو ڪوبه ڳنڪو يا بياض ڇپيل ڪونهي جو ان جو مڪمل يا سٺو اپياس ڪري سگهجي پر مختلف وقتن تي ڇپيل ۽ پيش ٿيل اڪبر جي شاعري هن جي گهڻ رخي، گهڻ صفاتي، ڏگهي نظر رکندڙ، عوامي انقلابي، وطن دوست ۽ عوام دوست شاعر هجڻ ثابت ڪري ٿي. مثلاً:

چڙهي دار کي جڏهن سينگاري ڇڏيوسين،
ڪيل قول پنهنجو به پاري ڇڏيوسين!
جهلي جهولي پنهنجو بين جي ڏکن لئه،
مري يار تن کي جياري ڇڏيوسين!
جڏهن ۽ جتي پي ته ٿي پيٽ سچ جي،

تڏهن ۽ تتي ساهہ واري چڙيوسين!
ڏيئي خون اڪبر رکي لاٽ قائم،
هزارن چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين.

اڪبر جي شاعري ۾ وطن سان پيار، ساٿيهہ جي سڪ، سنڌ لاءِ سر ۽ ساهہ گهورڻ وارا جذبا، تند، تار، تنوار، سريلن سرن جا آلاپ ، ستل جذبن کي جنجهوڙي جاڳائڻ، لڳاتار، جدوجهد واري عمل ۾ شامل رهڻ، سچ جو ساڪي ٿيڻ، سين هٽڻ، راءِ ڏياج جهڙن ڪردارن کي ساراهڻ يا ڦوڳ ۾ عمر ٻارن ڪردارن کي واڪو ڪرڻ يا ان جهڙا ٻيا بہ انيڪ موضوع ۽ مضمون اڪبر جي اظهار منجهہ سمايل ۽ سمويل آهن. مثال جي طور تي:

تنهنجي وڻ وڻ وائي آهي،
ڪنهن هيءَ تند تپائي آهي.
گهر گهر جهونا ڳڙهہ آهي چارڻ!
ڏياچن تور نيائي آهي.
ڦوڳ عمر کي صاف سڃاڻون،
تو چو دل گهبرائي آهي!

يا اڪبر جي شاعريءَ جو وري هي انداز ڪيڏو نہ اتساهہ ۽ همت ڏيارينڌڙ، جدوجهد ۽ انقلاب ۾ يقين پئدا ڪندڙ ۽ جذبن کي قوت عطا ڪندڙ آهي.

ڪيڏو آهي شور فضا ۾ ڏيهہ ايا ڪيا ڏاتا ووءِ،
سنگن وانگر سوئر چوندي لٽبا تنجا ڳاتا ووءِ!
هر ڪو هيٺو چڙڪيو آهي، ييڪو تنهنجو بس ٿيو هاٿي،
ڊاهي وجهندا ڊوهہ سمورا، گهوٽن وٽ گهوٻاتا ووءِ!
پاٿهي پنهنجا ويچ ٿياسين، درد اسان کان ڏور پڇي وڃ،
وقت اسان کي ڏنيون آهن ڦڪيون، ستيون چاتا ووءِ!
ڪاري رات جي ڪک ۾ اڄ سچ جي سورج تير ڦٽو ڪيو،
ڪوڙ جو ڏڙ ويو ڏوڙ ۾ گڏجي ڦهر جي ڏاٺڻ ڪاتا ووءِ!

ڏيھہ منھنجي جا ڏوٿي سارا، ڏاڍن ڪان اڄ ڏاڍا آھن،
ايرا اڪبر ائين نہ پانيو، چھٽن جيئن چيلاٽا ووءِ!

يا اڪبر جي ھن شاعريءَ ۾ ڪيتري نہ ارپنا، اتساھہ، احساس ۽ فڪر جي گھرائي آھي ان جو اندازو توھين پاڻ لڳائي ٿا سگھو.

سچ سر ساھہ آ سنڌ جو پيو فرمان ڇا ھوندو؟
حڪم سان سر ڪبو حاضر، الا امتحان ڇا ھوندو؟
وجھي مارن مٽي مارو، ڪري سو پيٽ جي پوري،
عجب تنھن کي چون ماڻھو! تہ پوءِ حيوان ڇا ھوندو؟
تتا تقدير جا تڙڪا، ھلي فتويٰ لڳا ڦٽڪا،
ٿين پيا ساٺ سوريءَ جا، پلا زندان ڇا ھوندو؟
مري جيڪو پين لاءِ، جيئي جيڪو ڪرڻ ڪارڻ،
انھي اڙٻنگ اڪبر جو ادا اعلان ڇا ھوندو؟

يا وطن جي مٽي ۽ زمين سان رشتي ۽ محبت جي حوالي کان اڪبر جون ھي سٽون سندس جذبن جو بي مثال اظھار آھي:

مٽي ھيءَ مالڪ، مٽيان ھيءَ مٽي، ڪندو ڪير ڪوڙھيو، انھي ساڻ ڪٽي!
اسان جي عبادت، اسان جي خدائي، ڪٽي ڇا بہ ڇشو ڳالھہ آھي ڇٽي!
ڪٽي اک ميري نھاري ڏسي ڪو، ٻڌائي ڇڏيون ٿا تہ ويندس ڦٽي!
نہ ٿي تيج بخشي ڪڏھن پڻ انھي کي، جڏھن ڪنھن غداريءَ جي سازش سٽي!
اڇي ڏس تياري، لڙائي جي اڪبر، مٽان راند پانئين ڏڪر ۽ اِٽي!
نہ منصور مڙندا ڪڏھن حق چوڻ کان، نہ ڏيندو ھي مقتل ميارون ميارون!
اوھان جي وفا ۽ نياءَ جي اڪبر، ڪندو جڳ پيڙو پچارون پچارون!

شاعر پيار جا پيغمبر ھوندا آھن. اڪبر بہ پنھنجي شاعري ۾ پيار، فراق، وصال، انتظار، پرينءَ جي پچار، درد، اوسيئڙو، آس، اتساھہ، ميار يا ائين چئجي تہ انسان جي حساس جذبن جو خوبصورت اظھار بہ اڪبر جي ذات، گڻ ۽ مزاج جو حصو آھي.

جواني او جاني، جھليو ھور آھي،
رڙي روح ڏاڍو، پيو پور آھي!

ڏسي پاڻ پنهنجو، مان ڏسڪان ڏڪان تي،

روا، رهڻ راڻا، نه ڙي ڏور آهي.
سنهنجو پيار منديءَ تي ٽِڪَ،
تنهن ۾ کهڙي لالڻ لِڪَ.
سارو من آ مست الست،
ساقي پياريئه کهڙي سُرڪ.

سڪ توکي سڏي، ڇن نه ڇوري ڇڏي،
ويهه گوڏو گڏي، هاڻ کهڙوا رسڻ!
ٽوڪ، طعنو، ڇٽر، ڏاڍ ڏک ۽ ڏمر،
آ وره، جو وکر، ڇوري ڇا جو لِکڻ!

اڪبر جهڙي اڻ ورڇ انسان جي شخصيت ۽ زندگي جو اڀياس ۽ ڇيد ڪيڻ لاءِ چند صفحا ۽ ٿورو وقت ڪافي ڪونهي، سماجي ۽ ادبي ڪيتر ۾ اڪبر جو تمام وڏو پورهيو ڪيل آهي. اڪبر زندگي ۽ سماج کي تمام ويجهو ڏٺو آهي. اڪبر ڪاڃي ڏر جي سياست سان به فڪري ۽ عملي طرح ويجهو رهيو آهي. اڪبر سنڌ جا ڳوٺ واهڻ ۽ وسيون جهاڳيندڙ انسان آهي. اڪبر جي شخصيت جي وسعت ۽ گهرائي، هن جي ڏات ۽ ڏاهپ سان سچ ته هن مضمون ۾ آئون ڪو انصاف ڪري ڪو نه سگهيو آهيان. اڪبر تي لکڻ لاءِ جيترو مشاهدو، مطالعو ۽ محنت ڪرڻ جي ضرورت آهي اها به پاڻ نه ڪري سگهيا آهيون.

اڄ دڙي جي ڌرتيءَ تي اڪبر جي دوستن ۽ سڄڻن گڏجي اڪبر جي مان ۾ اڪبر جي ميجتا طور سندس خدمتن ۽ پورهئي کي ڀيٽا ڏيڻ لاءِ هيءَ محفل مچائي آهي ۽ ميڙاڪو ڪوٺايو آهي، ته نه رڳو اڪبر جو مان مٿانهون ٿيو آهي پر اهي سڀ ماڻهو جن سان اڪبر جو ڪو نه ڪو تعلق رهيو آهي، جيڪي اڪبر کي پيار ۽ احترام جي نظر سان ڏسن، انهن جو به مان مٿانهون ٿيو آهي. آخر ۾ آئون اڪبر جي ئي شعر سان پنهنجي هن مقالي جي پڄاڻي ڪندس.

چا وقت ستو آهي چاڪاڻ سمهين ٿو تون؟،
چا سچ ستو آهي پرپات ستي آهي،
ڪا تڙپ ستي آهي ۽ تات سُتي آهي،
چا وقت ستو آهي چاڪاڻ سمهين ٿو تون؟.



# ڪاري رات جي ڪُڪ......

وقت سان ڪنهن بہ ريس ناهي پُڄائي، وقت جيڪو ائين ٿو گذري،
جيئن وهندڙ نديءَ ۾ پاڻي يا مُٺ مان واري!
وقت هن کي گمنام ڪري ڇڏيو آهي، وقت هن کي ادبي ميدان مان جڻ ڏڪي ڇڏيو آهي. نوان لکندڙ تہ هن جي نالي کان بہ واقف ناهن. پر پراڻن لکندڙن جڻ هن کي وساري ڇڏيو آهي.
هو ڪير آهي؟ جنهن جي گمنامي ۾ وجڻ جي مون کي ايتري اڻ تڻ آهي ۽ جنهن جي ادبي ميدان مان گم ٿي وجڻ جو مون کي ايترو الڪو ٿي پيو آهي. "اڪبر شاهہ" هن جو نالو آهي. سائين اڪبر جي نالي سان ڪيس سڏيندا آهيون ۽ "سيد اڪبر" جي نالي سان هو لکندو هو.
اها انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن مون ۾ اڃا ادبي شوق ۽ سياسي شعور سِرجي رهيو هو. ڪتابن سان پيچ پئجي چڪو هئم ۽ انهن سان ياري پڪي ٿيندي پي ويم. انهن ڏينهن مون اڪثر ڪري دڙي ۽ بنوري جي ادبي ۽ سياسي دوستن واتان هن جو نالو ٻڌو. هن جي سياسي سمجهہ، ساڃهہ ۽ سُرت جون ڳالهيون ٻُڌم. ۽ ڪن دوستن خاص ڪري عوامي تحريڪ وارن وٽ هو اڪ جو ڪنبو هوندو هو. مون مقامي ليول تي جيتري مخالفت عوامي تحريڪ وارن وٽان اڪبر شاهہ ۽ پٽر سنڌي جي ٻُڌي، اوتري سندن مخالفت قوتن جاگيردان جي بہ نہ! اسان کي اهو ٻڌايو ويندو هو تہ اڪبر شاهہ ۽ پٽر سنڌي، انقلابي جدوجهد ۽ پارٽي کي تباهہ ڪرڻ وارن مان آهن. هو

ٽراٽسڪاٽي ۽ نازشي سازشي ٽولي سان واسطو رکندڙ نقلي قومپرست ۽ ڪوڙا ڪميونسٽ آهن. هنن پنهنجي ذاتي انا جي ڪري، قومي انقلابي جدوجهد کي پُٺ ۾ ڇرو هنيو آهي وغيره. دوستن جي انهن ٻنهي همراهن جي شديد مخالفت مون کي اهو شوق ڏياريندي هئي ته انهن سان ملان ۽ سندن خيال معلوم ڪريان. پر اها خواهش دٻائڻي پوندي هئي، جو اسان جي دوستن جي مٿان پارٽي شاونزم ۽ شخصيت پرستي ايتري ته حاوي هوندي هئي، جو انهي وقت جي ساٿن گڏ مون کي ڪير ڏسي ها ته رات پيٽ ۾ آئون به نقلي قومپرست ۽ ٽراٽسڪائي ٻڌجي وڃان ها.

اڪبر شاهه جي ايتري مخالفت هوندي به هاري ڪميٽي جي گڏجاڻين ۾ سندس هڪ گيت نهايت جوش ۽ جذبي سان قومي گيت طور ڳايو ويندو هو.

ڪيڏو آهي شور فضا ۾ ڏيهه ايا ڪيا ڏاڍا ووءِ،
سنگن وانگر سوئر سارا، لٽيا تن جا ڳاٽا ووءِ.
ڪاري رات جي ڪک ۾ سچ جي سورج تير ڦٽو ڪيو،
وقت اسان کي ڏنيون آهن، پڪيون ڦڪيون چاٽا ووءِ

مون کي اهو گيت ڏاڍو وڻندو هو ۽ جنهن گڏجاڻيءَ ۾ اهو گيت ٻڌڻ لاءِ نه ملندو هو، اها چڻ ٻسي پي لڳندي هئي.

انهي دوران، هڪ ڏينهن پرائمري اسڪول جي اڱڻ ۾ پ ٽ الف (پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن) جو هڪ جلسو هو. انهي جي اناؤنسمنٽ هڪ ٻُٽ ۾ پريل، مٺي جا وار وريل ۽ وڏي ڏيا وارو همراهه ڪري رهيو هو. لفظ، سندس وات مان چڻ موتين ۽ ياقوتن وانگر هڪبئي جي پويان پوئجي ٿي نڪتا. خوبصورت لفظن جو چڻ آبشار سندس وات مان ٿي نڪتو، هن موقعي جي مناسبت سان اهڙا ته شعر ۽ لطيف جا بيت ٿي چيا، جو اصل دنگ رهجي ويس. اڳتي هلي مون اڪبر شاهه جي واتان "شاهه لطيف" کي نهايت خوبصورت انداز ۾ ٻڌو ۽ اسان جي سڄي ٽر ۾ جي لطيف ٻڌڻو آهي ته اڪبر شاهه جي

واتان ٻڌجي. باقي مڙني جو خير هجي.
”هي همراهه ڪير آهي؟“ ڪنهن ڪان پڇيم،
”اڪبر شاهه“ جو جواب مليو.
سندس نالو ٻڌم ته منهنجو اشتياق ته ائين وڌي ويو. ساڻس ملڻ جي خواهش سٽ ڪاڏي، پر ملڻ ڪان لهرائي ويس. جو ڪنهن حد تائين مون تي به تنظيمي شاونزم سوار هئي ۽ انهي شاونزم جو شڪار ٿي ويس.
”اڪبر شاهه هاڻ لکڻ ڇڏي ڏنو آهي. نه ته هو واهه جو لکندو هو“ اڪثر دوست چوندا هئا.
”سائين ! اوهان لکڻ ڇو ڇڏيو؟“ ڪانئس پڇندو هئس، ساڻس اجا نئين نئين واقفيت هئي.

”دنیا میں اور بے غم ہیں محبت کے سوا“

جواب ملندو هئم: ”اوهان ڪي لکڻ کپي، جيئن اسان جهڙن جي رهنمائي ٿي سگهي“
ساڻن اصرار ڪندو هئس.”لکبو!“ اڪبر شاهه جو لاپرواهه جواب ۽ منهنجو اهو ئي لکڻ تي اصرار جاري رهندو هو.
هو دڙي ايندو هو ته هڪ استاد غلام حسين بلاولي وٽ سڄو ڏينهن سندس اوطاق تي ويٺو هوندو هو. استاد غلام حسين ان وقت پ ٽ الف تعلقي ميرپور بٺوري جو صدر هو. هڪ ڏينهن اتان لنگهيس ته مون کي سڏ ٿيو. اهو آواز اڪبر شاهه جو هو. اندر لنگهي ويس.
”يوسف پلا ادبي سنگت چو نه هلائجي؟“ هن چيو
”بلڪل....! هلائڻ کپي“ مون وراڻيو.
پوءِ اُتي ويٺي ويٺي دوستن جا نالا لکياسين ۽ گڏجاڻي جو ڏينهن تائيم طئي ڪري اٿياسين، انهي گڏجاڻي ۾ اسان چار دوست شريڪ ٿياسين. اڪبر شاهه، غلام حسين بلاولي، موٽو مل ڪنول ڪوهستاني ۽ آئون.
اسان ٽنهي، ڪجهه نه ڪجهه پڙهيو. انهن تي اڪبر شاهه نهايت

تفصيل سان ڳالهايو. سندس ڳالهائڻ جو اسٽائيل نهايت عالمانہ ۽ سمجهہ ۾ ايندڙ هو. هن اسان جي ڪچين ڦڪين لکڻين تي، اسان جي نهايت همت افزائي ڪئي ۽ اسان جي اصلاح ڪئي ۽ ڪافي ڪارائتيون تجويزون بہ ڏنيون. سندس وارو آيو تہ هن پنهنجي واسڪوٽيءَ جي کيسي مان هڪ پنو ڪڍيو ۽ چيائين "مون لکڻ ڇڏي ڏنو هو. پر اسان جي نوجوان دوست يوسف سنڌي جي بي حد اصرار تي هڪ وائي لکي آيو آهيان، يعني منهنجي پيهر لکڻ جو ڪريڊٽ يوسف سنڌي ڏانهن وڃي ٿو."

اها وائي هن ريت هئي:

آري! ائين مَ ڪر، هت پور ڪيو پنهور اٿم...
پٽون پير پنهون هي ٽيڙا، ڏمريو آ ڏونگر.....
ويچاريءَ جي واٽ وندر ۾ ڪير لهندو ٻي ڪر....
باهہ بلوچان برهہ دکائي ساڙي جوش جگر.....
ڪيچي تون ئي پيچي آهين ٻي نہ پيٽي پر...
ڏيرا اڪبر ميرا آهن، پنهنجو پيار امر.....

ائين ڪونهي تہ ڪو مون ڪيس اصرار ڪري لکرايو هو. پر مٺيان لفظن چئي هن منهنجي نہ رڳو عزت افزائي ڪئي پر پنهنجي قرب ۾ وڌيڪ قابو ڪيو.

اها سنڌي ادبي سنگت جي نالي ۾ اٽينڊ ڪيل منهنجي پهرين باضابطا گڏجاڻي هئي، جيتوڻيڪ اڳ ۾ بہ سنڌي ادبي سنگت جي نالي ۾ هڪ ٻئي بہ گڏجاڻي اٽينڊ ڪري چڪو هئس، جنهن ۾ ملهار سنڌي، ڪنول ڪوهستاني، آئون ۽ غلام حسين بلاولي شريڪ ٿيا هئاسين. جنهن ۾ غلام حسين بلاولي پنهنجي هڪ "عمر مارئي" جي قصي تي ٺاهيل وائي ٻڌائي. وائي سُر ۾ ٻڌائڻ دوران هو پنهنجي اسڪوٽر جو آئل بہ تبديل ڪندو رهيو هو.

انهي گڏجاڻي ڪانپوءِ اڪبر شاهہ جي دلچسپي ۽ همت افزائي سبب سنڌي ادبي سنگت دڙو جي دونهين جيئن پوءِ تيئن دکندي ويئي ۽ اها

تيستائين دکندي رهي، جيستائين جيئي سنڌ ۽ عوامي تحريڪ وارن جي قبضا گيريت واري سياست انهي ۾ ڪاهي نہ پئي، تنهن ڪانپوءِ وري اها دونهين 1990ع ڌاري مون ٻيهر ڪجهہ دوستن جي مدد سان دکائي.

اهو 84-1983ع وارو زمانو هو. مارشل لا سبب سياسي سرگرميون بند هيون. تنهن ڪري اڪثر سياسي ڌرين اچي سنگت جو پاسو ورتو هو ۽ انهي پليٽ فارم کي پنهنجي سرگرمين لاءِ استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. 1983ع جڏهن سنگت مرڪز ٻيهر سرگرم ٿيو تہ، خيرپور ۾ ٿيل چونڊن ۾ تاج جويو، اتڪل ستڪل ڪري سيڪريٽري جنرل ٿي ويو. ائين نہ رڳو سنگت جو نئون دور شروع ٿيو. پر سنگت تخليقي ادب بدران اسٽريٽ پاليٽڪس جو حصو بڻجي ويئي. سنگت ۾ اهو جهيڙو مرڪز ڪان وٺي شاخن تائين هو. ايڪڙ ٻيڪڙ شاخن کي ڇڏي باقي هر هنڌ ٽڪرا واري پوزيشن هئي. جنهن جو اثر دڙو شاخ تي بہ پوڻ لازمي هو.

جيتوڻيڪ سنڌي ادبي سنگت ۾ باقاعده حصو وٺڻ جي منهنجي اها شروعات هئي. پر ادبي سرگرمين سان آءُ اڳ ئي لاڳاپيل هئس. اسان ڪجهہ دوستن 1984ع جي شروعات ڌاري شيرازي پبليڪشن قائم ڪئي هئي. انهي جون گڏجاڻيون اسان جي هڪ ادبي دوست مير محمد سومري جي جڳهہ تي ٿينديون هيون. جنهن ۾ شعرو شاعري جي نشست بہ ٿيندي هئي. انهي گڏجاڻي ۾ مرحوم حاجي خان تبسم، مرحوم حاجي موسيٰ مشڪور، مير محمد سومرو، ارم درس، ڪنول ڪوهستاني، عبدالغني اي ميمڻ مرحوم ۽ ٻي ڪافي سنگت شرڪت ڪندي هئي.

"سنڌي ادبي سنگت" جي گڏجاڻي ۾ "اڪبر شاهہ" ڏاڍي پابندي سان شرڪت ڪندو هو ۽ پنهنجو ڪو نہ ڪو شعر ضرور پڙهندو هو ۽ دوستن جي ڪافي همت افزائي ڪندو هو. شروعاتي ڪجهہ گڏجاڻين ڪانپوءِ دوستن جي صلاح سان اهي گڏجاڻيون حاجي عباسي جي

اوطاق تي ٿيڻ لڳيون. جتي اسان جو هڪ دوست ملهار سنڌي اهو چئي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪرڻ لڳو تہ هو سنگت دڙو جو سيڪريٽري آهي. ملهار سنڌي، سيڪريٽري هو يا نہ هو پر بڻجي ويهي رهيو. پر سنگت کي سرگرم ڪرڻ ۾ سندس ڪو بہ ڪردار نہ هو. سنگت کي نئين سر سرگرم ڪرڻ ۾ اڪبر شاهہ جو وڏو هٿ ۽ دلچسپي هئي. ملهار سنڌي کي تہ اسين ڳولهي وٺي ايندا هئاسين.

هڪ ڀيري عيد جي ڏينهن سنگت دڙو پاران عيد ملن پارٽي ۾ سنگت کي نئين سر زور وٺرائڻ جي لاءِ هڪ وڏو ميڙ ڪٺو ٿي ويو، جنهن جي ڪاروائي اڪبر شاهہ هلائي، انهي گڏجاڻي ۾ سنگت دڙو جا ڪيترائي پراڻا ميمبر ۽ پڻ نوان ساٿي شريڪ ٿيا. انهي ۾ پروفيسر ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ (اڳوڻو وي سي زرعي يونيورسٽي)، عبدالغفور الستي، سيد عالم شاهہ، محمد خان چوهاڻ، مرحوم حاجي خان تبسم، ساٿي سومرو، ارم درس، ڪنول ڪوهستاني، ڊاڪٽر نور احمد ميمڻ، ملهار سنڌي، علي محمد پنهو وغيره شامل هئا. پروفيسر رجب علي ميمڻ صاحب انهن ڏينهن تازو آمريڪا مان پي ايچ ڊي ڪري موٽيو هو. سندس شاعراڻو تخلق ”ضيا“ هو. هو انتهائي روشن خيال هو. وٽس ڪا بہ نندِ وڏائي نہ هئي. پاڻ جڏهن بہ حيدرآباد مان دڙي ايندو هو تہ سنگت جون گڏجاڻيون بڌي ٻيا ڪم ڇڏي انهن ۾ هليو ايندو هو. منهنجي اها خوشنصيبي چئجي جو مون کي اهڙن دوستن جي سرپرستي رهي آهي.

”سنڌي ادبي سنگت“ دڙو کي سرگرم ٿيندو ڏسي، ميرپور بٺورو ۽ لاڪا جون سنگتون بہ سرگرم ٿيون ۽ انهن مان ڪافي نون ليکڪن لاءِ پرايو ۽ اسان جي هڪ ٻئي دوست منظور ڌماچ، سنگت دڙو جي ڪلاس مان سکي، ٻنون ۾ وجي شاخ کولي. جيستائين منظور ڌماچ جي دلچسپي هئي، تيستائين اها شاخ ڪافي سرگرم رهي.

منهنجي خيال ۾ ميرپور بٺوري تعلقي ۾ سنگتن جي ٻيهر سرگرم ٿيڻ جو ڪنهن حد تائين ڪريڊٽ اڪبر شاهہ ڏانهن ئي وڃي ٿو ۽

اڪبر شاھ سياسي سطح تي خاموش هوندي بہ اها چرپر پيدا ڪري ڇڏي.

اڪبر شاھ ذاتي طور تي منهنجي ڏاڍي همت افزائي ڪئي انهي سلسلي ۾ هينيان بہ مثال ڏيڻ مناسب ٿو سمجهان:

1984ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جون مرڪزي چونڊون ٿي رهيون هيون. انهي سلسلي ۾ مرڪز سنڌي ادبي سنگت دڙو کي ڪائونسلر چونڊڻي، انهي جو نالو موڪلڻ جي لاءِ لکيو ويو. سنگت دڙو جي سيڪريٽري ملهار سنڌي ڪائونسلر جي چونڊ واسطي گڏجاڻي سڏائي. انهي ۾، مرڪزي خط پڙهي ٻڌايو ۽ گڏو گڏ ڪائونسلر جي لاءِ اڪبر شاھ جو نالو تجويز ڪيو. جنهن جي سيني دوستن ڀرپور تائيد ڪئي. پر جڏهن اڪبر شاھ جو وارو آيو تہ هن پنهنجو نالو واپس وٺندي منهنجو نالو تجويز ڪيو ۽ چيو، ”اسين گوڏن نڪتل ملھ“ آهيون (انهن ڏينهن ”گوڏن نڪتل ملھ“ سندس تڪيو ڪلام هوندو هو.) اسان کي ڇڏيو ۽ رضاڪارانہ طور تي نوجوان ساٿين جي لاءِ جاءِ خالي ڪريو. جيئن هو اڳيان اچي سگهن ۽ منجهن خود اعتمادي پيدا ٿئي. انهي لاءِ بهتر اهو آهي تہ منهنجي بدران يوسف سنڌي کي چونڊيو وڃي. ڪيس ڪم ڪرڻ جو شوق بہ آهي ۽ صلاحيت بہ. ڪيس اڳيان اچڻ جو موقعو ڏجي تہ ڪر چڱو“.

جيتوڻيڪ ڪن دوستن کي اها ڳالھ نہ وڻي، پر پوءِ اڪبر شاھ جي انهي رٿ تي مون کي ڪائونسلر چونڊيو ويو. انهيءَ ڳالھ مان نہ رڳو اڪبر شاھ جي بي تعصبي ظاهر ٿئي ٿي، پر سندس اها خواهش هئي تہ نوجوان اڳيان اچن. بي تعصبي انهي ڪري جو انهن ڏينهن هر ماڻهو تي پارٽي شاونزم تمام گهڻي حاوي هئي ۽ منهنجون همدرديون ۽ اٿڻ ويهڻ عوامي تحريڪ جي دوستن سان هو.

انهي ڏينهن آئون اڃا سنگت ۾ نئون هئس. مون کي سنگت جي چونڊن ۽ ڪائونسلر جي اهميت بابت ڪابہ خبر نہ هئي. مون فقط اها رسمي ڪاروائي سمجهي هئي. انهن چونڊن ۾ مون تاج جويي کي، ۽

ملهار سنڌي، مرحوم عبدالرحمان نقاش کي ووٽ ڪيو هو. انهي جو سبب هي هو تہ تاج جويي جو عوامي تحريڪ وارن دوستن سان آڏيئر جي مرڪزي عهدي عيوض ناهہ ٿيو هو. ”عوامي تحريڪ“ وارن دوستن جي چوڻ تي مون تاج جويي کي ووٽ ڪيو هو ۽ ملهار سنڌي جون همدرديون ارباب کهاوڙ جي وطن دوست پارٽي سان هيون ۽ انهن جي نقاش کي حمايت حاصل هئي.

اڪبر شاهہ جي انهي فراخدلي نہ رڳو مون کي سنگت سان سلهاڙي ڇڏيو، پر جڻ سندس انهي ننڍڙي قدم سنگت جي مستقبل جي تاريخ ۾ منهنجي ادا ڪيل ڪردار واسطي پيڙهہ جو پٿر رکي ڇڏيو.

ٻي پيري، سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي ۾ مون ٻارن لاءِ لکيل هڪ ڪهاڻي ”شهيد جي ماءُ“ پڙهي. اڪبر شاهہ انهيءَ تي ڏاڍو سٺو ڳالهايو ۽ منهنجي همت افزائي ڪندي چيائين ”جيستائين هيءَ ڪهاڻي ڪٿي ڇپجي تيستائين ليٿو ڪرائي ورهائي وڃي. خاص ڪري سنڌي مائرن کي پڙهائي وڃي. جيئن هو انهي ڪهاڻي مان سبق پرائي سگهن“.

اڪبر شاهہ سان اهو ساٿ جيئن پوءِ ويو پي وڌندو، پاڻ دڙي ايندو هو تہ حاجي عباسي جو دڪان اسان جو ڳڙهہ ۽ ملڻ جو هنڌ هوندو هو. اتي اڪبر شاهہ سان خوب ڪچهريون ٿينديون هيون ۽ مون ڪانئس خوب پرايو. انهي ڳالهہ جو اعتراف مون تازو اڪبر شاهہ جي مان ۾ 22 مئي تي ڏنل الوداعي پارٽي ۾ پنهنجي تقرير ۾ ڪيو.

اڪبر شاهہ جون قومي تحريڪ ۾ ڪيل محنتون هڪ ڌار مضمون جي تقاضا ڪن ٿيون. ڇو تہ اڪبر شاهہ پنهنجي دور جو افسانوي ڪردار هو. جيڪو جهر جهنگ قومي ڪاز جي سلسلي ۾ لتاڙيندو وتندو هو. ۽ سندس انهي ڪردار تي جي بي تعصبي سان سندس دوست لکن تہ نہ رڳو سندس شخصيت جا نوان پهلو سامهون اچي سگهن ٿا. پر سنڌ جي قومي ۽ طبقاتي تحريڪ جون ڪيتريون ئي يادون پڻ قلمبند ٿي سگهن ٿيون.

اڪبر شاهہ، منهنجو مهربان، محسن ۽ شفيق دوست آهي، ۽ اها ڳالهہ

منهنجي لاءِ فخر ۽ خوشي جي ڳالهه آهي هو منهنجو دوست آهي.



## باذوق، باشعور اڪبر

ذهن تي تورو زور ڏيان ٿو، سمجهان ٿو تہ سائين اڪبر سان منهنجو لاڳاپو 1980ع کان ٿيو. هن جا لفظ ڪنهن نہ ڪنهن مقصد تي شعاع ڪندڙ هئا. ماڻهو لفظن جا محتاج هوندا آهن پر سائين اڪبر وٽ لفظ محتاج هوندا هئا.

پاڻ ڪا بہ لکڻي لکندو هو تہ مون کي ضرور پڙهائيندو هو. جڏهن تہ مان ڪو ايڏو لکيو پڙهيو نہ هوس. هڪ دفعي استاد منظور علي خان تي مضمون لکڻ لاءِ عرض ڪيو مانس جيڪو عرض قبول ڪندي مضمون لکي آيو ۽ مون کي پڙهي ٻڌايائين. اهو مضمون مئگزين ۾ شايع ٿيو.

لطيف سائين جي بيتن جي پڙهڻي ۽ تشريح اهڙي سولي نموني ڪندو هو جو دل چوندي هئي تہ سڄو وقت سندس واتان وينو ٻڌجي.

سسئي جو داستان اهڙن لفظن ۾ پيش ڪندو هو جو اکين آڏو اهو سڄو نظارو اچي ويندو هو. لفظن ۾ درد، لفظن ۾ ادائگي بہ اهڙي جڻ تہ فلم جي سين پيو ڏسي.

وري جي عشق جي ڳالهہ اچي تہ ڳالهہ نہ ڪٽندي جڻ تہ عشق جا الا پيدا هن جا ڪيل آهن. مطلب تہ موضوع، هر مڪتب فڪر تي ڳالهائڻ جو ڏانءُ ۽ ڍنگ هوس.

وري يوڳ چرچي ڪرڻ جو بہ شهنشاهہ هو. يوڳن چرچن جو چشخو تہ سندس نرالو هوندو هو. ڪيڏا بہ غم پريشانيون هجن، اڪبر شاهہ سان ملاقات ٿي تہ هر غم ڏک ڏور ٿي ويندا. سنگيت جو بہ وڏو چاڻو هو تہ لئي ڪار بہ تمام سنو هو. پاڻ ٻنورو ۾ استاد خميسو خان چانڊئي ڍولڪ نواز سان ملهايل شام جي صدارتي تقرير ڪندي چيائين تہ هن تقريب جي صدارت ڪنهن موسيقي جي ماهر کان

ڪرائي وڃي ها. ائين ڇئي لئي ڪاريءَ ماترائن بابت ڪلاڪ ڪن يڪو ڳالهايائين ۽ وينل ماڻهو حيران ٿي ويا ۽ فنڪار الهڏني جوڻيجي چيو تہ شاهہ صاحب ڇڳو ٿيو تہ موسيقي بابت ايترو ڪو نہ ٿو ڄاڻي ۽ هيءَ اڻ ڄاڻائي هوندي هيڏو پلو ڳالهائي فنڪارن ۽ موسيقارن کي حيران، پريشان ڪيو اٿئي.

سائين اڪبر سڄي زندگي پريل گهڙي وانگر گذاري ڪڏهن بہ ڇلڪي گهڙو خالي نہ ٿيو.

سندس محبت غريب، مظلومن، هارين، مزدورن سان ڏاڍي هوندي هئي. هن جو اڻ ڪٽ پيار سيني سان هوندو هو. هو ڪنهن ڏاڍ جبر آڏو ڪڏهن بہ جهڪيو نہ. پر دوستن آڏو سندس نياز نئڙت نمايان ۽ تاريخي هوندي هئي.

اگڻ اهي ئي، جَتَ نہ پسان جوءِ ۾،
اوتارا اونين جا سوجهيم سيئي،
اڪڙيون روئي، ماڳ نهاري موتيون.



## هيرن جهڙو ماڻهو

مئي 2003ع جو آخري هفتو هو. موبائيل جي گهنٽي وڳي. آواز آيو. ”ڪٿي آهين، ڇا پروگرام اٿئي؟“.

”رڳو چوٿين تاريخ سانگهڙ جو پروگرام اٿم پوءِ واندو آهيان“ جواب ڏنم. ”ڇڱو ماشاء الله سانگهڙ جي پروگرام ڪان پوءِ سڌو بنوري اچجان. ڪراچي ڊاڪٽر کي ڏيکارڻو آهي“

فون بند ٿي ويو. هي آواز سيّد اڪبر جو هو. دل ۾ آنڌ مانڌ شروع ٿي. سمجهيم تہ طبيعت شايد وڌيڪ خراب ٿي ويئي اٿس. فوري طور مقرر تاريخ کان اڳ بنوري پهتس. خبر پئي تہ اسلم اونو ڪيس ڪٺائي ڪراچي ويو. ڪراچي پهچي فون جي رابطي ذريعي سول اسپتال

پهتس. اڪبر سان مليس. همراه خوش ٿيو ۽ چيائين .سانگهڙ جي پروگرام ڪي چو چڏي آئين. جواب ڏنم ته بيچيني جي ور چڙهي ويس.

اسلم ڪان خبر پئي، رپورٽون ۽ ڊاڪٽرن ڪان حوال مليا ته بيماري آخري ڏاڪي تي آهي. مڙيئي علاج ڪبو رهبو. پر مريض (سيّد اڪبر) جي گفتگو، ڪچهري، ڪل ۽ مذاق بيماري وساري ڇڏي. مٺان شاهه رضا خان به اسپتال پهتو. مون کي حڪم ڏنائين ته آئون آرڊر ٿو ڏيان. ته توکي سڀ ڪم ڇڏي اڪبر سان گڏ گهارڻو آهي. مون حڪم جي تعميل لاءِ شاهه رضا کي خاطري ڪرائي.

صلاحون، مشورا، دوائون هلنديون رهيون. پر اڪبر نيٺ 27 جون 2003ع تي اسان جي جهولي مان زوري اُڏامي ويو. هن سالن کان بيماريءَ سان به پنهنجي نظرئي موجب ويڙهه ڪئي پر ..........

سمورن دوستن سيّد اڪبر تي لکيو. پر مون کان لکڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي باوجود ڪجهه به لکيو نه ٿيو. قلم ڪٽان پنا ڪارا ڪيان. وري ڦاڙيان ائين ايترو وقت گذري ويو. ڇو ته اڪبر تي لکڻ معمولي ڳالهه نه آهي. اڪبر گهڻ پاسائين شخصيت هو.

اڪبر سان منهنجو تعلق 1972ع کان سلام سنيهن ذريعي ٿيو. هڪ ٻئي جو درشن لاکٽي لطيف جي ڀٽ تي 26 اپريل 1972ع تي ٿيو. جتي آل سنڌ پ.ٿ.الف جون چونڊون هيون. هن جي عمر 29 سال هئي ۽ آئون ڪانئس ٽي سال وڏو هوس. خطن ۽ پيغامن ذريعي فيصلو ڪيو هوسون ته سنڌ جي چونڊن ۾ ڀرپور حصو وٺنداسين. آئون ان وقت ڪوٽڙي تعلقي پ.ٿ.الف جو جنرل سيڪريٽري هوس. دادو ضلعي جو صدر حسن باجاري هو. ضلع کان فيصلو ڪرايوسين ته سنڌ تي دادو ضلعي طرفان اميدوار بيهاريو ويندو ۽ حالتن مطابق اتي اڪثريت سان فيصلو ڪيو ويندو.

نوابشاهه ۾ سائين الهه بخش ٻنيري سان به ان سلسلي ۾ رابطو هو. 25 اپريل تي شام جو سڄي سنڌ ڀٽ شاهه تي گڏ ٿي. آئون ڀاءُ عبدالله جي

مگٽي سبب رات جو اتي وجي نہ سگھيس. صبح جو پٽ پھتس. خبر پيئي تہ جمالي صاحب ۽ پنيري صاحب گڏجي ٺاھ ڪيو. صدر جناب جان محمد جمالي صاحب ۽ سيڪريٽري سائين الھ بخش پنيرو صاحب. اليڪشن نہ ٿيندي. اسان سنگت گڏجي ان فيصلي تي بحث ڪيو. اڪثريت فيصلو ڪيو تہ عھدو ٺاھ ذريعي نہ وٺبو پر عھديدار ووٽرن جي عدالت ۾ اچن، اھي پنھنجي راءِ ذريعي چونڊ ڪن. اڪثريت جي فيصلي جي سڀ گڏجي حمايت ڪن. نوابشاھ ضلعو ۽ ڪجھ ٻيا استاد فيصلي سان سھمتي نہ رھيا. ٺٽي ۽ دادو ضلعي گڏجي اليڪشن ۾ عھديدار بيھارڻ جو فيصلو ڪيو. سيڪريٽري ٺٽو ضلعو سيد اڪبر ۽ دادو ضلعي مان صدارت لاءِ حسن باجاري جو فيصلو ڪيو ويو. حسن باجاري قائد استاد ڪي بلڪل ويجھو ھو. ھن جو صدارت لاءِ مقابلو ڪرڻ ڏکيو ھو ۽ ضلعي جي گڏيل فيصلي کان ٻہ ٻاھر رھڻ مشڪل ھو. ان ڪري باجاري صاحب وجي الھ بخش پنيري کي صدارت لاءِ تيار ڪيو. اھڙي ريت اسان جا اميدوار صدارت لاءِ الھ بخش پنيرو ۽ جنرل سيڪريٽري لاءِ سيد اڪبر بيٺا.
منجھند لڙي چڪي ھئي. ماني بعد ٽي وڳي اجلاس شروع ٿيو. ساليانی ڪارروائي پيش ٿي. پرزائيڊنگ آفيسر حاجي الھ رکيو بلوچ (تاجو ديرو) جيڪب آباد مقرر ٿيو. جنھن ڪرسي سنڀالي صدارت لاءِ اميدوار طلب ڪيا. رث ڏيندڙ ۽ ٽيڪو ڏيندڙ اٿيا. صدارت لاءِ قائد استاد جان محمد جمالي ۽ سائين الھ بخش پنيرو نوابشاھ، جنرل سيڪريٽري لاءِ سيّد اڪبر دڙو ٺٽو، محمد حسين ڪاشف چنبڙ حيدرآباد، محمد يونس پنو لاڙڪاڻو اميدوارن جا نالا آيا. سادن پيپرن تي بئلٽ پيپر ٺھيو ووٽر جيڪي بہ آيا سي اگھيا. ووٽنگ ھلي. صدارت لاءِ قائد استاد جان محمد جمالي ڇٺن پنجن ووٽن تان کٽيو ۽ سيّد اڪبر ڏھن پندرھن ووٽن تان کٽيو. اھڙيءَ ريت صدارت لاءِ سائين جمالي صاحب ۽ جنرل سيڪريٽري لاءِ سيد اڪبر جي نالن جو ھائوس ۾ اعلان ڪيو ويو. جمالي صاحب ۽ سيّد اڪبر اسٽيج تي

پنهنجي ڪرسي والاري، سيد اڪبر ۽ قائد استاد ڪاميابي بعد مختصر تقرير ڪئي. قائد استاد ته قائد هو. پر سيّد اڪبر جي تقرير سڄي هال ۾ ٽڙڪا وجهي ڇڏيا. جهڙو هو شڪل شباهه ۾ حسين تهڙو ئي تقرير جي لفظن کي اهڙي ته پوشاڪ پهرائي ادا ڪيائين، جو سڄو هال موتيئي چنبيلي جي خوشبوءِ کان به وڌيڪ خوشبوءِ سان واسجي ويو. واهه! واهه! ٿي ويئي. اجلاس ختم ٿيو. سڀڪو پنهنجي راهه روانو ٿي ويو. اڪبر پنهنجي ڪاميابي تي سڄي سنڌ کي شڪريئي جو خط لکي پاڻ کي وڌيڪ حسين بڻائي سنڌ جي استادن کي جڻ خريد ڪري ڇڏيو. هاڻ استادن ۾ سرهائي ٿي ويئي. اميدن جا ڪرٽا سڀني جي نظر ۾ سمائجي ويا.

سائين الهه بخش پنيرو هارائڻ کان وڌيڪ اڪبر جي ڪاميابي تي خوشي ۾ سڄو وقت ٻهڪندو رهيو. ڇاڪاڻ ته ان سڄي عمل جي اڳواٽي جو سهرو محترم پنيري صاحب جي مٿان هو. سندس روح مان جڻ هي سٽون نسري نروار ٿي رهيون:

مان ٻين وانگر اڪيون ٻوٽي سمهان،
رات جي تارن کي ٽڙپائيندو ڪير،
مان جي مدهوش ٿي ليٽي پوان،
پرهه جا پيغام پهچائيندو ڪير.

سگهو ئي يعني 26 ڊسمبر 1972ع تي خيرپور ميرس ۾ ڊويزنل هال ۾ سڄي سنڌ جي استادن جو وڏو ميڙ سڏايو ويو. جنهن کي ان وقت جي سنڌجي وزير تعليم ڊر محمد اوستي صاحب کي خطاب ڪرڻو هو.

25 تاريخ سڄي سنڌ مان استاد اچڻ شروع ٿيا. رهائش ۽ طعام جو انتظام مين اسڪول شاهي بزار ۾ هو. خيرپور جا دوست ميزبان هئا، اڳواٽي مير محمد بروهي ضلعي صدر ڪئي. سيد اڪبر ميٽنگ ڪاميابي سان هلائڻ جو ڪاريگر هو. هن رٿابندي ڪئي ته سڀاڻ جو اجلاس منظم ۽ رٿا سان ڪيئن هلائجي. ان لاءِ هن رات جو سڀني مهمانن جي ماني کائڻ بعد ميٽنگ ڪوٺائي. ميٽنگ کان اڳ اڪبر ۽

مون کي معلوم ٿيو تہ سرڪاري ڪامورا ۽ استاد برادريءَ جا ڪجھ مخالف استاد گڏجي وزير آڏو نمڪ حلالي ڪرڻ لاءِ سياڻ جي جلسي کي ناڪام بڻائڻ جي ڪوشش ڪن پيا. ۽ جيڪي بہ تضاد اڀري آيا آهن تن کي وڌيڪ پڙڪائڻ ۾ مشغول آهن. جهڙوڪ قائد استاد جمالي صاحب وٽ خيرپور ضلعي جو وفد مير محمد بروهي جي اڳواڻي ۾ خيرپور اچڻ لاءِ دعوت ڏني جيڪا جمالي صاحب پٽ جي وفات جو عذر ڏيئي اچڻ کان انڪار ڪيو. جڏهن تہ ڪيس اوٽ موٽ ڪار جي سهوليت بہ ڏني پئي ويئي. خيرپور رياست ختم ٿيڻ بعد اتان جي استادن جي ڪيل اسٽرائيڪ ۾ سنڌ پ.ٽ.الف ڪابہ مدد نہ ڪئي. پ.ٽ.الف صرف ايس وي (گريڊ) استادن لاءِ ڪم ڪري پئي. جي وي وارن کي ڪجھ بہ ڪونہ ٿو ملي وغيره.

ميٽنگ شروع ٿي ۽ ڳالهيون صحيح نڪتيون. تقرير ڪرڻ وقت مقررن ۾ اهي سڀ ڳالهيون اڀري آيون. ڪوبہ مقرر سياڻي جي اجلاس بابت راءِ ڏيڻ بجاءِ متين ڳالهين تي زور پيو ڀري. اڪبر سيني مقررن کي چوٽ ڏني. چند دوستن جهڙوڪ الھ بخش ڀنيرو، الھ رکيو بلوچ، مير محمد بروهي، قربان علي ٿانوري، عبدالرحيم جتوئي ۽ ڪجھ ٻين گهڻا ئي رد ڪد ڏنا. پر همراھ وٽ ئي نہ پيا ڏين. سڄي هائوس تي ڄڻ ماڪ پئجي ويئي. اڪبر وقتي صدر حاجي الھ رکئي کان اجازت وٺي ورساهي تقرير لاءِ اٿيو. رات گهڻو لڙي چڪي هئي. گهڻا استاد ٽڪ ۽ ننڊ جي گهيرڻ ۾ نيم بيهوشي جي جهولي ۾ هئا. سي اڪبر جي تقرير ڦوهارن جو ڪم ڏيئي هوش ۾ آڻي اُيا ويهاري ڇڏيا. اڪبر ۾ نثر ۽ نظم پيش ڪرڻ جو وڏو ڏانءُ هو. اٿندي ئي استاد بخاري جو شعر پڙهيائين:

ڇو ڪٽي رڪجون رفيقو ارتقا رڪجي نہ ٿي،
زندگي جي آرزو ۾ جستجو ٿڪجي نہ ٿي،
ساٿيو سندرا ٻڌي هلندا هلو، وڌندا هلو،
پاڻ ڇو بيهي رهون، دنيا جڏهن بيهي نہ ٿي

۽ تقرير ۾ مقررن جيڪي بہ حقيقتون ڏنيون انهن تي ڳالهائڻ شروع ڪيائين:

**جمالي صاحب جي عدم موجودگي:** جمالي صاحب اسان جو قائد آهي هُن کي هِن اجلاس ۾ اچڻ کپندو هو. بقول اوهان جي تہ هتان خيرپور جا استاد وٺس ويا. ڪيس اوٽ موٽ گاڏي جي آچ تي. پر هن جي اکين مان لڙڪ لار ڪري وهي رهيا هئا. هو پنهنجي نوجوان پٽ جاويد جي جدائي جي غم کي هضم ڪري نہ سگهيو آهي. هن جون اسان سان همدرديون گڏ آهن. جيڪڏهن سڀاڻ جي اجلاس جي ڪاميابي جي خبر هو ٻڌندو تہ يقينن هن جي غم جو وزن هلڪو ٿيندو. پر جي ناڪامي ٻڌندو تہ هن جي غم ۾ اضافو ٿيندو. پاڻ ڪهڙو گس وٺون هن جي غم وڌائڻ يا گهٽ ڪرڻ ۾.

**پ.ٽ.الف تي ڪٽ پوڙهن جو قبضو:** پ.ٽ.الف جي تاريخ ۾ پهريون پيرو پٽ شاهہ تي چونڊ بئلٽ ذريعي ٿي آهي. ميدان تي جهور پوڙها بہ آيا، جوان بہ آيا، مقابلو ٿيو. جنرل سيڪريٽري آئون چونڊجي آيس. مون کي ڪيڏانهن ٿا موڪليو. جڏهن تہ منهنجي عمر ٽيهارو سال کن مس آهي.

خيرپور رياست جي استاد تحريڪ هلائي پ.ٽ.الف ڪابہ مدد نہ ڪئي. قبول ڪيون ٿا پر اڄ سڄي سنڌ اوهان وٽ پهتي آهي. ان ڪان وڏيڪ ٻي ڪهڙي ميجتا ٿيندي تہ سڀ قبول ڪيون ٿا ۽ معافي بہ وٺون ٿا. اڃا ان ڪان وڏيڪ ڇا گهرجي تقرير هلندي وري اچي ڪنيائين حضرت ڀٽائي عليہ رحمت کي:

سو پکي سو پيچرو، سو سَرُ، سوئي هَنجُهہ،
پيهي جان پروڙيم، مون پنهنجو مَنجهُہ،
ڊِيل جنهنجو ڏنجهہ، سو ماري ٿو منجهہ ڦري.

---

سورن ٻڌو سندرو، سونهان مهند ٿيا،
هلو تہ ڏوريون ان کي، وندر جي ويا،

کنديس کين پيا، هوت مٺائي اڳيان.

مٺيان شعر اهڙي ريت پڙهيائين جڻ شاهه صاحب کيس خاص هيءُ پيغام ڏيئي خيرپور جي اجلاس لاءِ موڪليو آهي. جهڙو سندس آواز ۽ گجگوڙ وارو، اهڙو وري سندس لفظن ۾ سحر سمايل هو. تشريح کندووجي ۽ سامعين جا کنڌ رڳو پيا جهومن. نيٺن مان نندبون اڏري ويون. هاڻ اکبر ماٺ وري کٿي ٿو کري. ابراهيم منشي، سرويچ سجاولي، شيخ اياز مطلب جتان آيو اتان ويو. اڇي جي. وي ۽ ايس. وي تضادن تي پچاڙي کيائين. مقامي کامورن جي بہ واهه جو کل لاٿائين. سياري جي سردي هوندي بہ اکبر پگهر ۾ شل ٿي ويو. سڄي هائوس کان مٺي هٿ کرائي هينيان فيصلا ورتائين:

سياڻکي تاريخي اجلاس جي صدارت سنڌ جو نائب صدر حاجي الهہ رکيو بلوچ کندو ۽ خاص مهمان وزيرِ تعليم سنڌ هوندو.

سرکار آڏو اٺ مطالبا رکيل آهن جن تي حسن باجاري دادو، مير محمد بروهي خيرپور، جان محمد سومرو روهڙي، الهہ بخش پنيرو نوابشاهہ، قادر بخش طالباڻي (دادو) عبدالرحيم جتوئي پنو عاقل صرف ڏنل مسئلن جي روشني تي ڳالهائيندا.

جلسي ۾ نظم و ضبط رکڻ لاءِ سالار استاد حاجي الهہ رکيو بلوچ هوندو سندس مدد لاءِ الهہ بخش پنيرو، حسن باجاري، مير محمد بروهي ۽ پيا هوندا.

سيني استادن اکبر جي تقرير بعد عزم سان هٿ مٺي کٽي اعلان کيو تہ سياڻکو اجلاس پ.ٽ.الف جي تاريخ جو باب روشن کندو ۽ کاميابي ۽ کامراني بعد قائد استادن جان محمد جمالي صاحب کي واڌايون ڏيئي سندس نوجوان فرزند جي المناڪ وڇوڙي جي غم کي استادن جي عظيم جدوجهد ۾ تبديل کنداسون. اسان قائد استاد سان هر غم، ڏک ۽ خوشيءَ ۾ ساٿس اڳ وانگر گڏ جيئنداسون ۽ مرنداسون، رات سڄي گذري چکي هئي.

ٻئي ڏينهن ڊويزن هال سڄو استادن سان ڀرجي ويو. تہ چنڊ جي بہ جاءِ

نہ هئي، استادن جا اڳواڻ وزير محترم کي مانائتي نموني آڻڻ لاءِ سرڪٽ هائوس پهتا. ان ۾ حاجي الهہ رکيو، حسن باجاري، عبدالرحيم جتوئي ۽ مير محمد بروهي هئا. وزير صاحب کي سندس نمڪ حلالي ڪامورن ڏاڍا مرچ مصالحا پري راتوڪي استادن جي رپورٽ الف کان ي تائين پهچائي. جنهن تي وزير صاحب سخت گرم هو. ۽ وفد کي چيائين تہ سنڌ جو وزير پرائمري ماسترن جي صدارت ۾ خطاب نہ ڪندو. اها عهدي جي توهين آهي. وفد وزير صاحب کي کيترائي دليل دلائل ڏنا ۽ ڪيس سندن مان مرتبي مطابق وٺي هلڻ جو چيو. پر وزير صاحب اٽ پير ڪري ويٺو.

وفد واپس هال ۾ ويٺلن کي حال احوال ڪيا. هائوس هڪ بہ نہ ٻڌي. جي صدارت حاجي الهہ رکيو خان ڪندو. نيٺ وفد واپس وڃي وزيرکي راضي ڪري هال پهتو. ۽ بنا ڪنهن اعلان جي اسٽيج تي ڪرسين تي ويهي رهيا. متي اسٽيج تي وزير صاحب، سندس پر ۾ حاجي الهہ رکيو بلوچ، سيّد پناهہ علي شاهہ (جيڪو ان وقت ڊئريڪٽر ...رآباد ريجن هو جنهن ۾ ڪراچي کان سواءِ سنڌ جو علائقو هو) ويٺا. اسٽيج سيڪريٽري سيّد اڪبر اعلان ڪيو تہ معزز مهمان جناب در محمد اوستہ صاحب وزير تعليم سنڌ اڄوڪي اجلاس جو معزز خاص مهمان آهي ۽ پاڻ ڪرسي تي تشريف فرما آهن. ساڻن گڏ سيّد پناهہ علي شاهہ صاحب جن پڻ آهن ۽ ان سان گڏ ٻہ ڊالف جو روح روان محترم حاجي الهہ رکيو بلوچ صاحب جن هن تاريخي جلسي جي صدارت ڪرڻ فرمائين ٿا. سيّد اڪبر جي پهڪندڙ ان اعلان تي هائوس پرمسرت رهيو. پر معزز مهمان جو چهرو زرد ٿي ويو. تقرير ڪرڻ لاءِ پهرين سڏ مون کي ٿيو. مون "استادن سان پوليس جو آزار" ڏنل موضوع تي تقرير ڪئي. ان کان پوءِ ڪجهہ ٻين مقررن بہ ڏنل موضوعن تي تقرير ڪئي. پر هر هڪ مقرر تقرير کان اڳ "جناب حاجي الهہ رکيو بلوچ صدر مجلس ۽ مهمان خاص وزير تعليم سنڌ" شد مد سان ضرور چيو ٿي. جن لفظن خاص مهمان در محمد اوستي

صاحب جون پاپڙيون لال ڪري ڇڏيون. ڪن پلڪ ڪانپوءِ حسن باجاري صاحب کي سڏ ٿيو. باجاري صاحب اسٽيج تي پهچندي برهه جون باهيون ٻاري ڇڏيون. سندس منهن مان لفظ نہ ٿي نڪتا پر ڄڻ ٻاٻري ٻرندڙ ألا ٿي نڪتا. جنجي ڇٽنگن پورو هال ٻاري ڳاڙهو لال ڪري ڇڏيو. باجاري صاحب ڊائيس تي بيهندي اوستہ صاحب ڏانهن هٿ کڻندي مخاطب ٿيو ۽ چيو تہ اوستا صاحب! اوهان سرڪٽ هائوس ۾ استادن جي مانواري وفد آڏو بہ بانگي دهل اعلان ڪيو تہ "سنڌ جو وزير تعليم پرائمري ماستر جي صدارت هيٺ خطاب ڪرڻ پنهنجي توهين سمجهي ٿو."

اوستا صاحب! ٻڌ! ڪن کولي ٻڌ! سنڌ جو پرائمري استاد ملڪ جا اڳواڻ، صدر، وزير، گورنر ٺاهڻ جي فئڪٽري آهي. اوهان جهڙا ڪئين وزير پرائمري استاد ٺاهيا آهن. اوهان اهي لفظ چئي سنڌ جي پرائمري استادن جي توهين ڪئي آهي. ان ڪري اڄ پهرين اوهان استادن جي توهين ڪرڻ جي پوري هائوس کان معافي وٺو. آئون پنهنجي تقرير پوءِ ڪندس.

محترم باجاري جي لفظن هائوس ۾ ڀڙڏول وجهي ڇڏيو. سڄو هائوس اٿي بيهي رهيو. شرم شرم جا نعرا لڳا ۽ مطالبو ٿيو تہ وزير معافي وٺي. پوءِ ڪارروائي هلڻ ڏينداسون.

سالار استاد حاجي الهہ رکيو ڊائس تي آيو ۽ حڪم ڏنائين تہ هائوس ۾ خاموش رهو. مون کي صدارتي تقرير آخر ۾ ڪرڻي آهي. پر وقت جي نزاڪت سبب آئون پنهنجي تقرير خاص مهمان کان اڳ ڪريان ٿو جيئن مهمان کي جواب ڏيڻ ۾ آساني ٿئي. اهڙي طرح هن هائوس کي خاموش ڪرائي پنهنجي تقرير شروع ڪئي. حاجي الهہ رکئي جي تقرير جا هٿي ڄڻ مارٽر گولا هئا. جن جي خطاب جو اسٽائيل ائين هو ڄڻ ڪو اعليٰ عملدار پنهنجي ماتحتن کي هدايتون بخشي رهيو آهي. سندس ڪجهہ الفاظ دماغ جي ڪمپيوٽر تان اترن ٿا: جيڪي هي آهن: اوستہ صاحب! سنڌ جو پرائمري استاد اعليٰ هستي آهي، جيڪو بي

لوڀ، بي طمع سنڌ جي عوام، ڌرتي جي ٻولي جو خدمتگار آهي، هو ڪشمور کان ڪيٽي بندر تائين، برپٽ، ڪڇي، پڪي، جهر جهنگ، لئي لاٽي، ڪرڙ ڪانديري جي اوٽ ۾ جيجل ماءُ جي لولي جي ترغيب ڏيئي ٿو. جهوپن ۾ جهانگيئڙن جي خدمت ڪري ٿو. فرش تان عرش تي پهچائڻ وارو پيغمبري پيشي جو پيغام رسائڻ وارو آهي. هي اهو استاد آهي جنهن هر جاءِ، هر محفل ۾ پنهنجي صاحب جو پيغام پهچايو. سندس نعرو ٻاتن ٻولن ۾ سيکارڻ وارو رهبر آهي، جنهن جي محنت سان اوهان پنهنجي صاحب سميت اقتدار عالم تي وينل نظر اچو ٿا. اوهان ان اقتدار جي نشي ۾ سڀ شيون وساري ڇڏيو ٿا. سنڌ جي استادن جي درد جا درمان ٿيو، جيڪڏهن اوهان ان کان ڪنارا ڪئي تہ سنڌ جو استاد ڪڏهن بہ خاموش نہ رهندو. اوهان وٽ اسلح بندوقون آهن. اسان وٽ قلم. عقل آهي، بندوق قلم عقل جي مقابلي ۾ سدائين مات کاڌي آهي. اوهان استادن کي ماريندؤ. گهٽا ماريندؤ. اوهانجا اوزار ختم ٿي سگهن ٿا. پر استاد ختم نٿو ٿي سگهي. هي سچو ملڪ سنڌ رت سان ڳاڙهو لال ٿي ويندو. پر استاد هاڻ پوئتي نہ هٽندو. ٻال اوهان جي جهولي ۾ آهي. اوهان کي بہ جيڪب آباد ۽ سنڌ ۾ رهڻو آهي وغيره".

مطلب تہ حاجي صاحب کان جيڪو ٻڇي سگهيو اتي پنهنجو فرض واه جو نباهيائين.

آخر ۾ اوستو صاحب تقرير لاءِ آيو اچان نحمده و نسلي جي شروعات ڪيائين تہ هال سڄو اٿي بيٺو ۽ مطالبو ڪيائون تہ معافي وٺ! پنهنجا لفظ واپس وٺ!

پر واهه اوستا صاحب تنهنجو تدبر ۽ خوش اخلاقي. چيائين تہ ڪڏهن معافيون وٺبيون آهن، ڪڏهن ڏبيون آهن. هن پنهنجي تقرير مختصر ڪري ڪنهن هڪ بہ مطالبي مڃڻ جو اعلان نہ ڪيائين ۽ روانو ٿي ويو. جڏهن تہ مطالبن ۾ هڪ مطالبو اهو بہ هو تہ اسڪول جو ٽائيم يڪو هئڻ گهرجي. جنهن تي ڪو سرڪار جي بجيٽ وغيره جو مسئلو

ڪونہ هو. جلسو ختم ٿيو سڀ مهمان واهيري ڏانهن روانا ٿيا. ڪئين چميگويون، افواهہ هليا تہ سمورا مقرر ڊي. پي. آر جي ور چڙهندا يا نوڪري تان هٿ ڌوئڻا پوندن.

پر اوستو واقع پراڻو آزمودگار سياستدان هو، ان جلسي مان اهو نتيجو نڪتو جو وقت جو وزيراعليٰ ممتاز علي ڀٽو صاحب حيدرآباد پهتو. پ.پ.الف جي قائد سائين جان محمد جمالي صاحب ڪي ٽيم سميت سرڪٽ هائوس ۾ طلب ڪري ڇهہ ڪلاڪ ڳڌجاڻي ڪئي ۽ سمورا مطالبا مڃيا. ۽ سرڪاري هئنڊ آئوٽ پڙرو ڪيائين.

اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ان سڄي جلسي ۾ پيش آيل روين جو نزلو محترم محمد حسن باجاري ضلع صدر دادو تي پيو ۽ هن ڪي زوري ڪاتي مان رٽائر ڪيو ويو. جيڪو ماستري کي ڇڏي سياستدان ٿي ويو.

ان جلسي جي سموري ڪاميابي سيّد اڪبر جي بهترين جوڙجڪ ڪري ٿي ۽ سنڌ جي استادن جي ڏنل ووٽ جو ڀهريون ڦل مليو.

سيد اڪبر 1973ع جي آخر ۾ پنهنجي لاڳاپيل سياسي تنظيم جي ڪيل فيصلي موجب سنڌ جي جنرل سيڪريٽري تان مستعفي ٿي چارج باقاعدي قربان علي ٽانوري کي ڏيئي آخري ڳڌجاڻي ۾ شرڪت ڪري سيني ڪان موڪلائي روانو ٿي ويو. مان سندس ان عمل تي سخت ناراض رهيس. ايتري قدر جو اسان جون هڪ ٻئي سان رهاڻيون، خط و ڪتابت بہ ان ناراضپي جي ور چڙهي ويا. 1979ع ڌاري سرڪار جي ياڙيتن جي رپورٽ تي هن کي امن امان جي مدنظر ٺٽي ضلعي مان بدين ضلعي جي باربر جي ڇيڙي تي اسڪول سيّد الهڏنو شاهہ بدلي ڪيو ويو. هن سان گڏ ڪن ٻين دوستن جون بہ بدليون ٿيون، پر هن تي مڙيئي سرس سختي رکي ويئي. هن جون روزانو روز جون رپورٽون ٿينديون هيون. هن تي ايڏي وڏي حملي ٿيڻ تي ڪير بہ سندس مددگار نہ رهيو. هن وڃي اتي روشني جا ڏيئا ٻاريا.

1981ع ۾ پير علي مير سنڌ جي چوندن ۾ قربان علي ٽانوري کي

پنهنجي پاران منهنجي ۽ رسول بخش خليفي جي ٻانهن سنڌ جي اميدوار طور ڏني. جنهن جي ورڪ ۾ لاڳيتو سيّد اڪبر سچي سنڌ ۾ اسان سان گڏ رهيو. ۽ منهنجو ۽ اڪبر جو وري رستو ڳنڍجي ويو. مان وڏي اڪثريت سان سيڪريٽري چونڊجي ويس. ٽانوري صاحب اپريل 1982ع ۾ وفات ڪئي ۽ حاجي عبدالرحيم سينئير نائب صدر مان صدر ٿيو.

اڪبر جي واپس بدلي لاءِ ڏاڍي ڪوشش ورتي سون. وزير، وزيراعلىٰ تائين ڊوڙياسين پر مسئلو حل نہ پيو ٿئي. آخر ڊائريڪٽوريٽ مان هڪ دوست ٻڌايو تہ اڪبر جي بدلي ٿئي جي ڊپٽي ڪمشنر جي رپورٽ تي ٿي آهي. جيستائين ان ڪان اجازت نہ ملندي تيستائين بدلي واپس نہ ٿيندي ۽ اها واقع صحيح حقيقت نڪتي. ڊپٽي ڪمشنر وٽ هٿ پير نہ پيو لڳي.

1983ع ۾ جناب قلي بخش رند ڊي سي ٿي تو ٿي آيو. اسان کي معلوم ٿيو تہ هو نوجوان ۽ همت پريو بہ آهي. سائين الهہ بخش پنيرو صاحب نوابشاهہ سان سندس گهرا تعلقات بہ آهن. هن کي عرض ڪيوسون هن اڪبر شاهہ لاءِ هلڻ جي هامر پري. نيٺ سائين پنيرو، حاجي عبدالرحيم جتوئي ۽ آئون مڪلي تي ڊي سي آفيس پهتاسون سيد اڪبر کي بہ گهرايو سون.

حاجي عبدالرحيم پنهنجي ڪارڊ تي سائين الهہ بخش پنيرو جو نالو لکي اندر موڪليو. يڪدم اسان کي گهرايو ويو. اڪبر چيو تہ في الحال اوهان ملوس منهنجي گهر ڪندو تہ پوءِ سڏي وٺجو. اسان اندر وياسون صاحب بهادر تمام وڏي عزت احترام سان مليو. ساڻس حال احوال ڪياسون. پاڻ سپرنٽينڊنٽ کي چيائين تہ ليٽر لکي اچ پر سپرنٽينڊنٽ ڪيس وڏو فائيل ڪڍي آڏو رکيو. فائيل پڙهندي پاڻ يڪدم چيائين تہ اها صورت تہ آئون ڏسان. اسان اڪبر کي سڏيو. هو اچي مليو. رند صاحب گهور سان مٿان ڪان هيٺ پيو ڏسي. نيٺ هن ڪلرڪ کي چيو تہ هي منهنجو چاچو (پنيرو صاحب) آهي ان ڪري

آئون ضمانت سرڪار کي ڏيان ٿو. هن جي اچڻ سان ٺٽي ضلعي تي ڪو آسمان نہ ڪرندو. ڊي. سي صاحب ڊائريڪٽر ايجوڪيشن حيدرآباد بقا محمد قريشي صاحب ڏي ليٽر لکي ڏنو. جنهن ۾ هو تہ ”سيد اڪبر کي بدين ضلعي مان جيڪڏهن ٺٽي ضلعي ۾ بدلي ڪيو ويو تہ اسان کي اعتراض نہ آهي“

اهڙي ريت سندس واپس بدلي ٺٽي ضلعي ۾ ڪرائي پوسٽنگ ورتي ويئي. 1983ع کان آخر تائين اسان ٻنهي جو هڪ ٻئي سان سنئو ساٿ رهيو. هن بہ مون سان پيلي جوڳ ڏني. بحث ۾ وڙهي بہ پوندا هئاسون. پر وري پاڻ ۾ ٺهي بہ ويندا هئاسون.

اڪبر عالم، اديب، عاقل ۽ سرفروش هو. هن سدائين پنهنجي نظريئي سان وفا ڪئي. هو پنهنجي زبان، پنهنجي تاريخ، پنهنجي ضمير، پنهنجي وطن سان ساڪي رهيو. هو ڪڏهن بہ خاموش نہ ويٺو. هن زندگيءَ ۾ ڪئين ڏونگر ڏوريا، سنگينيون سٺيون، هن ڪيترا اوڙاهہ اورانگيا پر خاموشي بيوفائي سندس لغت ۾ نہ رهي. هن لطيف سائين جي سڻ سڻ تي پاڻ بہ عمل ڪيو ۽ ٻين کي بہ ائين ڪرڻ لاءِ تلقين ڪندو هو. مطلب تہ هن جي ان قرباني تي سهڻي لطيف جو هي شعر ذهن تي اچي ٿو:

مٿي اتي منهنجي ڪوڙين هونِ ڪپارَ
تہ واريو واريو وڍيان، سِسيءَ کي سو وار.
تہ پڻ تند تنوار، تنهنجي مٿان مڱڻا.

پاڻ جواني کان آخر تائين پوري زندگي باضمير ٿي رهڻ ڪري پوري زندگي عذابن، اوسيئڙن ۾ گذاري، پر ڪنهن جي بہ آڏو نہ جهڪيو نہ آڻ مڃي. سندس دوستي جي وفائي جا ڪيترا مثال آڏو آهن.

سندس دل گهرئي دوست محترم غلام قادر پليجو صاحب جن ڪيس سنئو معاوضو ڏيئي ڪيس ٺٽي ۾ پاڻ سان شريڪ ڪرڻ جي سندس آڏو درخواست ڪئي. پر پاڻ چيائين تہ پليجا صاحب تنهنجا قرب. آئون جڏهن پنهنجي بک، بيماري ڏسان ٿو تہ دل چوي ٿي تہ معاشي باهہ تي

چندبو وجهڻ لاءِ توهان سان هائوڪار ڪريان. پر وري دل ڪان پڇان ٿو ته نوڪري ۽ دوستي گڏ هلي سگهنديون؟ جواب نهڪار ۾ ملي ٿو. ان ڪري آئون نوڪري ڪي دوستي تان قربان ڪريان ٿو. دوستي ڪي نوڪري مٿان قربان ڪرڻ عيب سمجهان ٿو. مطلب ته هن ڪڏهن به پنهنجو ملهه نه ماٺيو. پئسي، عيش، خوشحالي ڪي هن ٺڏا هڻي پيرين ڪري ڇڏيو. سڄي عمر اٽل ۽ مضبوط ارادي سان گذاري. صرف ان آسري تي ته:

سگر سات سڌبا ۽ مظلوم گڏبا،
نوان ڳوٺ اڏبا ڇوڙي ڇانگ ڇڏبا،
نه ظالم ڪري رهندا نه مظلوم مرندا،
سياري نه ٺرندا اونهاري نه ٻرندا،
نه محڪوم حاڪم نه ظالم نه بالم،
نه ڪنهن ڪهر ۾ ماتم سڪيو سارو عالم،
نه وانگي ويڳاڻان نه گهوٽڻ تي گهاڻان،
مان هوندس نه هوندس سو پاڻا نه ڇاڻان.



## جڏهان ڪر تيام، ساڃاهه سپيرين جي

ڳوٺ ۾ رهڻ دؤران بنوري شهر جي سُريلي راڳي الهڏني خاصخيليءَ جي آواز ۾ هڪ وائي ٻُڌم، وائي ڇا هُئي، بس هڪ ڪيفيت هئي، جيڪا ڪنهن ٻئي جهان ڏانهن وٺي تي وئي. ۽ پوءِ روزانو رات جي پوئين پهر ۾ ان وائي جو ٻڌڻ عجيب معمول بڻجي ويو. وائي جا ٻول اجهو هي هئا: ”جهانگيانڻي اُٺ ۾ تون جهول، مڪ پنڻ جي مند اچي وئي“ اُن خوبصورت وائيءَ جو خوبصورت شاعر هو سيّد اڪبر. هي اڪبر شاهه سان منهنجو پهريون ۽ آخري غائبانه تعارف هو. ڇو ته پنهنجي ان محبوب شاعر سان افسوس سندس حياتيءَ ۾ ڪڏهن به ملاقات نه ٿي.

حيدرآباد اچڻ کان پوءِ هڪ ڏينهن فقير علي ڏني آدماڻي (جنهن هاڻي جروار سڏائڻ چڏي ڏنو آهي) جي هٽن ۾ هڪ مضمون ڏٺم، پڙهڻ کان پوءِ ڏاڍي سرهائي ٿي. اُهو مضمون پنهنجي ان محبوب شاعر سيّد اڪبر تي ئي لکيل هو، جنهن جي خوبصورت وائي آئون ڪنهن زماني ۾ رات جو دير تائين پيو ٻڌندو هئس. پوءِ تہ سيّد اڪبر سان هڪ نسبت جڙي پئي، اها نسبت سائين قادر بخش طالباڻي، سائين محمد رفيق جروار ۽ پ.ٽ. الف جي حوالي سان اجا بہ پختي ٿي چو تہ سيّد اڪبر ڪانسواءِ پ.ٽ. الف جي تاريخ ڪي مڪمل نٿو چئي سگهجي.

لاڙ جي ماجر واري علائقي سان لاڳاپيل سنڌ جو مشهور ۽ خوبصورت شاعر سيّد اڪبر بہ، شاعرن جي اهڙي سٽ جو ساٿاري رهيو آهي جن پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ پنهنجي تخليقن وسيلي،عوامي جدوجهد ۽ سياسي انقلاب جي صحيح ۽ سچي عڪاسي ڪئي ۽ پنهنجي خطي جي هڪ معتبر تاريخ جوڙي پاڻ ڪي ان ۾ سداحيات ٻڻائي ڇڏيو.

سنڌ جي هن خوبصورت تخليقڪار جو جنم پهرين فيبروري 1943ع تي ٺٽي ضلعي جي قديم شهر دڙي لڳ ڳوٺ در ملوڪ شاهہ ۾ ٿيو. سندس والد سيد الهڏنو شاهہ چڱو موچارو زميندار هو ۽ ڪيس پنهنجي ڳوٺ ۾ ”لکي محل“ نالي هڪ ناهوڪو بنگلو پڻ هو. سيّد اڪبر شروعاتي تعليم پرائمري اسڪول ڪانڌڙا لڳ در ملوڪشاهہ ۾ مڪمل ڪئي. انگريزي تعليم مڊل اسڪول دڙي ۽ جامع عربيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد مان حاصل ڪئي، 1968ع ڌاري سنڌيونيورسٽي مان فرسٽ ڪلاس ۾ گريجوئيٽ ٿيو. آگسٽ 1962ع ڌاري ميرپور بٺوري جي پي. سي اسڪول ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. 1972ع ۾ قائد استاد مرحوم جان محمد جمالي آل سنڌ پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن جو صدر ۽ هي ان جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. پ. ٽ. الف ضلع ٺٽي جو جنرل سيڪريٽري، تعلقي ميرپوربٺوري ۽ حيدرآباد ڊويزن جو صدر پڻ رهيو.

سيّد اڪبر شاعري جي شروعات 1960ع ۾ ڪئي. سندس پهريون ادبي استاد مولوي پروانو جتوئي هو.
سنڌ ۾ مزاحمتي تاريخ جي سرواڻي گهڻي ڀاڱي لاڙ جي حصي ۾ آئي آهي، جنهن ۾ شهيد دودي سومري کان وٺندي دولهه دريا خان ۽ شاهه عنايت شهيد کان وٺندي دڙي جي ذڪريا شهيد تائين جو پنهنجو پنهنجو تاريخي ۽ قومي ڪردار رهيو آهي. قلمي جهاد جي حوالي سان به هن علائقي جي شاعرن خوب ملهايو آهي. خليفو نبي بخش قاسم، حاجي احمد ملاح، ابراهيم منشي، محمد خان مجيدي ۽ سرويچ سجاولي ۽ سيّد اڪبر جهڙا شاعر ان ۾ برابر جا حصيدار رهيا آهن. جن پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪم نهايت ايمانداريءَ سان انجام ڏنو.
سيّد اڪبر جيئن ته بنيادي طرح ڪيتروئي وقت عوامي تحريڪ سان سلهاڙيل رهيو. تنهنڪري سندس ڪلام ۾ عوامي جدوجهد وارو مزاحمتي پهلو مڙئي سرس نظر اچي ٿو. پاڻ قومي ۽ طبقاتي جدوجهد ۾ پختو يقين ۽ ايمان رکندڙ هو. سندس ڪلام عام مزدور، هاري، پورهيت ۽ مظلوم طبقي جي اهنجن جي ڀرپور عڪاسي ٿو ڪري، سندس نظم جا بند آهن:

هي سردار محنت، غريبن جي ڪائين،
ڀريو پيٽ پنهنجا، ٿا لانگون لڳائين،
ڏيو جيل دڙڪا، ٿا ڦهري ڪنبائين،
لٽيرا لٽيو هي، ٿا پنهنجو بنائين،
سندو ڏينگو ڏيري، ڪندو يار هل،
اجا ڇا هي آهي، ظالم جيئندا رهندا،
ڀيا هي وڃن ڇا، ته ڀيا ايندا رهندا،
لحو آدميت، اجا پيئندا رهندا،
اجا ڪيسين توتي، ستم ٿيندا رهندا،
وڏي يار همدم، مچائي ڪا هلچل.

زمانو برابر سگھو يار ٿيندو،
ٻکي ۽ ڏکي سڀ، وجي پار ٿيندو،
هتي يار هرڪو مددگار ٿيندو،
سڪيا سڀ ٿيندا نہ لاچار ٿيندو،
نکي ان ۾ اڪبر نڪو ٿيندو افضل

ذاتي زندگيءَ ۾ ڪيترين ئي تڪليفن جي باوجود سيّد اڪبر ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيو. سندس وايون ان جو مثال آهن، جيڪي يا تہ ماروي مان چيل آهن يا وري سيئي معذوري مان. جنهن ۾ سيّد اڪبر اهو درس ڏيندي نظر اچي ٿو تہ هي ڏک ڏاکڙا ۽ اهنج سڀ عارضي آهن، آزادي جو سج اڀرڻو آهي ۽ عمرن جا آزار ختم ٿيڻا آهن. جبلن جا جُهد ارادن کان ارڏا ۽ اڏول آهن.

ويڙهيچن جا وطن تي مٽا ڏين مانجهي،
ٿيندئي مزمان، صبوح يا کي سانجهي،
وتن نر ننگن تي، وڪاڻا وڪاڻا.

----

ڪيت سمورا بنجو سانگي،
ڪوٽ عمر جو جهوريو جهانگي،
ويڙهيچن تي وار نہ سهبا،
عمرن جا آزار نہ سهبا.

وائي جي سٽن ۾ اظهار ڪري ٿو:

جهانگياڻي اُٺ پير تون، جهول،
مڪ پنڻ جي مند اچي ويئي،
وندُ اچي تون ويڙهيچن ۾، قربن جا ڪچڪول۔
سون سريڪا سانگي اڪبر، اونئڙا انمول،
مڪ پنڻ جي مند اچي ويئي.

---

سسئي جنهن سان سڱ ڪيو ٿو، آئون تہ اهوئي آهيان آري،

ڏونگر تو سان ڏاڍ ڪيا، پر، گهڙي نہ وڏڙئي گهاري،
تنهن جو سڏ سٽي مان آيس، ڪير سڏيندو توکي ڪاري،
هاڻي هي پنيور نہ ٿيندو، اڳ جيئن ڪنهن جو ماري.

---

تيز لڳن طوفان ڪيئن، پر پنهنجي لاٽ ٻري،
اوندهہ اڪبر جاڻ اڏاڻي، ڏائڻ جو ڏِس ڏِيل ڏري.

سنڌ ۾ سيّد اڪبر جي شهرت جا ٽي وڏا سبب آهن. هڪ عوامي احساس ۽ امنگن جي رنگ ۾ رڱيل سندس خوبصورت ۽ ولولہ انگيز شاعري جي شعلہ بياني ۽ ٻيو پ.ٽ.الف جي پليٽ فارم تان سنڌ جي استادن سان افسر شاهي جي بہ اڪيائي ۽ اقربا پروري واري روش خلاف فصاحت ۽ بلاغت وارين مزاحمتي تقريرن، جنهن ۾ هو پنهنجي وسيع مطالعي جي آڌار تي استادن جي همت ۽ ارادن کي آسمان جي اوچائي تائين پهچائي ڇڏيندو هو.

سيّد اڪبر، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو وڏو پارکو ۽ درست پڙهندڙ هو ۽ اها سڃاڻپ، سندس شهرت جو ٽيون ۽ وڏو سبب بڻي. بهترين شارح جي حيثيت ۾ شاهہ لطيف جي ڪلام جي شرح پيش ڪرڻ تي کيس وڏو ڏانءُ هو. مختلف ادبي گڏجاڻين ۾ شاهہ عبداللطيف جي ڪلام تي ڏنل سندس ليڪچر لطيف شناسي تي تحقيق جي سلسلي ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. کيس شاهہ عبداللطيف، شاهہ عنايت ۽ ٻين صوفي شاعرن جي ڪلام تي سٺي دسترس حاصل هئي، جنهن ڪري ادب ۽ فن جي دنيا ۾ سندس تحرير توڙي تقرير کي وڏو مان مليو.

مٿين ٽنهي خوبين سبب، سيّد اڪبر جتي بہ ويو سنڌ جي عوام کيس جيءَ ۾ جايون ڏنيون. ماڻهو مٿس موهجي پيا، اهوئي سبب هو جو کيس سنڌ جي تمام سنن دوستن جو هڪ وسيع حلقو نصيب ٿيو جيڪي پڇاڙي وارن ڏينهن تائين ساڻس پيڙا رهيا ۽ اڄ بہ سندس پيغام کي ورجائيندا پيا رهن. سيّد اڪبر جي فڪري اڏام بہ تمام

مٿانهين آهي ڪيس جيتري عروض تي دسترس حاصل هئي اوتري چند وديا بابت بہ ڄاڻ رکندو هو. خيال ۽ بيان جي سٽرائي سان گڏ، ڪلام ۾ نزاڪت پيدا ڪرڻ لاءِ نوان نوان لفظ ۽ ترڪيبون ڳاهڻ سندس فن جو ڪمال آهي. اهڙا شاعر تمام گهٽ هوندا آهن، جن کي نظم سان گڏ نثر تي بہ مهارت حاصل هوندي آهي. سنڌ ۾ شيخ اياز کي نثر توڙي نظم تي وڏو هلڪو حاصل هو. سيّد اڪبر بہ جيترو خوبصورت نظم لکيو آهي اوتروئي بهترين نثر. مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل سندس مضمون ۽ ڪهاڻيون، نج ۽ سادي ڳوٺاڻي ٻوليءَ جي لاڙي لهجي جون بهترين عڪاس آهن جن ۾ سماج جي پيچيده مسئلن جي نشاندهي ۽ انهن جو حل ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

مختلف ادبي ۽ تنظيمي دوستن ڏانهن سيّد اڪبر جا لکيل خط ون يونٽ واري تحريڪ کان ويندي پ.ٽ.الف جي تحريڪن جي هڪ معتبر تاريخ جي حيثيت رکن ٿا، جن ۾ سندس شاهڪار نثر پڙهندڙن تي سحر طاري ٿو ڪري ڇڏي.

هر ليڪڪ وانگر سيّد اڪبر جي بہ خواهش هئي تہ سندس قوم ترقي ڪري ۽ جنهن معاشري ۾ هو رهي ٿو. سو مهذب معاشرو سڏائڻ جي لائق ٿئي. ڏک،مفلسي پرماريت ۽ جهالت وغيره جي پاڙ پٽجي وڃي ۽ هر ماڻهو آزاد ۽ خودمختيار ۽خوش ٿي آزاديءَ جون نعمتون ماڻي سگهي. هڪ لائق استاد جي حيثيت ۾ پنهنجي وسيع مطالعي، ٻوليءَ سان عشق ۽ ان جي مڪمل ڄاڻ جي آڌار تي سيّد اڪبر سنڌي شاعري جي بوچڻ تي جيڪي خوبصورت ڇٽ ڇٽيا آهن سي سنڌ جي ادبي تاريخ جو اڻمٽ حصو آهن.

خود دار ۽ پنهنجي پيرن تي بيهڻ وارو، آمرن اڳيان ڪنڌ نہ جهڪائيندڙ سيّد اڪبر 2003ع ڌاري ڪاتي'مان رٽائر ٿيو ۽ سٽٽ ٿي 27 جون 2003ع تي هيپاٽائيٽس سي جي موذي مرض وگهي ڪراچي ۾ دم ڌڻيءَ حوالي ڪيو.

آ ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ مٽيا،

پرمون ڪي اهڙا مڙس وڻيا،
جي سارو جڳ جاڳائي ويا.

---

جڏهانڪر ٿيام، ساڃاهه سپرين جي،
تڏهانڪر تِنَ جيترو، مورمَ وسريامِ،
اڱڻ روح رهيام، سڄڻ اوطاقون ڪري.



# اندر روح رهيام

مرشد لطيف جي اها سٽ سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي ته:

ماڻهو سڀ نه سهڻا پکي سڀ نه هنجهه،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي.

اهي ماڻهو ڪٿي ٿا نصيب ٿين. سون هزارن ۾ ڪو هڪ اهڙو هوندو، جنهن مان بوءِ بهار جي ايندي ۽ اهڙو ته دل تي چٽجي ويندو، اهڙو ته من ۾ پيهي ويندو، جڻ صدين کان ذهن جي شعور لاشعور ۾ سمايل رهيو هجي، جڻ ته سوچن جي سلسلن جي پنڌ ۾ گڏوگڏ هلندو هجي، سدائين ساڻ هجي، ڪنو هجي. ”اندر روح رهيام سڄڻ اوطاقون ڪري“! اندر جي اوطاق جي مهمانن لاءِ به لکڻ اسان جي وس ۾ نه آهي. سوبه منهنجي محبوب سائين سيد اڪبر تي بنا ڪنهن حجاب، بنا ڪنهن ججهڪ، بنا ڪنهن ادبي تڳڙم بازي جي اهو اعتراف ٿو ڪريان. ڪي ماڻهو، صفا چند ماڻهو اهڙا آهن، جن تي لکڻ مهل منهنجو وجود ڪنبي ويندو آهي. منهنجا هٿ لکڻ کان نابري واري ويهندا آهن. صرف ان ڪري ته انهي ماڻهو سان منهنجو قلم انصاف به ڪندو؟ يا ان جي بي مثال محبت، پنهنجائپ، انسانيت، ماڻهپي، بي جگري، دلبريءَ ست سيل پچائڻ جي روايت، سيڻ سرهاڻ، ڪرڻ جي ريت، ڏرتي ۽ ڏرتي وارن سان محبت جي بي حساب قدرن جو آئون ڪاٿو ڪري سگهندس؟ اهيو منهنجي من جو الميو آهي. سانحو آهي،

جو اڄ آئون اهڙي منهنجي من تي راڄ ڪندڙ محبوب صفت ماڻهو تي لکڻ ويٺو آهيان ته لفظ رسي ويا آهن. جملا پر ڪري اڌامي ويا آهن. حوصلا خطا آهن، عقل ويران ۽ پڙپانگ آهي. ڪا وڃا وس ۾ ناهي ته سيد اڪبر جو نوحو ڪيئن لکان؟ ڪيس کي مرحوم ڪيئن لکان؟ اسان جي مِثل زندگين جيئارڻ وارو اسانجي برپٽ ۽ بنين جهڙين دلين ۾ محبت جا گل پوکڻ واري سيد اڪبر کي مرحوم ڪيئن لکان؟ جنهن جيئڻ جو ڏانءُ ڏنو، جنهن انسانيت جا سبق ڏنا. جنهن لطيف مرشد جو بيت ائين پڙهيو جڻ لطيف سائين پاڻ پيو پنهنجي ڪوتا مالڪوس ۾ ڳائي، ڪا وائي (اڪيون مينگهه ملهار صورت تنهنجي سڀ جڳ موهيو) سارنگ ۾ پيو سٽائي ۽ دليون پيو گهائي. دلبرجا ديدار، اکين جا اوصاف پيو اجاگر ڪري.

بيوسي انساني بيوسي جو هي مقام، جتي موت محبت ڪندڙن جي وچ ۾ حائل هجي، اتي انسان جيڪو اشرف المخلوقات آهي. دنيا تي حاوي آهي. اهو بيوس ۽ لاچار آهي. جيئن اڄ دنيا جا تمام وڏا ڊاڪٽر ايران جي انهي معصوم ۽ زندگي لاءِ تڙپ رکندڙ جاڙين پيٽن کي الڳ ڪرڻ جي بي انتها ڪوشش باوجود ناڪام رهيا ۽ انهن ڊاڪٽرن جي دل تي ڇا گذريو هوندو، جيئن ان جو اندازو لڳائڻ جي ڪٿ ڪانهي. تيئن سيد اڪبر جو لاڏاڻو اهل دل ۽ سندس محبت جي درميان سيراب ٿيندڙن لاءِ وجود کي ڌوڏيندڙ سانحو آهي.

1973ع جو زمانو آهي، ميرپور بٺوري ۾ ماستري جي ٽريننگ پئي هلي، سنڌ جو ويٽنام بٺورو، ڪامريڊ، اديب عام جام پيا ڦرن، ڪافي نوان دوست ٿيا. جن سان شعوري سفر جا اهم ڏاڪا طئي ڪياسين. روز ڪچهريون قومي گيت شير خان لنڊ جا، اياز جي انقلابي شاعري ڪاليج جي هاسٽل ۾ برندا رهيا. اسماعيل سوهي جون هجت پريون ڪچهريون، پٽر سنڌي جا ڊامينيٽيڊ قسم جا ليڪچر، عوامي تحريڪ جو تمام سرگرم دؤر، فاصل راهو سان ملاقاتون، ”صبح ٿيندو“ ڪتاب جڻ ڪو تمام اهم دستاويز هجي. ان جا ڪلاس، آئون ادب جي دنيا

سان رغبت رکڻ وارو ماڻهو، ڪامريڊن جي ڪچهرين ڪان بور ٿيندو هئس ته سائين غلام حسين رنگريز، عبدالفتاح ميمڻ يا وري ٻنوري جي بهترين ڪهاڻيڪار ساحر پريمي سان وجي، ادبي ڪچهري ڪندو هئس، پر جڏهن سيّد اڪبر سان ملاقات ٿي ته سندس ياري جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي ويس. سائين عبدالله خان اوٺو هيڊ ماستر هو پرائمري اسڪول جو، ان وٽ ويٺو هئس ته هڪ سفيد ڪپڙن ۾ ڪارن پونئرن وارن سان خوبصورت شهپر پنهنجي مخصوص لوڏ ۽ ڪوڏ سان اندر آيو. پنيان ڪافي همراه هئس. سڃاڻ ٿي ته اٺڻ وقت ٻانهن ۾ هٿ، ٻنوري جي ڪير پتي چانهه جي مشهور بنگالي هوٽل تي ويناسين ته وجي سج لٿو، همراهه ايندا رهيا، چانهه ايندي رهي، شير خان لنڊ جا چرچا، اڪبر جون ماڪي رس جهڙيون مٺيون ڳالهيون، وقت جي احساس ڪان سواءِ جڏهن اٿياسين ته ڄڻ صدين ڪان سڃاڻون هجون. پوءِ سيد اڪبر جي ياري منهنجي رهنمائي ۽ رهبري جو سبب بڻي. خاص ڪري شاهه لطيف تي ڪچهري، شاهه جو سيّد اڪبر حافظ هو پر روايتي فقيرن وانگر بيت نه پڙهندو هو، وقت صورتحال پسمنظر ڏسي جڏهن بيت ٻڌائيندو ته بيت جو مقصد، حسن، شاعري جو چس، دل تي هميشه لاءِ نقش ٿي ويندو. تحريڪ رسالي ۾ سيّد اڪبر ڪافي ڪم ڪيو. ڪيس ادب جي معيار ۽ شاعِري جي تمام سٺي پرک هئي. جڏهن سياسي رُت سندس من کي پانءِ نه پيئي، سنڌي عوام تحريڪ جنهن لاءِ سيّد اڪبر تمام گهڻو پاڻ پتوڙيو هو، پارٽي جي بنيادي نيٽ ورڪ ۾ سندس وڏو هٿ هو، اڄ به عوامي تحريڪ جا سرگرم اڳواڻ بنيادي طرح سيّد اڪبر جي محنتن ۽ دوستي سبب پارٽيءَ ۾ آيا. سيّد اڪبر پارٽي لاءِ سڄي زندگي جون خواهشون حسرتون، جمالياتي ذوق جي قرباني ڏيئي هڪ اٽڪ ورڪر، بنا ڪنهن عهدي ۽ مرتبي جي رات ڏينهن ڪم ڪيو، جڏهن سنڌي عوامي تحريڪ کي ملڪي سطح تي پاڪستان عوامي تحريڪ جو نالو ڏنو ويو ته سيّد اڪبر پنهنجن ويجهن دوستن سان وڏي ڪوشش ڪري شير خان لنڊ جي ڳوٺ ۾

ويهي دستاويز لکيا، سائنس گڏ ڪافي دوست هئا پر پارٽي ڪانفرنس ۾ جڏهن اختلاف جي اظهار جو وقت آيو تہ صرف 11 دوست وٽي سيّد اڪبر پارٽي کي الوداع، الله واهي ڪيو. جن ۾ شير خان لنڊ، اسماعيل سوهو ۽ ٻيا دوست شامل هئا. سندس پيارا دوست ڊاڪٽر فيروز احمد خواجہ، ڪامريڊ لکانو ڀهراڻي وارا اڳيئي نڪري چڪا هئا. اهو سيّد اڪبر جنهن سياسي مقصدن، انقلاب ۽ سنڌ جي آجپي جي خواب جي ساپيان لاءِ نوڪري داءَ تي لڳائي ۽ ضلعي بدري، پڳهارون بند ۽ وڏيرا شاهي جي چغلين جو شڪار ٿيندڙ سيّد اڪبر پُري پيو. نظرياتي محل ڊهي پيو تہ شخصيت کي ڪرچيون ڪرچيون ڪري ميڙڻ وڏي دل گردي جي ڳالهہ آهي. سيّد اڪبر سچار، سچيت، سگهاري سوچ رکندڙ سياسي ڪارڪن هو، انقلاب سندس ايمان هو، اهو پنهنجي پارٽي جي ٽٽڻ ۽ نظرياتي تبديلي تي تمام گهڻو دلشڪستہ ٿيو ۽ پوءِ تڪڙو مٿس دل جي تڪليف جو مسئلو پيدا ٿيو. پوءِ سيد اڪبر جو جمالياتي حسن جو چُپ ويٺل شاعر ۽ موسيقي سان محبت جا انبار اٿلي پيا. لطيف جو اڳئي عاشق، وري جو موسيقي سان لنئون لڳس تہ بنوري ۾ راڳ جي چاڻو ماڻهن سان محفلون، ڪچهريون استاد محرم شيدي، مارو شيدي ۽ بنوري ۾ اڪبر ملي ۽ سائين علي محمدخاصخيلي ملي ويو تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ لطيف تي ڪچهري پيئي هلندي، سنڌ جو تمام سريلو راڳي استاد محمد جمن جو شاگرد علي محمد خاصخيلي بہ شاهہ لطيف جي بيتن جو وڏو ذخيرو دل ۾ سمائي رکندو آهي. هڪ ڏينهن بيت ٻڌايائين جو مون اڳ نہ ٻڌو هو.

جيڪر ٿيان پونءِ، واري جا واٽن جي،
مٿان لنگهن مون، ڪيچي قطارون ڪري.

پوءِ تہ اڪبر شاهہ لطيف جي بيتن جون سنگهرون لاهي وڌيون، سندس هڪ وائي علي محمد خاصخيلي ڏاڍي سني ڏن ناهي عام جام محفلن ۾ ڳائي داد حاصل ڪندو هو.

جهانگياٽي اٽ پر تون جهول
مڪ پنڻ جي مند اچي ويئي
پنّي پنهواري پاپي ويئڙا
رلــي آيـــا جـــي رول
مڪ پنڻ جي مند اچي ويئي.

ڪنهن دوست اڪبر تي تنقيد ڪئي تہ سندس شعر ۾ رومانس ناهي، صرف انقلاب ۽ وڙهہ وڙهان (ڏيهہ ايا ڪيا ڏاٽا ووء) وانگر، سيّد اڪبر شعر لکيو (جواني او جاني جهليو ہور آهي) ان جو هڪ شعر آهي.

چٽي گل ويندا، براقي جا پورل
چري چت ٿيئڙي صفا چور آهي.

مون چيو سائين ڇا ٿيو آهي؟ صفا سيڪسي ٿي پيا آهيو، چئي بابا سچي حياتي انقلاب، وٽ وٺان، خشڪ ۽ رُکي زندگي ۾ مري ويا آهيون. هاڻي تہ جواني بہ اچي پڪي ٿي آهي. ڪجهہ جذبن جا جولان تہ ظاهر ٿيندا. مون کي پڪ ٿي تہ سيّد اڪبر جي مزاج ۾ انهي دوست جي تنقيد جو جوابي جوش ڇوليون پيو هڻي. اکين مان ٽاندا پيا نڪرن جلالي ڪيفيت طاري هئي.

بس ٻانهن ۾ هٿ وڌائين ”اٿ تہ هلون، هتي وينا رڳو گپ شپ ڪريون، هلون ٿا ڳوٺ، ”چيمر“ سائين ڪجهہ ڪم آهي، چئي بابا ٻنوري ۾ وري توکي کهڙا ڪم، هل استاد منظور علي خان تي مضمون لکيو اٿم تو کان سواءِ ٻيو ڪير سمجهندو، ان فقيراڻي رمز کي، بس هل اٿي، ڪير جواب ڏئي، موسيقي جو تمام گهڻو شوقين هو، استاد منظور علي خان، استاد محمد جمن جو مداح هجي، سٺو ڪافي، ڪلام ڳائيندي ٻڌندو تہ سيّد اڪبر پڄرندو پيو ۽ خوبصورت ادا سان داد ڏيندو ۽ ٻر ۾ وينل ڪين اشارن ڪناين ۾ واهہ واهہ وينو ڪندو. ”ڪيئن؟“ سندس ڳوٺ ٻنوري کان دڙو روڊ تي سر نالي تي لڻاسين سج لهڻ ۾ ڪي پل هجن، دڙي شهر وٽان سج الاهي لالاڻ

ڪئي، سيّد اڪبر سان سمر نالي جي ڪپ تان ڪچهري ڪندا ميل ڪن تي ڳوٺ ڏانهن وڃون پيا. جڳ جهان جا ذڪر، رجب علي ”ضيا“ اسان جي ڏڙي جو دوست، مرحوم نجم ميمڻ جا ڳڻ ڳائيندا دڙي شهر ۾ پنڪو ٻڏي پلي گهوڙي تي چڙهي اچڻ، ملاڪڙا ميڙا ڏسڻ، ڪوٽ عالم جو شهزادو سيّد اڪبر جي سنگت ۾ آيو تہ اڄ تائين مست ملنگ، قومي ورڪر تي جهر جهنگ آجپي جا پيغام ڏيندو وتي، راهون ڪٽي الڳ هجن، پر فراخدلي جو سيّد اڪبر پيڪر هو، سڄڻ ماڻهن لاءِ اڪبر محبت ۽ احترام برقرار رکندو ايندو. شير خان لنڊ لاءِ محبتون، اسماعيل سوهو، ابراهيم جي ارڏاين جو ذڪر محبت ۽ تمام پنهنجائپ سان، يوسف ڪيڙانو، عارب ڪيڙاني جي سنگت جا ذڪر، مشهور ڪهاڻيڪار پرويز جي نازڪ مزاجي، نفاست ۽ حسن پرستي جا ذڪر ۽ سيّد اڪبر پنهنجي مخصوص ٽور ۾ ٽلندي ٽهڪ ڏيندي ڀٽوري جي تاريخ دهرائيندي اچي ڳوٺ پيڙا ٿياسين. سامهون هڪ الم شريف لڳل هو، پر تمام پراڻو ۽ شهيد ٿيل حالت ۾. الم شريف جو ڏيک تمام اپرو هو، چيم اڪبر هي الم شريف ڪنهن جو آهي، چيائين اڙي چريا جهڙا پاڻ غريب تهڙو پنهنجو الم شريف بہ غريب. جهڙا اسان جا حال تهڙا اسان جي الم جا. بس ياد ڏيارئي هفتي اندر وري ٺا نئون لڳايون. ڪچي اوطاق هڪ ڪمري جي اڱڻ تي ڪٽ وڇيسين. پاڻي ڪٺي آيو. بجلي ويجهو ويجهو ڳوٺن ۾ ٻري پئي پر اڪبر ڳاڙهو لالٽين لوڏيندو آيو. ڪجهہ خط، ڪي شعر ۽ استاد منظور علي خان تي هڪ مضمون، مون مضمون پڙهيو پاڻ وري گهر ڏانهن ويو. مضمون پورو ڪيم، هڪ خط بہ پڙهيم، شاعري بہ. تيستائين چانهہ ڪٽي آيو. ها راءِ ڏي مضمون تي؟ چيم نصير مرزا چوندو آهي سيّد اڪبر لفظن جو سونارو آهي. لفظن جو گهاڙيٽو، تز استعمال، تحرير يا تقرير ۾ تون ڪري ڄاڻين ۽ استاد منظور علي خان تي سني شيءِ لکي اٿيئي. ٽهڪ ڏنائين چئبو ڪانہ وٺيئي؟ چيم ”نہ بابا زبردست لکيو اٿئي پر استاد اڃان ڪجهہ وڌيڪ لهڻي“ پوءِ اهو وري

تون لکجانءِ نہ! تون تہ موسيقي تي سٺو لکندو آهين، ”چيم“ تہ نہ هي يلي شيءِ آهي. چي يار تون استاد محمد جمن تي واھ جو پيپر لکيو آهي. راڳن جا نالا تہ ابا شرط ڦٽائي ڇڏيئي“ چيم ”فياض ٻرڙو چئي ٿو ”موسيقي تي اهڙو ٿو لکين جهڙو ميراثي هجين“ وڏا ٺهڪ ڏنائين کلي کلي کيرو ٿي پيو. ٽيپ رڪارڊ تي منظور علي خان جي محفل ٻڌيسين محمّد جمن، علي محمّد خاصخيليءَ مطلب سنگيت ٻڌي رڄ ڪياسين.

مون ڳالھ ڇيڙي سرڪار، هاڻي تہ مند ٺي وجي، ڪي هٽ ڳاڙها ڪر، ڪي موڙ ٻڌ تہ مزو اچي“ هٽ ۾ گولڊ ليف جو اڻ دڪيل سگريٽ جهلي ڪش هنيائين (دل جي تڪليف بعد سگريٽ جي منع ٿيل هيس پر اڻ دڪيل سگريٽ هٿ ۾ جهلي عادت ضرور پوري ڪندو هو). مون ڪليو ڇو پلا ڇو ٿو ڪلين؟ چيم ”اڪبر شيخ اياز جو نقل تہ نٿو ڪرين، شيخ اياز بہ ائين سگريٽ جهلي اڻ دڪيل سگريٽ جو اجايو استعمال ڪندو آهي ”حيران ٿيو“ نہ نہ سچي ٻڌاءِ ير واھ جي ٻڌايئي مون کي خبر ناهي تہ اياز بہ ڪو ائين ڪندو آهي، آئون مڙيئي پنهنجي منهن، اياز وڏو ماڻهو آهي اسان فقير، ان سان ڪهڙي ريس ڪبي، پر ڏاڍي ٻڌايئي ”ڪلياسين ۽ سگريٽ کي مروڙي اڇل ڏنائين. مون وري اصل ڳالھ ڇيڙي چيائين ”دلبر درس ڪم سچو جڙي آيو آهي، پر دشمني ٺي پيئي آهي، پرين ڌر ۾ ڏڦيڙ آهن اسان سچي زندگي رڳو انقلاب، آزادي ڪندي ڪندي رڄ ۾، رلندا رهياسين، پر اهو بہ چڱو ٿيو، وڏا تجربا مليا. وڏا واسطا مليا. سنگتون، هاڻي اچي ڪجھ دلڙي جو بلو ڪيو ائٿون، ڪٿي وڃي انگ اڙيو آهي. ڳالھ بہ سوڙهي ڪئي سين. هڪڙا متي ڦريل ماڻهو ڳچي ۾ پئجي ويا آهن. پر سگهو ڪجھ نہ ڪجھ ڪبو. هاڻ جهلو ناهي، پاڻ بہ صفا لوھ لڳا پيا آهيون. لڳي جو ويئي تہ پوءِ ”ڪلين ڪنديون وڃ ۾،“ جيئن مينهن ڪندي پور دل وراڪا دوست جا سمجهين ڪونہ؟ هل پنهل پوءِ بہ جيڪو بہ ٿيو. سيّد اڪبر جي شادي ٿي. سنگت وڏا وڙ ڪيا، باقاعدي

مورچا نهيا ۽ سنگت چوڪي ڏني خير ٿيا. سيّد اڪبر محبوب ماڻيو تہ زندگي ۾ وري رونقون، سنگتون، ڪل چرچا، پوڳ، سيّد اڳيئي جنهن هنڌ موجود هوندو هو تہ اُتي ميلا متل هوندا هئا. غلام حسين شوري جي هوٽل هجي، پرويز جو ڪپڙي جو دڪانُ هجي، علي ڪڇي جي هوٽل هجي، نور محمّد زنئور جو دڪان هجي، سنگت سيّد اڪبر تي عاشقن جا ولر لامارا ڏيندا رهندا. سدائين ڪچهري جو ڪوڏيو، جنهن محفل ۾ ويهي تہ گفتا اهڙا ٻڌبا جو زندگي ياد رهن. چرچا، پوڳ، وري جي وڏيرو عثمان چانهيو بہ هجي، جان محمّد ڪاڙڪ پوءِ تہ دل نہ چوندي تہ ڪچهري ڇڏجي. اڪبر ڪي سڀ دوست وڏي عزت ڏيندا هئا. ڪيڏا جهيڙا جهٽا هجن يار ڪاوڙيل هجن پر اڪبر گڏي ويهاريو ويٺو هوندن.

منهنجي نوڪري ڳوٺ ۾ ٿي تہ ملڻ گهٽ ٿيندو هو. منهنجي ناچاڪائي جو ٻڌي هو ايندي ويندي ڪان پڇندو. ابا اسان جي يار جي طبيعت ڪيئن آهي. سلام محبتون، ملياسين تہ ڪچهري ۾ وڏا اعتراف ٿيندا، وري استادن جي تنظيم ۾ سرگرم ٿيو سو بہ اهڙو جو سدائين استادن جي ميڙ ۾ ولرن سان گڏ، ان ڪري ڪجھ سنگت ڪان ڇنو ٿي ويو هو. تنظيم ڪي وقت وڏيڪ ڏيڻ لڳو. هڪ دفعي جهمپير آيو تہ رسي پيو. اسان جا ڪجھ دوست سندس مخالف گروپن ۾ سرگرم هئا. ورڪ پيو ڪري، استاد ليبر گڏ، مون پنهنجي جهڳي جهڙي ماڙي مان هيٺ ڏٺو تہ هڪ جيپ بيٺي، ڪليل جيپ پر سيّد اڪبر ويٺو آهي. لهي ويس هيٺ جيپ مان لٿو مليو پر ڪاوڙيل ڪاوڙيل چيم "هل متي تہ چانھ پيئون ڪچهري ڪريون" چيائين "نہ ڪونہ هلندس، تو سان ڪاوڙيل آهيان تنهنجي ويجها جيڪي دوست آهن سي اسان جي مخالفت ٿا ڪن تون انهن کي پارت بہ نٿو ڪرين" چيم "اهو انهن جو جمهوري حق آهي باقي آئون پ.ٽ.الف جي ليبر سان نہ پر پنهنجي يار اڪبر سان ملڻ آيو آهيان" نڪو تنهنجو تنظيمي مخالف آهيان "پر هينئر آئون سيد اڪبر هوندي بہ پ.ٽ.الف جو ماڻهو

آهيان، تنظيم اسان جي رت ست جو ثمر آهي ان کان آئون الڳ ناهيان تيستائين ساڻس گڏ ڪجهه جذباتي يار باهوڙجي پيا. ”فلاڻو تنهنجو دوست، اعظم گوپانگ، غفور ڪڏائي، نور محمد شورو، تنهنجو پٽ اسماعيل سڀ اسان جي خلاف ڪم ٿا ڪن ۽ سيد اڪبر سان ڳالهائڻ به نه ڏنائون جيپ اسٽارٽ ڪري هلڻ لڳا. پهرين پيرو اڪبر هٿ ٻڌي رڪائي سان موڪلايو. مون سوچيو ته هي جيڪي تنبور ڪش قسم جا ماڻهو آهن. اهي حقيقت ڪي ٽوڙي مروڙي جانب جدا ڪري ڇڏين ٿا ۽ اهو ساڳيو غفور ڪڏائي ۽ منهنجو پٽ اسماعيل هن پ.ٽ.الف جي چونڊن ۾ سيّد اڪبر سان جٽ ٿي بيٺا ۽ وس سارو سندس ڀرپور مدد ڪيائون. پر ان تنبور ڪش گروپ سيّد اڪبر جي اهڙي مخالفت لڪئي چڻ ڪا وڏي دشمني هجي.

بس وقت جي جنڊ ۾ پيسجندي پيسجندي اسان ڪٽي ڪٽي لڙهي ويندا آهيون. هاڻي سيّد اڪبر رٽائر ڪيو ته وقت ئي نه گذريو هو، چيم هاڻ ڪا روح رهاڻ ڪندس. سندس پٽ عبداللطيف شاهه جنهن تي شاهه لطيف جي محبت ۾ نالو رکيو هئائين ۽ عبداللطيف لاءِ هڪ ڊنڊي ٺهرايائين جنهن جونالو ڪراڙ ڊنڊي رکيائين اها به ڏسندس، ساڻس ملهايل شام ۾ به تمام گهڻي مجبوري سبب شريڪ نه ٿيس. استادن جي ٽريننگ سبب قابو ٿيل هئاسين، واپس ٿياسين ته اخبار ۾ پڙهيم ته سيّد اڪبر اسپتال داخل آهي، وري يوسف سنڌي آيو ته ڏاڍي ڏکائتي خبر ٻڌايائين ته همراهه کي ”هيپاٽائيٽس سي“ ٿي ويئي آهي. منهنجو هانءُ هجي پيو، چرڻ کان چٽ هوندي به دل ڏاڍو تانگهيو ته پر ڪري اڏامي وڃان سندس اخباري فوٽو ۾ ٻانهون اڀيون ڪريو ستو پيو هو، اسپتال بستري تي، وري خبر آئي ته واپس ڳوٺ پهچي ويو ۽ چند ڏينهن ۾ منهنجو ياءُ نٽي مان آيو روئٽهارڪو ٿي چيائين ادا! اڪبر شاهه گذاري ويو، مون تي وڄ ڪري. فياض کي ايڏو پريشان مون نه ڏٺو ”نٽي ۾ ابراهيم مليو چئي پيو 12 بجي دفنائيندا. آئون تڪڙو وڃان پيو. پوءِ ٻڌائڻ وس ۾ ناهي، ڪيڏو درد جو درياءُ وهيو

منهنجي عجيب ڪيفيت آهي ڪنهن بہ پياري جي موت ۾ شريڪ نہ ٿي سگهندو آهيان، سائين جي. ايم سيّد جو بہ ڪاندي ٿيڻ جي ست نہ ساري سگهيس. وري سن وڃڻ جي همت نہ ٿي. هن سال صرف نياپي ڏيڻ جيتري دير سائين جي مزار تي حاضري ڏيئي وري موٽي آيس.
اعظم گوپانگ سيّد اڪبر جي فاتح ڪري آيو احوال ورتم، ڪراڙ ڊنڊ ڏسي آيو. عبداللطيف شاھ ۽ ٻين ٻن ننڍن شهزادن سان ملي آيو. مون سوچيو جڏهن همت ٿيندي، ڪجھ درد جهڪو ٿيندو تہ سيّد اڪبر جي ڪکن تي پيرو ڪبو. شاھ عبداللطيف سان ملبو. ڪراڙ ڪپ تي ويهي پار ڪڍي نوحا پڙهبا، ماضي جي محبت جا ماتم ڪبا. سيّد اڪبر جي ويجهن سرندي وارن يارن ڪي سندس ڪلام ۽ سندس خطن جا ٻہ ٽي واليوم آهن، مضمون آهن، انهن ڪي ڇپائڻ لاءِ جتن ڪرڻ کپن. اها اميد يوسف سنڌي ۾ وڌيڪ رکي سگهجي ٿي.

ڏونگر پونئين ڪير، سڄڻ ميخون ڏونگرين،
اهڙا سيڻ سڌير، ڪين لهندين ڪي ٻيا.

سيّد اڪبر شاھ، لطيف تي جيڪي تاريخي ليڪچر ڏنا ۽ تقريرون ڪيون اهي دل تي چٽيل آهن. نام نهاد عوامي حڪومت هجي يا فوجي ڊڪٽيٽر ضيا جو دؤر اڪبر شاھ لطيف جي قومي ۽ عوامي موقف کي اهڙي سٽاءَ ۽ وقت سر بيان ڪندو جو شاھ لطيف جو ڪلام روح جي پاتال ۾ پيهي ويندو، مشهورعوامي دؤر ۾ ڪافي قومپرست اديب شاعر قيدن ۾ حياتي گهاري رهيا هئا. ابراهيم منشي، طارق اشرف، رسول بخش پليجو، شاھ محمد شاھ، سائين جي.ايم. سيد تہ هونئين قيد ۽ بند ٻولي ڪنيو هو. اسان ادبي سنگت طرفان ضلعي ٺٽي ۾ زبردست ثقافتي فنڪشن ڪيا. ٺٽي ۾ شاھ جي ورسي وري جنگشاهي ۾ سانوڻ رت جي اها شاھ لطيف جي ورسي جهمپير ۾ شاھ لطيف جي ڪلام تي پروگرام سيّد اڪبر جنگشاهي ۾ اسٽيج تي صدارت لاءِ وينو هجي، خاص مهمان جڳ مشهور عالم ڊاڪٽر فيروز احمد ميمڻ هجي. فنڪارن ۾ محمد جمن، عابده پروين، زرينہ

بلوچ ۽ ٻيا ڪئين فنڪار هجن ان ڏينهن اڪبر ديسي سيٺن جي ڪٽن ڪرتوتن تي هي شعر پڙهيو ۽ تشريح ڪئي تہ سچو پنڊال تاڙيون ٺي ويو.

جي سي لوڙائو ٿيا جنين سندي ڏير،
هي ماروئڙا فقير، ڪنهن در ڏيندا دانهن.

اهي قوم جا ليڊر جن کي هنن ماڻهن ووٽ ڏيئي مٿي موڪليو اهيئي ڦريندڙ ۽ ظلم ڪندڙ ٿي پون تہ پوءِ هي غريب ماڻهو ڪيڏانهن وڃن، ڪنهن وٽ دانهن ڏين، پر وري مرشد لطيف ان جو علاج ڏسي ٿو ان جو ترياق ٻڌائي ٿو:

جي سي لوڙائو ٿيا، جنين پر رهن،
پوءِ مارو منجهہ ٿرن رهي رهندا ڪيترو؟

پوءِ هي ماروئڙا، سانگيئڙا چپ نہ ڪندا، بس بہ نہ ڪندا پوءِ جهيڙو ٿيندو پوءِ حساب ڪتاب ٿيندو. اهڙا ڪيئي، جذباتي ۽ تز سيّد اڪبر جا خطاب مايوس، دلين ۾ ساهہ وجهي ڇڏيندا هئا. اڄ اهي لفظ رنل آهن. اهو دلبر اسان دوستن، يارن ۽ پنهنجن ڪان پري ٿي ويو آهي، سندس ٻول هوائن ۾ تحليل ٿي ويا آهن. پر دلين ۾ نئين سر سرجن ٿا. اهي رنگ ضرور لائيندا.



## قربتون ۽ فاصلا سيد اڪبر سان گڏ گهاريل ڪجهہ گهڙيون

سيد اڪبر سان منهنجي دوستي 1962ع جي لڳ ڀڳ ٿي جڏهن آئون اڃا اٺين ڪلاس ۾ پڙهندو هئس. ٻاراڻي ادب کان ٽپي ادبي دنيا ۾ داخل ٿيڻ جي جاکوڙ ۾ لڳل هئس. منهنجا مضمون ۽ ٻين ٻولين مان ڪهاڻين جا ترجما روزانہ عبرت ۽ ٻين اخبارن جي ادبي صفحن ۾ شايع ٿيڻ لڳا هئا. پر اڃا ڪنهن ادبي رسالي ۾ لکڻ جي لائق ڪونہ ٿيو هوس. ان وقت ميرپور بٺوري ۾ سنڌي ادبي سنگت جي شاخ قائم ٿيل هئي. جنهن جو روح روان پٽر سنڌي ۽ ڊاڪٽر قمر هئا. سيد

اڪبر بہ انهن ڏينهن ۾ ميرپور بٺوري جي پي. سي اسڪول ۾ پرائمري ماستر مقرر ٿي آيو هو ۽ پٽر سنڌي سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ سبب هن جو سياسي ۽ ادبي شاگرد بڻيو هو. منهنجو ڳوٺ هونءَ تہ تعلقي سجاول ۾ هو، پر فاصلي جي لحاظ کان ميرپور بٺوري کي وڌيڪ ويجهو يعني فقط پنج ميلن جي پنڌ تي هو. سجاول ۾ سنڌي ادبي سنگت جي شاخ ڪانہ هئي ۽ نہ وري ڪو اهڙو ادبي ماحول هو. ان ڪري منهنجي ادبي چِڪ ميرپور بٺوري ڏانهن ٿي. پهرين تہ پٽر سنڌي سان واقفيت ٿي، پوءِ هن جي ڪري ٻين دوستن سان بہ، پر جنهن شخص سان وڌيڪ ويجهڙائپ ٿي اهو سيد اڪبر هو. اصل ۾ هن جي شخصيت ايتري من موهيندڙ، پياري ۽ ڪشش ڀري هئي جو ماڻهو پاڻ ڇڪجي هن ڏانهن ويندو هو. دل جو صاف، منافقي کان پري ۽ سنئون سِڌو ماڻهو جيڪو هر ڪنهن کي پيار ڪندڙ هو. اهي خاصيتون مون تمام گهٽ، ڪن ڳاڻ ڳڻين ماڻهن ۾ ڏٺيون آهن. اهڙو ماڻهو سياست ۾ ڪيئن آيو ۽ ڪيئن هلي سگهيو. اها ڳالهہ آئون اڄ تائين سمجهي ڪونہ سگهيو آهيان، منافقت سان ڀريل ماحول ۾ پاڻ بچائي هلڻ ۽ برداشت ڪرڻ لاءِ دل گردو کپن. تڏهن تہ هن پاڻ چيو هو:

منهنجي سوچ طاقت، ڪسي ويئي بہ مونکان
تيو مان اڪيلو، آهيان دل گجي وارو.

انهيءَ ماحول ۾ سيد اڪبر پنهنجي چواڻي:

مان تہ چڙهان ٿو پل پل ڦاهي

1964ع ۾ منهنجي پهرين ڪهاڻي ماهوار روح رهاڻ ۾ شايع ٿي ۽ منهنجا ليکڪ بنجڻ جا سپنا ساپيان ٿيا، منهنجي ان خوشيءَ ۾ سيد اڪبر بہ شريڪ هو. انهن ڏينهن ۾ جمال ابڙو سجاول ۾ جج هو. سنڌي ادبي سنگت ميرپور بٺوري طرفان جمال ابڙي سان شام ملهائي وئي هئي. ان پروگرام کي هلائڻ لاءِ اسٽيج سيڪريٽري سيد اڪبر هو. جتي مون پهريون ڀيرو اسٽيج تي اچي جمال ابڙي تي لکيل پنهنجو ننڍڙو مضمون پڙهيو هو ۽ منهنجون ٽنگون ڏڪي رهيو

هيون، جڏهن تہ سيد اڪبر وڏي اعتماد سان ڳالهائي رهيو هو.
هي اهو زمانوهو جڏهن لاڙ ۾ فقط سارين جي پوک ٿيندي هئي ۽ اڪثر گدڙ جي مرض سبب پوک تباهہ ٿي ويندي هئي. لاڙ جا هاري توڙي وڏيرا غربت ۽ بک جا ستيل هئا. اسين بہ پنج سئو ايڪڙ زمين هوندي غريب هئاسين. نيٺ تنگ ٿي 1965ع ۾ ڏهہ ايڪڙ زمين پنجاهہ روپيا ايڪڙ جي حساب سان وڪڻي ڪوٽڙي شهر ۾ اچي رهياسين. جتي بابا وڪالت شروع ڪئي. 1965ع کان پوءِ بہ ڪڏهن ڪڏهن سيد اڪبر سان ملاقات ٿيندي هئي. پر پوءِ هو عوامي سياست ۾ گهڻو سرگرم ٿي ويو ۽ اسان جون ملاقاتون گهٽجي ويون. هو جنهن سياسي تحريڪ سان لاڳاپيل هو ان جي ڪيترين ڳالهين سان مون کي اختلاف هو، شايد هڪڙو اهو سبب هجي، پر سڀ کان وڏيڪ هن جون سياسي مصروفيتون ڪارڻ هيون اسان جي قربتن ۾ فاصلي پيدا ڪرڻ جون.
هاڻي بہ ڪڏهن ڪڏهن سيد اڪبر جهڙي سچي ۽ پيار ڪندڙ شخص جي ڪمي محسوس ٿيندي آهي ۽ جيئن جيئن ويجها ۽ پيارا شخص موڪلائيندا وڃن اڪيلائي جو چيندڙ احساس وڃي ٿو وڌندو، سيد اڪبر جي لفظن ۾:

ٿيو مان اڪيلو، آهيان دل گڳجي وارو.



## سيّد اڪبر جو سات

سيّد اڪبر اِن لحاظ کان نهايت خوشنصيب رهيو جو کيس جناب طالباڻي ۽ رسول بخش درس جهڙا ساٿي مليا، جن سندس شاعري ۽ چونڊ خط ڪتابي صورت ۾ آندا ۽ هاڻي سندس ساٿين ۽ واقف ڪارن جا تاثرات گڏ ڪري ڇپائي رهيا آهن. اڳ ڇپيل ڪتاب ۽ تاثرات پڙهڻ بعد معلوم ٿئي ٿو تہ سندس ننڍپڻ ۽ شهر دڙي سان علمي ۽ تحريڪي تعلق تي گهڻ روشني وڌي وئي آهي. سيّد اڪبر جو 1954ع

ڪان 1979ع تائين اٽڪل 25 سال گهٽو تعلق شهر دڙي سان رهيو، جڏهن تہ عوامي تحريڪ ڪان پاسيرو ٿيڻ بعد سندس گهڻو وقت ميرپور بٺوري ۾ گذريو. پهرئين دور تي هن مختصر مضمون ۾ ڪجهہ تاثرات رقم ڪجن ٿا.

**شهر دڙي ۽ ننڍپڻ بابت:**

اسان جي ڳوٺ دڙي ۾ پرائمري اسڪول 1890ع ڌاري قائم ٿيو، جنهن جي پڪي عمارت 1903ع ۾ جڙي راس ٿي. انهي اسڪول جي پر ۾ 1948ع ڌاري اينگلو ورنيڪيولر (AV) ڪلاس شروع ٿيا، جن کي 1952ع ڌاري هڪ مسواڙي جاءِ ۾ منتقل ڪري اُتي مڊل اسڪول قائم ڪيو ويو. سيّد اڪبر، شهيد نجم الدين ميمڻ، ڊاڪٽر صالح ميمڻ ۽ بيا هم ڪلاسي انهي مڊل اسڪول ۾ 1955ع کان 1958ع تائين گڏ پڙهياسين. اُن بعد اسين نور محمّد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ ۽ سيّد اڪبر جامعہ عربيہ هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ٿياسين. جتان 1961ع ۾ اسان مئٽرڪ پاس ڪئي.

سيّد اڪبر ننڍي هوندي کان ئي حاضر جواب هو ۽ مختصر موڪل وقت اسڪول جي پر ۾ وهندڙ ڪسيءَ ۾ ڪاغذ جون ٻيڙيون ناهي راند ڪرڻ توڙي ٻين سرگرمين ۾ اسان سيني کان اڳيرو هو. سندس هڪ مامون دڙي ۾ دوڪان هلائيندو هو. جيڪو پڻ "سگهڙ ۽ چرچائي هو"، سندس ٻيو مامون تنهن وقت ٻئي جوڙ جو چيڙهو ملهہ هو. سندس شخصيت جي جوڙجڪ ۾ انهن ٻنهي مامن جو بہ مکيہ ڪردار هو.

سيّد اڪبر جي خانداني وچولي زميندراي محمود واهہ جي ڪناري تي موجوده چنڊڻ جي ٻنهي پاسن کان هئي. دڙو ميرپور بٺورو روڊ تي آبپاشي نظام جي ور وڪڙ وارين پلين تي سندس پڙ ڏاڏي پنيان در ملوڪ شاهہ جو نالو رکيل آهي. سندس والد سيد الهڏنو شاهہ بہ تر ۾ اثر رسوخ رکندڙ شخصيت هو. 1960ع ڌاري ڪوٽڙي براج جي نڪاسي نظام تحت نڪرندڙ چنڊڻ سبب سندن زمين جي وڏي حصي جو آبپاشي سرشتو ناڪاره ٿي ويو ۽ مالي مشڪلاتن سبب سيّد اڪبر

پنهنجي تعليم جاري نہ رکي سگهيو. جنهنجي نتيجي ۾ هُن پرائمري استاد طور نوڪري شروع ڪئي. سندس شادي دير سان ٿيڻ جو مکيہ سبب بہ مالي مشڪلاتون هيون.

**سماجي، ادبي ۽ سياسي سرگرميون:**

شهر دڙي ۾ سنڌي ادبي سنگت جي شاخ 1956ع ۾ قائم ٿي ۽ شروعاتي گڏجاڻيون ارباب خدا بخش ميمڻ جي اوطاق ۾ منعقد ڪيون ويون، انهن گڏجاڻين ۾ محمد ابراهيم ميمڻ وڪيل، محمد يوسف ڀٽو ۽ مولوي محمد عثمان پروانو توڙي ٻيا مقامي شاعر ۽ اديب ڀرپور حصو وٺندا هئا. مولوي پروانو اسان نوجوانن جي علم عروض ۾ رهنمائي ڪندو هو. 1958ع ۾ سندس وفات سبب، سيف ٻنوي، سيّد اڪبر ۽ راقم الحروف انهي رهنمائي کان محروم رهجي وياسين تاهم تر ۾ ٿيندڙ ادبي محفلن ۾ شرڪت ڪندا رهياسين.

اهڙي ئي هڪ محفل 1963ع ڌاري ميرپور ٻٺوري ۾ بزم طالب المولىٰ طرفان مهر شاھ جي ميلي جي موقع تي فقير خواجہ محمّد عيسىٰ مست سروري ۽ عبدالفتاح عبّد وارن منعقد ڪرائي، جنهن ۾ اسان نوجوانن بہ قومي انقلابي شاعري پيش ڪئي ۽ خوب داد حاصل ڪيو. انهي موقعي تي اسان جي ملاقات ٻنوري جي ترقي پسند اڳواڻ قاسم پٿر سنڌيءَ سان ٿي،جيڪا هلي سماجي ۽ سياسي ساٿ ۾ تبديل ٿي وئي.

ساڳئي سال اسان سوشل ويلفيئر سوسائٽي دڙو قائم ڪئي. جنهن جو اڳواڻ شهيد نجم الدين ميمڻ چونڊيو ويو. انهيءَ سوسائٽي شهري مسئلن ۽ سماجي ڪمن ۾ قابل قدر ڪردار ادا ڪيو. مگر مقامي طرح هلندڙ سومرا، ميمڻ سياسي تضاد جو شڪار ٿيڻ ۽ ڪجهہ وچولي سطح جي ڪارڪنن جي اخلاقي ڪمزورين سبب 1967ع ڌاري غير فعال ٿي وئي. تاهم اسان سنڌي ادبي سنگت شاخ دڙو کي نئين سر سرگرم ڪري آفيس قائم ڪئي ۽ هفتيوار گڏجاڻين جو سلسلو شروع ڪيو، جيڪو وقفي وقفي سان اڄا تائين هلندڙ آهي. اُن ذريعي

ڪافي ناميارا ادبي ۽ سماجي اڳواڻ تربيت وٺي پنهنجي پنهنجي شعبن ۾ سرگرم آهن. جيئن تہ اِنهي عرصي ۾ آءٌ سنڌ زرعي ڪاليج ٽنڊي ڄام ۾ شاگرد هئس، تنهنڪري مقامي رهنمائي جو سمورو بار سيّد اڪبر جي ڪُلهن تي هو. جيڪو خوب نڀايائين ۽ سچي تعلقي ۾ اسانجي ڪارڪردگي ڪي ماڊل طور سمجهيو ويندو هو.

سال 1964ع ڌاري اسان ٺٽہ ضلع جي ڪاليجن ۽ سنڌيونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ شاگردن جي هڪ سماجي تنظيم Collegiate Thatta Students Association (CTSA) ٺاهي جنهن جو صدر سيد محب علي شاهہ حسيني (باغائي) هو ۽ جنرل سيڪريٽري آءٌ ٿيس. ان تنظيم جي جوڙجڪ ۽ شروعاتي سرگرمين ۾ بہ سيّد اڪبر جو اهم ڪردار هو. بعد ۾ اها تنظيم ڊاڪٽر ممتاز عقيلي جن جي سربراهي ۾ هلندي رهي. تازو ان قسم جي سرگرمي ڏڙو يونيورسٽي اسٽوڊنٽس جماعت طرفان بہ شروع ڪئي وئي آهي.

1967ع جي آخر ۾ جناب رسول بخش پليجي جي سربراهي ۾ دڙي، بٺوري، ٺٽي، ٽنڊي محمد خان ۽ گولاڙچي جي ترقي پسند سوچ رکندڙ ڪارڪنن طرفان عوامي تحريڪ جي مرڪزي ڪميٽي قائم ڪئي وئي. جڏهن تہ فيبروري 1970ع ڌاري اها جماعت هڪ باقاعده سياسي تنظيم جو روپ اختيار ڪري وئي. سرڪاري ملازمت ۾ هئڻ سبب منهنجو اُن بعد عوامي تحريڪ سان سڌو سنئون رابطو نہ رهيو. تاهم سيّد اڪبر اُن جي ذيلي تعليمي مورچي تي سرگرم رهيو.

**عوامي تحريڪ کان علحدگي:**

سيّد اڪبر 1970ع کان 1975ع تائين اُستادن جي حقن لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، اُها پ. ٿ. الف جي تاريخ جو هڪ سونهري باب آهي. اِنهي جدوجهد بابت اڳ ڇپيل ڪتابن ۾ ڪافي مواد موجود آهي، جڏهن تہ ان بابت وڌيڪ تحقيقي ڪم جي ضرورت آهي تہ جيئن پرائمري اُستاد جي مسئلن تي ايندڙ دور ۾ بااصول جدوجهد جا بنياد پئجي سگهن. اِنهيءَ دور ۾ سيّد اڪبر جي ذاتي توڙي پيشہ ورانہ

لاڳاپن ۾ تمام گهڻو اضافو آيو، جيڪي سڀ تعلقات هُن عوامي تحريڪ جي وسعت ۽ تنظيم لاءِ ڪتب آندا. اڄ ڪلهه وچولي توڙي اُتر جي ضلعن اندر عوامي تحريڪ جي جيڪا تنظيم موجود آهي، اُن جو وڏو حصو اُنهن بنيادن تي قائم آهي جيڪي سيّد اڪبر جي پيشه ورانه جدوجهد دوران استوار ٿيا ۽ جن ۾ سيد محمد عالم شاهه جي بيپناهه تنظيمي پورهئي سبب وسعت ۽ مضبوطي آئي. ان دور ۾ ڪيل جدوجهد، سيّد اڪبر جي قائدانه ۽ تنظيمي صلاحيتن کي اُجاري اڳ ڪيو ۽ هو تحريڪ جي مرڪزي قيادت ۾ شمار ٿيڻ لڳو. اُن بعد ۽ شايد اُن سبب ئي، ڪيس تحريڪ کان پاسيرو ٿيڻو پيو.

تحريڪ کان سيّد اڪبر جي علحدگي هڪ اهڙو موضوع آهي جيڪو موجوده مضمون جي دائري کان گهڻو وسيع آهي. تاهم ان سلسلي ۾ مختصر تبصرو ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. سنڌي عوامي تحريڪ جو گذريل 40 سالن کان ادبي ۽ سياسي حوالي سان هڪ نمايان ڪردار آهي. تحريڪ جي مختلف مورچن کان هزارن جي تعداد ۾ سماجي، ادبي ۽ سياسي ڪارڪن، عورتون توڙي مرد، تربيت حاصل ڪري چڪا آهن ۽ تحريڪ مان خارج ٿيل يا پاسيرو ٿيل سوين ڪارڪن هن وقت سرڪاري، نيم سرڪاري توڙي غير سرڪاري ادارن ۾ ڪارڪردگيءَ جي لحاظ کان چانيل نظر اچن ٿا. اهي سمورا ڪارڪن ۽ وچولي توڙي مرڪزي سطح جا اڳواڻ يقينن قوم دشمن يا شعوري طرح عوام دشمن نه هئا ۽ نه ئي ٿي سگهن ٿا. تاهم اڪثر ٿيندڙ اُٿل پُٿل ۽ چاتين ۾ مبينه طور سنڌن قومي عوامي ڪردار غير جمهوري طريقن سان ختم ڪيو ويو آهي. اِهو هڪ اهڙو موضوع آهي جنهن تي جناب جامي چانڊيو، جيڪو عوامي تحريڪ بابت باضابطه تصنيفي ڪم ڪري رهيو آهي، ۽ ٻيا اهل علم چند چاڻ ڪن ته بهتر ٿيندو. چاڪاڻ ته فقط اهڙي قسم جي اڻ ڏُري تحقيق ذريعي سنڌ جي هن اهم سياسي ۽ ادبي تنظيم جو مستقبل ۽ اڳواٽي حقيقي جمهوري توڙي سائنسي بنيادن تي استوار ڪري سگهجي ٿي.

سيّد اڪبر اهڙي هڪ اُٿل پٿل بعد، پنهنجي بي تحاشا خلوص جي بي قدري ۽ سنگت جي بي اعتنائي سبب، جنهن مايوسيءَ جي ڪيفيت ۾ باقي زندگي گذاري اُن بابت ڪجهہ پراڻن سائين ذڪر ڪيو آهي. منهنجي راءِ ۾ سيّد اڪبر جهڙي سرگرم نظرياتي اڳواڻ ڪي پاڻ جدوجهد ڪري انهي ڪيفيت مان نڪرڻ گهرجي ها يا ٻيا سائي ڪيس ان ڏهڻ مان ڪيڻ جي ڪوشش ڪن ها تہ قومي عوامي جدوجهد کي وڏيڪ لاڀ ملي ها. بهرحال سيّد اڪبر جي زندگي ۽ سندس جدوجهد قومي عوامي ڪارڪنن جو هڪ قيمتي سرمايو آهي ۽ سندن تربيت لاءِ هڪ مثالي تجربي وارو رتبو رکي ٿي.



# سڄڻ جا سنيها

## سائين عبدالرشيد سانگهڙ

برادرم قادر بخش طالباڻي صاحب
السلام عليڪم!

ويئي جَنين وٽِ ڏُڪندو ڏُور ٿئي،
تون ٿنين سپن ڪٽ، اوڏا اڏي پڪڙا. (شاه)

طالباڻي! مون نہ محبت جي منزل ماڻي آهي نہ عشقيہ اوجهڙن ۾ پير پٿون ڪيا آهن، پر دوستي جي دنيا ۾ ڏاڍو پڪيو آهيان، ڪنهن ڪان آزارجي آيو آهيان، ڪنهن کي آزاري آيو آهيان ۽ ڪٿي تارازيءَ جا پُڙ برابر بيٺا رهيا آهن. توسان تنظيمي تعلق رهيو آهي. نهڻ ۽ نڙڪڻ، اختلاف ۽ اعتراض سڀيئي سهڻا ۽ سهائتا پيا آهن. پر انهن اختلافن جو ٻنهي طرفن تي ڪوبہ منفي اثر ڪونہ پيو آهي. عهدا آيا ۽ ويا، ملازمتون مدت پوري ڪري ويون. دوست ۽ دوستي جا دعويدار ڪي وڇڙي ويا ۽ ڪي جهان ڇڏي ويا. جيڪي بہ چار بچيا آهيون، انهن مان تون ۽ مان زندگيءَ جي سفر ۾ هر موڙ تي برابر بيٺا آهيون، ۽ اهو ساٿ سلامت رهندو. انشاء الله.

چيو مون وفادار آهيان، مگر،
حياتي آ بيوفا ڇڻ حباب. (ضياء خياروي)

طالباڻي! مان بعض اوقات دوستن ڏانهن ڪاوڙ ۽ رنج، افسوس ۽ ارمان جي غلبي هيٺ ڏاڍا ڏکوئيندڙ خط لکندو رهيو آهيان. خط موڪلڻ ڪان پوءِ لکيل لفظن جي تلافي ڪئي اٿم يا نہ! پر انهيءَ عُجلتانہ خط و ڪتابت منهنجي وجود کي ڏاڍو ولوڙيو آهي. مون "آتم ڪٿا" (وِهَڻُ مون نہ وَڙاءُ) جي ڇپائي دوران توکي فون تي چند پنّي هئي، ۽ خط ۾ تيز وَ تُند جملا لکيا هئا. تو موٽ ۾ چيو هو تہ "جيڪي وٽيئي سو ڇٽو، پر "پيار جي پارت اٿئي" مون کي تنهنجي

"پيار ۽ پارت" لفظن ڏاڍو پشيمان ۽ پريشان ڪيو هو، ۽ وڇڙي ويل يارن ۽ پيارن جي ياد ستائڻ لڳي هئي. ۽ طبع تي تو ڪان پري ٿي وڃڻ جو خوف طاري ٿي ويو هو.

**طالباڻي!** تون بخوبي آگاه آهين تہ مان هر تحريڪ ۽ تڪرار ۾ ڏاڍو اٽل ۽ اٿموٽ رهيو آهيان. پر دوستي جي دام ۾ ڏاڍو ڪمزور رهيو آهيان، منهنجي انهيءَ ڪمزوريءَ مون کي وفائون بہ ڏنيون آهن، ۽ جفائون بہ! مون مُسرتون مُسڪراهٽون بہ ماڻيون آهن ۽ اکيون اشڪبار بہ ڪيون آهن. مون زندگيءَ جو ڳچ عرصو دوستن سان خط و ڪتابت ۾ گذاريو آهي، انهن خطن ۾ تسڪين بہ هئي ۽ تڙپ بہ، پر انهن خطن جي اهميت انفرادي هئي ۽ انهن مان ڪنهن ٻئي جي رهنمائي يا ترجماني ٿي نٿي سگهي. انهيءَ ڪري اهي خط روزمره جي عام خبرن وانگر تخليق ٿيندا ۽ پنهنجو وجود وڃائيندا رهيا. جڏهن مون محترم محمد ابراهيم جويو صاحب ڏانهن محترم شيخ "اياز" جا لکيل خط (جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي) پڙهيا تڏهن مون کي خط و ڪتابت جي نئين دنيا جي عجيب ڄاڻ ملي. مان انهن ادبي خطن جي تقليد تہ ڪري نہ سگهيو آهيان، پر خطن لکڻ واري هنرن جو مشاهدو ضرور ڪيو اٿم. ٽيڪسيلا جا عجائبات (ميوزم) مَدين جي معطر ماڙي، بَحرين جا آبشار، ڪالام جا ڪُهسار ۽ مرغزار (واديءِ سوات جو محلات) جو منظر اکين ۾ سمايو اٿم. پورين ۽ ڪوه مري تي ڪڪرن جي قطارن جي بوندا باري کان لطف اندوز ٿيو آهيان. ۽ انهيءَ منظر جو مشاهدو "آتم ڪٿا" ۾ قلم بند ڪيو اٿم. مان سمجهان ٿو تہ ادب جو اپياس ۽ مشاهدي جو منظر خط ۾ خوبصورتيءَ سان قلم بند ڪري سگهجي ٿو. بشرطيڪ ليکڪ جي نوڪِ قلم ۾ ايتري قوت هجي.

**طالباڻي!** مون شيخ "اياز" جي خطن کان پوءِ تنهنجو ڇپايل خطن جو مجموعو "سارون ۽ سنيارون" (سيد اڪبر شاهہ) پڙهيو آهي. هر خط لکندڙ جو پنهنجو فڪر ۽ انداز آهي، پر اڪبر شاهہ جي لکڻ جو انداز

منفرد ۽ مٽانهون آهي. توکي تہ خبر آهي، اکبر شاهہ تقرير ۾ ڪتب آندل لفظن کي نہ رڳو اعراب سان اچاريندو هو، پر هر اهم لفظن کي اچارڻ مهل پکيءَ جي ڇهنب وانگر اشهد آگُر ۽ آگوٺي جي چپٽي ٺاهي نوَڙِ جي سارين وانگر گهربل جاءِ تي رکڻ جو بہ اشارو ڪندو هو. ها! هُو لفظن جو چونڊيندڙ بہ هو، ۽ لفظن جو پوئيندڙ بہ هو.

طالباڻي! مون کي اکبر شاهہ واري خطاطي ڪرڻ نہ ايندي آهي، پرپوءِ بہ دوستن سان بي مقصد يا بامقصد خط و ڪتابت ڪندو رهيو آهيان، گذريل سال سائين "راشد" مورائي خط لکي مون کي مطلع ڪيو هو تہ پاڻ "آءُ ڪانگا ڪر ڳالهہ" جي عنوان سان دوستن جا چونڊ خط ڇپرائي رهيو آهي. انهيءَ مجموعي ۾ منهنجو بہ هڪڙو خط شامل ڪري رهيو آهي، اچرج ۾ اچي ويس. مون تہ ڪڏهن بہ اهڙو شاهڪار خط نہ لکيو آهي. نہ لکڻ جي صلاحيت اٿم. پر پوءِ بہ منهنجو خط منتخب ڪيو اٿس. پنهنجي صلاحيت تي سوچيم، گريبان ۾ جهاتي پاتم، پوءِ سمجهيم تہ اها منهنجي اهليت ۽ قابليت ڪونهي، پر اها سائين "راشد" مورائي جي محبت آهي جيڪا مون کي اهل عِلم ۽ اهلِ قلم دوستن ۾ شامل ڪري رهي آهي.

طالباڻي! تو ٿوري عرصي ۾ تقريباً درجن کن ڪتاب ڇپايا آهن، تو هيرن ۽ موتين جهڙا شعر مِٽيءَ جي دز مان ڪڍي اڇا اُجرا ڪري نہ رڳو محفوظ ڪيا آهن، پر انهن شعرن جي سرجڻهارن کي بہ تاريخ ادب ۾ زنده جاويد بڻائي ڇڏيو آهي. خصوصاً تو پنهنجن وچڙي ويل پيارن دوستن، اکبر شاهہ ۽ پير "ضيا" جا شعري مجموعا "ڪرڪي ڪائي ڪونج" (سيد اکبر) "پاتم پَٽِ ڪٺا" (پير ضياء الدين "ضيا" خياروي) ڇپائي ادب شناسي سان گڏ دوست شناسي جو بہ مثال قائم ڪيو آهي. توکي جس آهي.

طالباڻي! مون ٻُڌو آهي تہ تون بہ سائين "راشد" مورائي وانگر دوستن جا چونڊ خط ڇپائڻ جو سانباهو ڪري رهيو آهين. ٿي سگهي ٿو تہ منهنجو بہ هڪڙو اڌ خط شامل ڪري ڇڏين. تنهنجي مرضي! پر

هڪڙي ڳالهہ توکي وري بہ ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ آئون خط بي احتياطي سان لکندو رهيو آهيان. ائين نہ ٿئي تہ منهنجو خط ڪنهن دوست جي دل آزاري جو سبب بڻجي يا ڪنهن جي روح کي رنجائي، اميد تہ احتياط کان ڪم وٺندين.

**طالباڻي!** منهنجو هيءُ خط سانديي سنڀالي رکجان! ٿي سگهي ٿو تہ هيءُ منهنجو آخري خط هجي، ڇو تہ هاڻي احوال اورڻ جا نوان طريقا ايجاد ٿي ويا آهن، تون ۽ مان بہ انهن طريقن جي اثرن کان آجا رهي نہ سگهيا آهيون. هونئن بہ هاڻي **"حياتي جي ٻيڙي ٻيني پري آ"** شل سفر سٺائو ٿئي (آمين).

هلڻ ويل مَ هوءِ، ڪنهن جو ڪم ڀنيورَ،
ڀَنڊ اڳي، دل ڀوءِ سُور سٺائو جيڏيون. (گرهوڙي)

فقط

سانگهڙ

03-01-09

---

## محترم مولا بخش پرڙو دولت پور صفن

محترم طالباڻي صاحب!

السلام عليڪم!

اميد تہ خيريت سان هوندين.

توهان طرفان موڪليل سائين اڪبر جو ڪتاب (ڪرڪي ڪائي ڪونج) مليو. پڙهيم، ڪتاب ۾ جيڪي خيال ۽ اڏمان سائين اڪبر جا شاعريءَ جو روپ وٺي سٽ، سٽ ۾ سمايل آهن، سچ پچ تہ اهي ارمان ۽ خيال هڪ خوددار، ساڃهہ وند ۽ ذميوار ماڻهو جيائي ٿي سگهن ٿا. سائين اڪبر نجي زندگي ۾ جيئڻ ڪرو، صافگو، بيباڪ ۽ پر خلوص ڏٺم، اهڙوئي سندس شاعري جي ڪتاب ۾ ڪيس پرکيو اٿم. مسئلو

اهو ناهي تہ ڪنهنجي خيالن ۾ لفاظي ڪيتري ڪئي آهي؟ اڄ جو مسئلو ۽ خصوصي طور ادب ۽ شاعريءَ ۾ مقصديت جو پرچار اهم آهي.ا ڪبر انهيءَ سلسلي ۾ بلڪل ڪامياب ويو آهي. سندس شاعري پڙهندڙن کي ذهني طور منجهائڻ بجاءِ ڪليل فضا ۾ ساهہ کڻڻ ۽ سوچڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿي. ان جي سادگي ئي اها خصوصيت آهي جيڪا اڪبر کي واقعي بہ اڪبر بنائي ٿي.
مون لاءِ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي تہ آئون اڪبر جي فن ۽ فڪر تي ڪجهہ لکان. ڇاڪاڻ تہ آئون اڪبر جيترو ڄاڻو ۽ ذهني طور ايترو شاهوڪار ڪونہ آهيان.جيترو اڪبر پاڻ آهي. مان زندگيءَ ۾ جيترا دفعا بہ اڪبر سان مليس ان مان هميشہ پرائڻ جي ڪوشش ڪئي. اڪبر هڪ اتساهہ ڏيندڙ بهترين دوست هو. مون جهڙي اڻ گهڙيل ماڻهو جي هر تقرير تي کلي داد ڏيڻ ۽ ان جي مختلف پهلوئن تي روشني وجهڻ مهل مون ائين محسوس ڪيو تہ اڪبر ڇڻ منهنجي ذهني تربيت ڪندو هجي.
ان داد ۾ ڪابہ خوشامد نہ هوندي هئي پر ان ۾ علم هوندو هو. ڇاڻ هوندي هئي، سندس لفظن ۾ هڪ پرخلوص صلاح سمايل هوندي هئي. اڪبر جو مضمون جنهن جو عنوان ”لفظ ڳالهائين ٿا“ مون جڏهن پڙهيو تہ مون ائين محسوس ڪيو تہ واقعي اهي لفظ جيئرا جاڳندا ڪي انسان ٿي پيا، جيڪي پنهنجي پڙهندڙ سان مخاطب ٿيندا هجن. اهو ڏانءُ اڪبر جو هو، جيڪو لفظن ۾ واقعي روح ڦوڪي ڇڏيندو هو. اهي لفظ واقعي ئي دم عيسيٰ بنجي بنجي مثل دلين ۾ ساهہ بنجي زندگيءَ وانگر روان دوان ٿي ويندا هئا. سندس تقرير جيڪا هوندي تہ مختصر هئي پر ان ۾ لفظن جو استعمال ۽ خاص طور لطيف جي شعرن جو خوبصورت استعمال سندس تقرير کي بامقصد بنائڻ سان گڏ خوبصورت بنائي ڇڏيندو هو. دل چوندي هئي تہ اڪبر ڳالهائيندو رهي ۽ اسين ٻڌندا رهون ۽ اهڙن معنيٰ ڀريل خيالن کان فيضياب ٿيندا رهون. اڪبر معصوم ٻار جي دل رکندڙ هڪ معصوم انسان هو. جنهن جي دل ۾ ڪنهن بہ قسم جي مير يا ٻيائي نہ هئي.

هو اندر جو اجرو ۽ دل جوڪشادو انسان هو. سندس منهن تي هميشه معصوم مرڪ رهي، جيڪا سامهون ڏسندڙ کي زندگيءَ جي خوبصورتي تي ايمان پڪي ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجندي رهندي هئي. هي سچ آهي ته مون ته سندس مرڪ مان زندگيءَ جي خوبصورت علامتن کي ڦٽندي ڏٺو ۽ محسوس ڪيو. اڪبر سان جيستائين ملاقات نه ٿي هئي، تيستائين آئون اڪبر جي باري ۾ سوچيندو هوس ته هوشايد روايتي اديبن وانگر پاڻ کي پڏائيندڙ شخص هوندو. جيڪو ٻئي ڪنهن کي ليکي ۾ به ڪونه آڻيندو هوندو. ڇاڪاڻ ته اها بيماري بدقسمتي سان هر وڏي اديب جو ڇڻ ته ورثو بنجي وئي آهي. پر مون کي حيرت ٿي جڏهن مون پهريون دفعو اڪبر کي موري جي هڪ ميٽنگ ۾ ڏٺو ۽ ٻڌو. پاڻ جنهن قرب ۽ محبت سان مليو ۽ مون کي منهنجي تقرير تي جڏهن خلوص ڀريو داد ڏنائين تڏهن مون کي اڪبر ڏاڍو حقيقي وڏو ماڻهو لڳو.

جنهن ۾ ذاتي وڏائي نالي جي ڪابه شيءِ نه هئي. هو پنهنجي نالي جيان تمام وڏو هو. خيالن ۾ انساني ڳڻن ۾ محبت ڏيڻ ۽ وٺڻ ۾ دوستي نڀائڻ ۾، دوستن جي راءِ جي احترام ڪرڻ ۾ تمام وڏيءَ دل جو مالڪ هو. تنقيد ڏکيو فن آهي. تنقيد جي وسيلي ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ يا ڪنهن عزت واري جو پٽڪو ڏوڙ ڪرڻ ڄڻ ته هڪ فيشن بنجي ويو آهي. پر اڪبر جڏهن ڪنهن ميٽنگ ۾ ڪنهن ڳالهه جو تنقيدي جائزو وٺندو هو ته ان ۾ سنجيدگي سان گڏ حقيقت پسندي عالم آشڪار ڏسڻ ۾ ايندي هئي. سندس تنقيد جوانداز دوستاڻو ڪل پوڳ سان ڀريل ۽ دل ۾ چڀندڙ ۽ حقيقت جي ڪلئي دل سان مڃڻ وارو هوندو هو. اهو انداز مون تمام گهٽ ماڻهن ۾ ڏٺو، هي مون لاءِ نئون انڪشاف هيو. جڏهن تو چيو ته سائين اڪبر جي شاعريءَ جو ڪتاب ڀيو ڇپايان، مون کي حيرت ٿي ته اڪبر سالن تائين اسان سان گڏ سفر ۾ هيو، پر پاڻ ڪڏهن به پنهنجو شعر نه ٻڌايائين نه ته شاعرن کي هڪ قسم جو ڪريز ٿيندو آهي ته هنن کي ڪير ٻڌي ۽ انهي

سبب جي ڪري سدائين موقعي جي تلاش ۾ رهندا آهن. پر مون زندگيءَ ۾ ٻه اهڙا شاعر ڏٺا آهن. جن ڪڏهن به پنهنجو شعر ٻڌائڻ جي ڪوشش نه ڪئي. پر هڪڙو ته اهڙو به شاعر آهي، جنهن کي اسين منٿون ڪندا آهيون ته سائين ڪو پنهنجو شعر ٻڌايو ته هو ڪلهي چوندو آهي ته يار منهنجي شعر کي ڇڏيو، اچو ته توهان کي لطيف يا اياز جو شعر ٿو ٻڌايان، جيڪو مون کي ڏاڍو ٿو وڻي. اهو شعر ٻڌائڻ مهل ان شاعرجي خوشي ڏسڻ وٽان هوندي آهي. اهو شاعر آهي سائين مير محمد پيرزادو ۽ ٻيو مون اڪبر کي ڏٺو ۽ ٻڌو. جنهن ڪڏهن به پنهنجو شعر نه ٻڌايو پر وڏي خوشيءَ سان لطيف جا چوند، جي اسان جا اڻ ٻڌل شعر ٻڌائيندو هو، جو اسان کي سندس چاڻ ۽ چوند تي فخر ٿيڻ لڳندو هو. سندس شعر ٻڌائڻ جو انداز به ته نرالو هوندو هو.

طالباڻي! سچ پڇين ته آئون اڪبر تي ڪو ڀرپور مضمون لکي نه سگهندس. چو ته اڪبر منهنجي ننڍڙي ذهن کان تمام وڏو انسان تمام وڏو ڏاهو، ڄاڻو ليڪڪ، لطيف جو پارکو ۽ ذهين انسان هو. ان تي لکڻ لاءِ ايترو ئي ڄاڻو هجڻ تمام ضروري آهي. آئون ذهني طور غريب آهيان منهنجي ڄاڻ زيرو آهي. آئون اڪبر سان انصاف نه ڪري سگهندس. تنهنجو زور ته آئون اڪبر تي لکان، منهنجي وس جي ڳالهه نه آهي. اڪبر سان آخري ملاقات نه ڪري سگهڻ جو درد شايد آئون وساري نه سگهان. پر ڇا ڪجي مجبوري هڪ ڏائڻ آهي، جنهن شايد منهنجو پيڇو نه ڇڏڻ جو قسم ڪنيو آهي. ان وقت به آئون آپريشن ڪرائي آيوهوس. جڏهن اڪبر اسپتال ۾ داخل هو. جڏهن سندس وڇوڙو ٿيو ته آئون اسپتال هوس. ان کان وڌيڪ مون سان ڪهڙو ظلم ٿي سگهي ٿو. جو آئون پنهنجي هڪ پياري محسن دوست جي زندگي جي آخري ڏينهن ۾ ملي ڪو نه سگهيس پر سندس زندگي جي آخري سفر ۾ به سندس منهن ڏسي نه سگهيس. آئون آهيان اهڙوئي بدنصيب دوست.



# تڏي تي آيلن جا تاثرات:

راڻا پسان نہ راڄ ۾ مٽي جن مٽي،
اتر لڳن آڪرا، چاچا پيئن ڇٽي،
ڪوهہ ڇاڻان ڪيڏانهن ويا، ڏوڙين ڏٽي،
ڪٽون تن ڪٽي، نيئي لنداڻي لاٽيون. (شاهہ)

علي چانيهو

---

سائين اڪبر شاهہ هڪ وڏو نيڪ دل انسان هو، جيڪو اڄ اسان کان جدا ٿي ويو. اڄ اسان هڪڙي اهڙي استاد کان جدا ٿي وياسون، جيڪو شايد اسان کي وري نہ ملي سگهي پر سندس يادگيريون اسان جي دل ۾ هميشہ لاءِ رهنديون.

دريا خان زئور- پرائمري اسڪول ٽيچر

---

روئڻ سان رهن ها جي سپرين،
تہ نيڻين نير نہ روڪيان ها. (اياز)

وڇوڙو ڇا ٿيندو آهي؟ سا انهن کي خبر هوندي آهي، جن کان پنهنجا سپرين رُسي ويندا آهن. ٿوري گهڻي ڄاڻ تہ اڳ بہ شهيد فاضل راهو، شهيد نجم ميمڻ ۽ ابوبڪر لنڊ جي وڇڙڻ مهل پئي هئي، پر اڄ، اڪبر! تنهن جي وڃڻ کان پوءِ وڇوڙو پنهنجي ڀرپور معنيٰ ۽ مفهوم سان مون تي غالب پئجي ويو آهي، تنهنجن پنهنجن سان گڏ اڄ آئون بہ تنهنجي شفقت، قرب ۽ ڀرجهلائيءَ کان وانجهيل رهجي ويو آهيان. اڄ هي اکر لکندي منهنجا هٿ ڏڪن پيا. شايد ان ڪري جو تنهنجي ڇپر ڇانوَ اڄ منهنجي وجود کي اڪيلو ڪري پيئي وڃي.

شال سيني جو پالڻهار، توکي پنهنجي ويجهو رکي.

پرويز، لاڪا نزد دڙو

جيءَ جيارا جين، تنهنجيون ڳالهيون جيـن،
پاس پيارا هجن، کي ڪچهريون ڪجن. (اڪبر شاهه)

اڪبر شاهه نہ رڳو شاعر هو، نہ رڳو اديب هو، پر هڪ سياسي ڪارڪن ۽ سٺو دوست بہ هو. جڏهن اسان ڪنهن مسئلي تي منجهي پوندا هئاسين يا ٿڪي پوندا هئاسون تہ اچي اڪبر شاهه جو پاسو وٺندا هئاسون تہ هو اسان جي اهڙي رهنمائي ڪندو هو، جو اسان جا ڪيڏانهن ويندا هئا ٿڪ ۽ ڪيڏانهن ويندا هئا مونجهارا. اڄ اسان هڪ سٺي ڊاڪٽر، سٺي انسان، سٺي دوست کان محروم ٿي وياسون.

محمد اسماعيل سوهو- ميرپور بٺورو

---

*(اردو مان ترجمو)*

سائين اڪبر شاهه سان پهرئين ملاقات 22 مئي 2003ع تي دڙي شهر ۾ ان جي مان ۾ ڏنل آجياڻي ۾ ٿي هئي پر ان جي ملاقات ڪرڻ کان اڳ آئون گهڻي زماني کان هن کي پرپٺ دوستن جي معرفت سڃاڻندو هوس. سائين کي هڪ نهايت ذهين ۽ باشعور انسان جي معرفت سڃاڻندو هوس. پاڻ هڪ نهايت ذهين ۽ باشعور انسان هو. لفظن جو ميڙ هن وٽ ايترو هو جو ڳالهائڻ وقت نثر بجاءِ شاعري جو شڪ پيدا ٿيندو هو ۽ اهو عام رواجي ڳالهين ۾ بہ سندس ساڳيو ئي عمل هو. هو انقلابي هو ۽ آخر تائين انقلابي رهيو. نهايت نازڪ ۽ ڏکئي وقت ۾ سندس جدائي ٿي. سندس جدائي عوامي وڏو نقصان آهي پر هاڻ بيو ڪو بہ چارو نہ آهي. انسان دوستن سندس زندگي بچائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي پر افسوس ائين ٿي نہ سگهيو.

هو پنهنجي عمل ۾ وڏو انسان هو ۽ عظيم انسان رهندو.

شاهه رضا خان (گئس ڪمپني)- لطيف آباد يونٽ نمبر 7 حيدرآباد سنڌ

---

اڪبر شاهه پلو يار موڪلائي ويو. اسان سياست گڏجي شروع ڪئي.

گهڻو ڪري خيال هڪ جهڙا رهيا، حڪمت عملين ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٿڙي ويندا هئاسون پر وري بہ ملندا رهندا هئاسون. ائين وقت گذري ويو ۽ هي موڪلائي ويو. اسين اڃا پيا جيئون. ڏسون تہ سفر ڪڏهن ٿو پورو ٿئي.

(محمد قاسم) ”پٽر“ بنورو

---

سلا جيڪي پاري ڇڏيا ساڙي يارو!
ڪندو ڪير تن جي اڇي آبياري،
وني باغبان پيو ٿو رخصت چمن کان،
خزان ڇا ڪندي تن ڪندي ڇا بهاري. (اڪبر)

سائين اڪبر نيٺ موت سان وڙهندي وڙهندي هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ موت هن کي مات ڏني. هي جنگ اڄ نہ پر سالن کان هلندي آئي. سائين اڪبر جي موت جو ڏک هن جي پوين کي تہ ضرور هوندو پر مان سمجهان ٿو تہ اهو ڏک درملوڪ شاھ کان ڪيٽي بندر، ڪشمور تائين انهن سيني کي هوندو. جن هن کي ڏٺو ۽ پڙهو هوندو. هاڻ اهو خال ڪڏهن پربو. ان لاءِ الائي ڪيترو وقت لڳندو. سائين اڪبر ظاهري طور سياسي طور سيني کان مختلف هو پر سندس سياست، سياءَ جي اڄ سيني شڪل ڏني، جو سندس ميت تي هزارين ماڻهو آيا. ٻار، ننڍا، وڏا، ان غم جو اظهار اکين مان لڙڪ وهائي ڪري رهيا هُئا ۽ آئون سمجهان ٿو تہ هن تر ۾ ايترو ڪانڌي بنا طلاع ڏيڻ جي اچڻ اڪبر جي سچائي، محبت، حسن جو ثبوت آهي. اسان سائين اڪبر جا دعاگو رهنداسين ۽ چاهيون ٿا تہ سائين اڪبر جي پوين ۾ بہ اهڙي مٺيا پوي. اڪبر جو نالو اڪبر رهندو. سندس هي غريب خانو سدائين دائم ۽ قائم رهندو.

غمخوار
محمد رفيق جروار

مرڪزي صدر پ. ٿ. الف آل سنڌ

سورِ مڙئي سور پر ڪي سور بہ سورن جهڙا،
ماڻهو سڀ مٺا وجن پر تون نہ مٺين سور.
هاڻي پورن مٺان، پور، لهندو ڪين لطيف چئي.

سيد خادم حسين شاهہ ولد سيد تاج محمد شاهہ
حاجي الله بخش رستماڻي ٽنڊوالهيار

---

تہ ڪر ڪيئن سُئي جي، سِير نہ، گِهڙي سُهڻي،
هِت حياتي ڏينهڙا هَڏيئين تان نہ هُئي،
چُڪي تنهن چَري ڪئي جا ڏنس ان ڏُهي،
سهڻي ڪي سيّد چئي وِڏو قرب ڪُهي،
هونئن بہ هُو نہ مُئِي، پر بِڏيءَ جا بيٺا تيا. (شاهہ)

سيّد اڪبر هڪ جاکوڙي انسان هو. پاڻ حق جي جدوجهد تي يقين رکندڙ انسان هو. منجهس ادبي، سياسي، سماجي، تعليمي حالتن کي پرکڻ جو مڪمل ڏانءُ هو. لطيف تي مڪمل عبور حاصل هوس، پاڻ بهترين قيادت سان گڏ سنو ورڪر هو. حڪم هلائيندو هو ۽ حڪم مڃيندو هو. پاڻ سموري حياتي خودار ٿي گذاريائين. بهترين مهمان نواز ۽ سنو دوست بہ هو. مون کي اولاد وانگر سمجهندو هو. سندس خال پرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

اعجاز علي پليجو- صدر پ . ٿ. الف تعلقو ٽنڊو

---

مون کي ياد ڪونهي تہ پهرين پهرين اڪبر شاهہ ڪڏهن مليو، پر لڳي ٿو پنجٽيهہ سال کن تہ ٿيا هوندا جڏهن ڪيس ٺٽي ضلعي مان نيڪالي ڏيئي بدين ضلعي موڪليو ويو. استادن جي جدوجهد جي ڏوهہ ڪري، تڏهن بہ اسان جون ڪچهريون ٿيون، عوامي تحريڪ ۾.
1975ع ۾ ملتان ۾ سرائڪي ڪانفرنس ٿي ڏينهن هلي، آئون ان ۾ شريڪ ٿيس ۽ جڏهن چوٿين ڏينهن حيدرآباد پهتس تہ سائين

هيڊڪوارٽر (عوامي تحريڪ) تي موجود هو، ۽ پاڻ منهنجي ذميوارين جي باري ۾ هدايتون ڏنيون. عوامي تحريڪ جي جدوجهد ۾ اسين ڪافي سال گڏ هئاسون. اڪبر شاهه مرڪزي تنظيمي ڪميٽي جو سيڪريٽري به هو. اُتر جو خاص ڪري لاڙڪاڻي ۾ تحريڪ جي پايي وجهندڙن ۾ اڪبر شاهه جو ئي اهم ڪردار هو.

1977ع ۾ اسماعيل سوهي جي صوبائي اسيمبلي جي چونڊ مهم ۾ اڪبر جو اهم ڪردار هو. اسان کي ابوبڪر لنڊ رات جو وجي ملاحن جي ڳوٺ ۾ لڪائي سنڀاريندو هو، متان ڇاپو هڻي پوليس ٻڌي نه وڃي.

عوامي تحريڪ ڇڏڻ کان پوءِ به سندس ترقي پسند خيالن ۽ روين ۾ تبديلي نه آئي. البت آزاد خيالي جو رجحان وڌيس. بيماري ۾ به منهن جي گهر آيو. مون به ساڻس اعجاز پليجو جي گهر ملي به ڪچهريون ڪيون مانس.

سندس مان ۾ 22 مئي 2003ع تي پ. ٿ. الف (تعلقي بنوري) طرفان الوداعي پروگرام ۾ آئون ساڻس گڏ هئس. سندس تقرير سنڌ جي اڄوڪي حالتن جو نچوڙ هئي. ڇيائين سنڌ سنڌ تي ويئي آهي. نه نئون سنو افسانو، نه ناول، نه ڪهاڻي، نه شاعري نظر ٿي اچي تعليم ختم ٿي چڪي آهي. پڙهائيندڙن کي ئي پڙهائڻ نٿو اچي. مون کي وڏي اميد هئي، ته اڪبر شاهه هن بيماري مان چڙهي ويندو. 18-19 جون تي پشاور ۾ عالم شاهه مون کان پڇيو ته اڪبر شاهه چڙهندو مون چيو چڙهي ويندو.

اڪبر شاهه جي مرتئي جا ٽي سبب نظر ٿا اچن. بيمار ته هو پر بيماري مان چڙهي سگهجي ٿو. پر هو چڙهي نه سگهيو. سبب آهن بيماري ۽ علاج بابت اڻ ڄاڻائي، ٻهراڙي ۽ غربت.

مون کي ڏاڍي اميد هئي ته وڏيون ڪي ڪچهريون ٿينديون. اڪبر شاهه پاڻ به چيو پئي ته مخصوص دوستن جون ڪچهريون ڪنداسون. اڪبر شاهه اڄ آهي ڪونه اها ڳالهه دل مڃي ڪونه ٿي.

ڪاش دو دو دل ہوتے عشق میں

لکانو ڀهراڻي نٿو (ايڊوڪيٽ)

سائين اڪبر شاهه هڪ اعليٰ صلاحيتن وارو وڏو اديب، وڏو دانشور پارکو هو اسان اڀوجهڙن لاءِ هڪ وڏو ڇپر هو. اسان لاءِ وڏي ڇانوَ هو اسان جو وڏو سهارو هو. سائين کان پوءِ اسان ائين سمجهون ٿا تہ هتي اسان جو هڪ تربيتي اسڪول هو، جيڪو شايد اڄ اسان لاءِ بند ٿي ويو آهي.

حبيب الله زئور- P.S.T ميرپور بٺورو

---

سائين اڪبر شاهه مرحوم هڪ استاد سان گڏ هڪ ادارو هو. سندس شخصيت کان ڪافي متاثر رهيس. پاڻ هميشہ آهستي ڳالهائيندو هو ۽ ان ۾ نصيحت هوندي هئي، ليڪن اسٽيج تي هن جي تقرير لاءِ لائوڊ جي ضرورت نہ هوندي هئي. ڪيس الله جنت نصيب ڪري.

سيد زمان شاهه صديقي سجاول

---

مرحوم اڪبر شاهه سان تمام پراڻو لاڳاپو رهيو. مرحوم بهترين دوست ۽ پرخلوص شخصيت، سدائين کلندي ڏٺوسون. سندس وفات تي تمام گهرو ڏک ۽ رنج ٿيو. الله ڪيس جنت ۾ جاءِ ڏيندو

محمد صديق زنئور ، ميرپور بٺورو

---

قبلا سائين علي اڪبر شاهه اسان نئي جي رهواسين لاءِ لطيف هيو ۽ لاڙ جو سائين هو. منهنجو محسن هيو. ڏک سک جو ساٿي هيو. ڪيس رب پاڪ جنت نصيب ڪندو.

حاجي هاشم ڪانڊڙو- ڳوٺ حاجي عبدالله ڪانڊڙو

---

سيّد اڪبر نہ فقط منهنجو سوٽ، گهر جو وڏو پر اسان جي پوري خاندان لاءِ ڇپر ۽ ڇانو هو. جڏهن ملندا هئاسون ائين لڳندو هو تہ ڪنهن پرخلوص ۽ دل واري دوست سان بي حجاب ڪچهري ٿيندي هجي. سندس خال اسان جي خاندان ۾ ڪيتري وقت تائين پرجي نہ

سگھندو. سندس ڪچهري جي هيڪار اسان جي روح کي واسيندي رهندي شل رب العالمين کيس پنهنجي رحمت جي ڇانوَ ۾ رکي.
شبير شاهه دڙو

---

تنهن جي لاءِ ليئا، رهندا منهنجي روح ۾،

زندگي ۾ محبتن جون پنارڪون پري يارن ۾ ورهائيندڙ سائين اڪبر شاهه! اڄ ڪيترا توهان جي محبتن جا فقير پنهنجي دامن ڦهلايو بيٺا آهن، جن کي تنهنجون ماسي ڇيتريون مليل محبتون مليون، اڄ اهي مڻ محسوس ٿي رهيون آهن. ليڪن خالي دامن ڦهلايل انهن ماڻهن جي دامن ۾ فقط لڙڪ ئي پلئي پيا آهن. تنهن جي محبتن جا سادا ساڪي ساک ڏيندا ته توهان آخر تائين محبتون ۽ اميد پرستي جا انبار ساڻ ڪٽي هلندڙ سائين اڄ سڀ آليون اکيون تنهنجي لاءِ روح مان ليئا پيون پائين ته هاڻ ڪڏهن وري اسان جي اڱڻ تي بهار ايندي ۽ توهان جهڙا گلاب. لاڙ جي اڱڻ تي ٽڙندا.
غلام نبي زنئور ميرپور بٺورو

---

سائين اڪبر شاهه جي بيوقتائتي موت تي هر اک آلي آهي. سائين هڪ جاکوڙي، محبتي، ۽ پرخلوص انسان هيو. سائين لطيف جو وڏو پارکو هيو. سندس موت سنڌي قوم ۽ سنڌي ادب لاءِ وڏو نقصان آهي.
سيرومل سارنگ ميرپوربٺورو.

---

سائين اڪبر شاهه سنڌ جو هڪ عظيم ذهن ۽ تمام وڏو ماڻهو، سنڌ جي Genuins ماڻهن مان هڪ ماڻهو، جنهن کي هميشه ياد رکيو ويندو. سيّد اڪبر دل ۾ زنده رهندو. اسان جي ذهن ۾ هميشه رهندو. ماڻهو ته هر ڪنهن کي مرڻو آهي، مگر ڪي ڪي ماڻهو مرڻ کان پوءِ به زنده رهندا آهن. سيّد اڪبر مري نٿو سگهي هن جي عظمت مري نٿي سگهي.

جان جان هئي جيئري، ورچي نہ وينئي،
وڃي پونءِ پيئي، سارينديِ کي سڄڻين.

منير احمد، ٻنورو

---

سيد سان ويجهي ٿيندي اجان ٿورو وقت مس ٿيو تہ لڳندو ائين هو
چڻ اکبر سان صدين کان نينهن جڙيل آهي. اها هنن جي Quality هئي.
قوم سان گڏ سنگت جو سرمايو اڄ اسان وٽ ناهي. جيڪا کوٽ پوري
ٿيڻ ۽ ڪرڻ عام حالتن جي وس کان بالا تر آهي. ڪو وقت کپي هن
کوٽ کي پرڻ لاءِ.
اکبر شاهہ عام نہ پر هڪ خاص عنايت هئي. فطرت جي. ڪو پلي وڏاءِ
سمجهي. پر سيد سان گهاريل هڪ گهڙي هڪ عمر هڪ ساجاهہ هئي.
وڌيڪ هن وڇوڙي جي احساس لاءِ لفظ نہ آهن. بس وس جي ڳالهہ ڪانهي.

حسن خواجا ٻنورو

---

ماڻهو سڀ نہ سهڻا، پکي سڀ نہ هنجهہ،
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.

علي اڪبر شاهہ نہ صرف استاد هو پر هو هڪ عالم، اديب، انسان
دوست، وڏو جاکوڙي انسان هو. سندس انسان ذات جي ڪيل خدمتون
هميشہ ياد رهنديون. پاڻ نير، بيباڪ، خوددار، ڪنهن بہ وڏي هستيءَ
کان نہ ڊنو. ڪنهن بہ ڪم جي پويان لڳو، تہ ان کي حاصل ڪرڻ کان
سواءِ بس نہ ڪيائين. سندس ڪيل خدمتن مان اندازو لڳائي سگهجي
ٿو، تہ 1964ع ڌاري گورنمينٽ طرفان نوان اسڪيل روائيز ٿيا جنهن
۾ سنڌ جي پرائمري استادن کي جي وي جو گريڊ ڏنو ويو. جنهن لاءِ
مرحوم جان محمد جمالي صدر آل سنڌ پ.ٽ. الف هنگامي اجلاس
سڏائي، ويسٽ پاڪستان گورنمينٽ سان گڏجاڻي ڪرڻ جو فيصلو
ڪيو. اجلاس ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ وفد وڃي لاهور هلجي، اتي سنڌ
جي استادن کي جائز گريڊ وٺي ڏجي لاهور وڃڻ جي تاريخ مقرر ٿي

جنهن ۾ ضلعي صدرن کي ان وفد ۾ هلڻ لاءِ تيار ڪيو ويو. ان وقت آئون ضلعي ٺٽي پ. ٽ. الف جو صدر هوس. مون تعين ٿيل تاريخ تي لاهور وڃڻ واري وفد ۾ ضلعي ٺٽي طرفان علي اڪبر شاهه جو نالو تجويز ڪيو. سنڌ جي استادن اعتراض ڪيو ته هي ڇوڪرو ڪهڙي نمائندگي ڪندو. ان وقت علي اڪبر شاهه جي سروس ٻه سال مس هئي. جڏهن لاهور واري وفد جي حيدرآباد مان روانگي ٿي وفد لاهور پهتو، مرحوم جان محمد جي اڳواڻي ۾ سيڪريٽري تعليم سان ميٽنگ ٿي جنهن ۾ سنڌ جي استادن جو ڪيس پيش ڪيو ويو. پي. اسڪيل متعلق وڏو بحث ٿيو. علي اڪبر شاهه مدلل، منطقي انداز سان راءِ ظاهر ڪئي ۽ پنهنجو ڪيس سهڻي نموني پيش ڪيو. جنهن ۾ حاضرين وفد سان گڏ مرحوم جان محمد جمالي پڻ متاثر ٿيو. وڏا وڏا محقق، دانشور، اديب حيرت ۾ پئجي ويا ته هن ننڍڙي استاد قانون جي نقطي نگاهه کان ڪيئن هي ڪيس پيش ڪري سرڪار کي مجبور ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جي استادن کي ايس. وي گريڊ ملي ويو. سنڌ جي وفد کي ڪاميابي نصيب ٿي. سنڌ جي استادن کي جائز حق ملي ويو.

مرحوم جان محمد جمالي صاحب جي دور ۾ اليڪشن جي وقت سليڪشن ٿيندي هئي. ليڪن علي اڪبر شاهه آل سنڌ پ. ٽ الف جي پليٽ فارم تي وڏو انقلاب آڻي اهڙو ماحول جوڙيو جو سال 1972ع ۾ پٽ شاهه تي باقاعدي باضابطا اليڪشن ٿي. جنهن ۾ مرحوم جان محمد جمالي صدر، علي اڪبر جنرل سيڪريٽري چونڊجي آيا.

علي اڪبر شاهه جي جنرل سيڪريٽري جي ايامڪاري ۾ وڏا، وڏا ڪارناما انجام ڏنا جنهن ڪري سنڌ ۾ ٺٽي ضلعي جي پ. ٽ. الف جي ڪردار ۽ جدوجهد جي سلسلي ۾ اول پوزيشن ملي وئي، جنهن جو رڪارڊ شاهد آهي. علي اڪبر شاهه نه صرف استاد برادري جي خدمت سرانجام ڏني پر ان سان گڏ سنڌ جي ڏتڙيل ماڻهن جي پڻ بي انداز خدمت ڪئي. نه صرف استاد رهيو، پر ان سان گڏ ناميارو اديب، شاعر

۽ جاکوڙي انسان هو. سندس وفات سبب سنڌ جي هر طبقي فڪر، ماڻهو جو نقصان ٿيو.
علي اڪبر شاهه جي تقرير وقت لطيفي ڪيفيت نازل ٿيندي هئي. پاڻ لطيف سائين جو وڏو پارکو انسان هو.
اسان جون دعائون آهن ته ڪيس رب العزت طرفان جوار رحمت ۾ جاءِ ڏي. سندس ٻچڙن جي خوشحالي هجي، پوين کي صبر جي توفيق عطا ڪري آمين.

عبدالله اوٺو- رٽائرڊ استاد در ملوڪ شاهه

---

اڳــڻ اهــيــئــي، جــت نـــه پــســان جـــوءِ ۾،
اوتـارا اوٺـيــن جـا، سـوجـهـيـم سـيـئـي،
اڪـيـون رت روئـي مـاڳ نـهـاري مـوٺـيـون. (شاهـه)

سائين اڪبر شاهه جي اوچتي موت جيءَ کي جهوري وڌو آهي. سائين اڪبر شاهه هڪ وڏو ڏاهو ماڻهو هو، هي وڏو عالم هو. هن سان مون جيتريون گهڙيون گهاريون، اهي منهنجي لاءِ هڪ سبق آهن جيڪي مون کي هميشه ياد رهنديون. رڳو مون هڪڙي لاءِ نه پر سڄي سنڌ وارن لاءِ سائين هڪ استاد هو. پڙهائڻ وارو نه، پر سيني طريقن، سياسي هجي توڻي قانوني هجي. جدوجهد هجي، سائين اڪبر شاهه هڪ ليڊر هو. بهادر-اڳواڻ هو. وڏي دل رکندڙ انسان هو. منهنجي دعا آهي ته پوين کي صبر جي توفيق ڏي ۽ ڪيس جنت ۾ جاءِ ڏي.

آيـل! اوطـاقـون، ڪـري ڪـيـچـي هـلـيـا،
سُـڪـيـون نـه سـيـڻـن جـي، مـاڳـن تـان مـاڪُـون،
نِسوريون ناڪُون، سَجي هليا سورَ جيـون. (شاهـه)

عبدالرزاق مهيري ڪڙيو گهنور

---

اڪـبـر تـنـهـنـجـا اهـجـاڻ، کـهـڙا ڏيـئـي کـهـڙا ڏيـون،
تــون سـچــو ســاڻ ســنـگـت، تــون رهــبــر تــون ســرواڻ،
تنهنجي کهڙي ڳالهه ڪجي، تـون پـنـهـنـجـو مـٽ پـاڻ،

ڪڏهن نہ ڪيي ڪنهن جي ڪاڻ، ويهي ويرين وچ ۾. (شفيع)
اڪبر _ اڪبر _ اڪبر

دنيا جي اندر ماڻهو ڄمندا آهين، مرندا آهين، ڪي ماڻهو مرندا آهين تہ وري موت ڪي ماريندا آهين.

اڪبر هڪ املهہ ماڻڪ هو، هو رهبر هو، هو سرواڻ هو، هو يارن جو يار هو. هن مرحوم ڪي علم، ادب ۽ پڻائي صاحب جي ايتري تہ چاڻ هئي جو هن ڪي پڻائي جو ڊاڪٽر تصور ڪيو ويندو هو. ماڻهو اڪرن جا غلام هوندا آهين پر هتي اڪر سائين اڪبر جا غلام رهيا.

اها هن جي ڏاهپ، هن جي سياڻپ، هن جي دانائپ هئي. تہ ڪهڙو اڪر ڪهڙي جاءِ تي موزون رهندو.

ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ ٻهار جي

دنيا جي اندر سڀ ماڻهو ڏاها نہ ٿيندا، سڀ ماڻهو حسين نہ هوندا آهن، سڀ ماڻهو عقل وارا نہ ٿيندا. هي خدا جو نظام آهي. هو بهتر ڄاڻي ٿو، سائين اڪبر صاحب ڪيترين خوبين جو مالڪ هو. اسان جي قلم ۾ خدا سگهہ ڏي تہ اڪبر تي ڪجهہ لکون. اسان اڻ ڄاڻ ماڻهو ڪنهن جي شخصيت مان ڇا ڄاڻون.

ماڻهو سڀ نہ سهڻا، تون نہ مئين سور،
پرين سندا پور، لهندا ڪين لطيف چئي.

(شفيق محمد ميمڻ ميرپور بٺورو)

---

سائين اڪبر شاهہ انسان دوست ۽ استاد دوست رهيو، سندس خدمتون دوستن ۽ استادن جي ذهنن ۾ هميشہ تازيون رهنديون، اسان جي دعا آهي تہ مالڪ سائين جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏئيس.

يامين تاجوڙو سومرو _ عبدالله سومرو دڙو

---

(اردو مان ترجمو ڪيل)
سيّد اڪبر شاهه هڪ نيڪ انسان ۽ ٻين جي ڏک کي پنهنجو ڏک ۽ خوشي کي پنهنجي خوشي سمجهڻ وارو شخص ٻيهر هن دنيا ۾ وڏي مشڪل سان شايد ملي.

سردار زار مير طالب حسن بروهي - شير شاهه وليج ڪراچي

---

پل پہر کو سوئے تھک کے آنکھ لگی تھی
سو کر نہ اٹھیں گے یہ ارادتو نہ تھا

عبدالحي پليجو پنون

---

ساٿي نہ پسان، سي، جي هُيم هِينئين ٽوٽيون،
هاٿي ڪنهين جي، وَڃِيو آڳڻ ايسان؟ (شاهه)

شمشير جنگ پليجو پنون

---

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا
ڪڏهن مَنجهه ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا. (شاهه)

دنيا ۾ ماڻهن جا ٻہ قسمِ ٿين ٿا. هڪڙا أهي، جيڪي فقط پنهنجي ڪاڻ جيئن ٿا ۽ ٻيا اهي جيڪي ٻين جي ڪاڻ ۽ اعليٰ مقصدن خاطر جيئندا آهن. اڪبر شاهه انهيءَ ٻي قبيلي جي ماڻهن مان هو، جن ڪڏهن بہ پاڻ ناهڻ جي باري ۾ نہ سوچيو، پر سندس قلمي ۽ علمي جنگ هميشہ وڏن آدرشن جي حاصلات خاطر هئي

بـرو هـو پـنـيـور، آريـاڻـيءَ اجـاريـو،
لاٿـو سـپ لـوڪ تـان، هـاڙهـي ڏٺـي هـورُ،
ڇُوريون ڇُرَڻ سگيُون، پنهون ڪيائون پورَ،
آيو سو آتورُ، جنهن ڏکِيُون ڏِکَ وِهايون. (شاهه)

سيد اڪبر شاهه جي جدائي، هن خطي بلڪ سنڌ ڌرتي جي بقا جي جنگ وڙهندڙ حلالي پُٽ جي جدائي آهي. خدا کيس جنت الفردوس ۾

جڳهہ عطا ڪري آمين.

رفيق بلالي دڙو

---

محبت ۾ ماڻا وساري ڪين سگهبا،
پرين هي نڪاڻا، وساري ڪين سگهبا.

سائين محترم علي اڪبر شاهہ صاحب جن منهنجي چاچي جي برابر هئا. سائين جن سان هتي موجود ماڻهن جي صحبت ۾ ڏک اهو ثابت ٿو ڪري تہ سائين جن وڏي محبت ڏيڻ وارا ۽ وڏي پايي وارا ماڻهو هئا. سائين جن جو گيپ پرجڻ تہ ممڪن ئي ڪونهي، پر سائين جي يادن مان وڏو سبق پرائي سگهجي ٿو.

علي مير شاهہ ولد سيد محمد عالم شاهہ

---

ماڻهو سڀ نہ سهڻا پکي سڀ نہ هنجهہ،
ڪنهن، ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.

سيد اڪبر شاهہ منهنجو پيارو دوست ۽ ڀاءُ برابر هو، سندس وڇوڙي دل کي جهوري وڌو آهي. اهڙا ماڻهو پيدا ٿيڻ مشڪل آهن. الله پاڪ کيس جنت الفردوس نصيب ڪري پونئيرن کي حد توفيق عطا فرمائي.

جيءَ جيارا جيئن، تنهنجيون ڳالهيون جين،
پاس پيارا هجين، ڪي ڪچهريون ڪجن،
يار وڇڙي وئين، ڏوهہ ڪهڙا ڏجن،
ڳچ ڳاريا هيئن، نيڻ روئندا وتن،
پاس پيارا هجن، ڪي ڪچهريون ڪجن.

خدا ڏنو سمون نياز مند ڀاءُ- سابق صدر پ . ٽ. الف سجاول

---

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهہ مُقام ۾،

واريءَ سندو ڪوٽ، اڏي اڏبو ڪيترو. (شاهه)

چاچا اڪبر اسان جي لاءِ اجهو ۽ ڪوٽ هو. سندس شخصيت جتي ڪٿي، الله جي مهرباني سان ۽ سندس علم، قابليت، بهادريءَ سچائيءَ سان مان لهندي هئي، ڪڏهن به ڪنهن ڪاموري ۽ وڏيري جي بالادستي ۾ نه رهيو.

پنهنجي رهنمائيءَ سان، راڄن، ڳوٺن ۽ مائٽن کي نوازيندو هو. مسئلن جا مونجهارا ڪڍندو هو. امن ۽ صلح پسند انسان هو. سندس شخصيت جي سڃاڻپ سان، اسين جتان، ڪٿان، سوپارا ٿي، ايندا هئاسين. نفسيات ۽ لطيف جو ماهر هو، لطيف جي ڪلام جو شوقين هو ۽ ڪيس مرشد ڪري مڃيندو هو.

هو موضوع جي ڪچهري ڇاٽيندو هو، ننڍڙي ٻار کان وٺي وڏي تائين هڪجهڙو هوندو هو. سندس گفتگو ۾ اخلاق، ادب، حيا، نصيحت ۽ رهبري جو سبق هوندو هو. ۽ ٻڌندڙن تي ڇانئجي ويندو هو ۽ جنهن سان به ڪچهري ڪندو هو، تنهن کي پنهنجو دوست بنائي ڇڏيندو هو. ماڻهو بار، بار سندس يادگيري ڪندا هئا ۽ پڇندا هئا ۽ ماڻهن کي سندس رهاڻ جي ٻاڙ لڳندي هئي. تنهنڪري سندس اوطاق تي محفل متل هوندي هئي.

دوستن، مائٽن، راڄن ۽ پاڙي وارن کي دلين ۾ جايون ڏيندو هو، سي سڀئي ماڻهو سندس وفادارين کان محروم ٿي ويا ۽ سوڳ ۾ ورتل آهن. الله تعاليٰ کيس جنت ۾ جاءِ ڏي. آمين.

ميران محمد شاهه - در ملوڪ شاهه

---

سيد اڪبر هڪ شاعر، اديب، نقاد، استاد، سياستدان هئڻ سان گڏو گڏ هڪ بهترين انسان هو. ڪچهرين جو مور، جتي ڪجهه گهڙيون گذاريائين، چڙ ته محفل لٽي ويو. سيد اڪبر ۾ جيڪي صلاحيتون هيون سي پوري طرح استعمال نه ٿي سگهيون، زندگي سڄي

جدوجهد ڪندي گذاريائين. گهڻ وسيلن باوجود بہ همت نہ هاريائين ۽ حرڪت (چرپر) ۾ سندس پورو ايمان هو. خداءِ ڪريم ڪيس جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا ڪري آمين

رفيق احمد عيسائي اسٽيج ۽ ٽي. وي فنڪار دڙو

---

جان جان هئي جيئري، ورچي نہ ويئي،
وجي پُون پيئي، سارينديِ ڪي سڄڻين، (شاهہ)

--

جهانگيائي اُٺ پر تون جهول،
مڪ پنڻ جي مُند اچي ويئي،
پٽي پهنواري پاپي ويڙا،
رُلي آيا جي رول ...............

سيد علي اڪبر شاهہ اڄ تنهنجي اوطاق تي ماڻهن جا هشام اچي گڏ ٿيا آهن. تنهنجو آخري ديدار ڪرڻ لاءِ. سائين توهان تہ وڃي پنهنجي آخري آرام گاهہ ۾ رهندا پر انهن غريب مسڪينن، اڻ پڙهيل، پورهيت ماڻهن جو جهلو، توهان کان پوءِ شايد ڪو ٿيئي!

سائين علي اڪبر شاهہ منهنجو سياسي استاد رهيو. سياسي، سماجي، اخلاقي هر طرفي، اسان غريب پورهيت ماڻهن جي هڪ باقاعدي استاد جي حيثيت ۾ رهنمائي ڪندڙ شخص جو، وڇوڙو زندگي ڀر نہ وسرندو. شال رب پاڪ ڪيس جنت الفردوس ۾ جايون ڏي ۽ پونئيرن کي صبر عطا ڪري ۽ هي اوطاق غريب مسڪينن ابوجهہ ماڻهن لاءِ بند نہ ٿيئي، سدائين وسندي رهي آمين.

محمد يعقوب ڪيڙانو

---

دنيا جي تيز رفتار ترقي ڏسي، سنڌ جا ماڻهو ڪمپيوٽر جي اڳ هوند تي روئن ٿا. پر آئون سمجهان ٿو تہ اسان مشيني ماهر تہ پيدا ڪري وٺنداسين. پر اهڙا انسان پيدا ڪرڻ جهڙي دل هجي، جنهن مان انساني

درد ۽ محبت جا گيت ڦٽندا رهن. اهڙن انسانن جي اٿ هوند سنڌ جو وڏو نقصان آهي.

عبدالواحد آريسر

---

اڄ قلم ڏنو ويو تہ هڪ قلم ڏٺيءَ جي وچوڙي تي بہ اکر لکان. مون پنهنجي ذهن کان پڇو تہ ڇا. تون ان شخصيت تي لکي سگهندين، جنهن کي بنا شرط جي پنهنجن استادن ۾ شمار ڪيو هئي، بهرحال سيد اڪبر هڪ قلم، سيد اڪبر لطيف جو پارکو، سيد اڪبر سنڌ جي عاشقن مان هڪ سيد، جيڪو سنڌ جي هر ان ماڻهوءَ سان محبت ڪندڙ انسان هو، جنهن سنڌ خاطر ٿورو بہ پير ڪنيو هو. آئون ڪيس رڳو پنهنجو انقلابي سلام ٿو ڪريان.

اسلم خيرپوري

---

تن ڏيو من ڳنڍين، ور جيئن وجهن سنگهرون،
سڄڻ ماڪيان منا، ڪڙا مور نہ ٿين،
جي ڳل ٿانهون ڏين، سي ڪيئن وسرن سپرين. (شاهہ)

آئون هڪ ننڍڙو ماڻهو سائين اڪبر شاهہ جهڙي تمام وڏي شخصيت تي ڇا ٿو لکي سگهان. صرف ايترو تہ سائين اسان سيني لاءِ وڇوڙي جو هڪ وڏو وڍ ڇڏي ويو آهي. جو تہ اهڙيون فقير منش شخصيتون اسان کي وري نہ ملي سگهنديون. آئون تہ صرف سندس لاءِ دعا ۽ پونئيرن لاءِ همدرديون رکان ٿو.

علي نواز شاهہ _ هہ م G.P.S دڙو نمبر I

---

ڪرڪٽا لاهي سڪ نہ سُتا ڪڏهين،
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين ڪنهن پنڌ جو.

محترم استاد سائين اڪبر شاهہ سان ايتري ڪڏهن ويجهڙائي نہ رهي، پر هڪ دوست استاد حاجي نور محمد زنئور جي صحبت جي حوالي

سان سائين سان ٻه، ٽي ڪچهريون بنوري ۾ ٿيون هُيون. انهن ڪچهرين مان مون اهو نتيجو اخذ ڪيو ته شاهه صاحب علم دوست، انسان دوست، حسن پرست ۽ پنهنجي وقت جو سچو صوفي هو.

صوفي سليم احمد سومرو رتا

---

اڄ نه اوطاقن ۾، تازا پَٽر ڪَڪَ،
آديسي اُٿي ويا، پيئي اڏامي رڪَ.
سامي ڪٽي سَنڪَ، وڃائي ٿيا. (شاهه)

سائين اڪبر!؟ ۽ هڪ اڪابر هيو!؟ سائين سدائين محبتون، علم ۽ عقل سان ورثي ۾ ورهايون. ٽني ۾ اڪبر علم ادب ۽ پنهنجي تقرير ذريعي ماڻهن کي موهيندڙ دل ۽ دماغ تي ڇانئجي ويندو هيو.
اسان جي لاڙ ۾ لطيف جي حافظ کان جدائي دل ڏاريندڙ سماءُ آهي. هي جيڪو خال ٿيو آهي. ان جو پورائو مشڪل سان ٿئي، اسان جو رهبر هيو. هي صدمو تمام وڏو آهي. الله اسان کي ۽ سندس پونئيرن کي حوصلو بخشي ۽ توفيق ڏي ته سندس پوکيل پوک جو لاب (جامع ڪري) ڪجهه قرض جو پڙو لاهي سگهون.

ڪامريڊ الهڏنو سومرو
علي بحر ٽٽو

---

منجهه محبت مَچ، ٻاهر دورا ڏوڙ سين،
ڇڏيائون ڇَر لي، ڪوڙ ڪلڪڻ ڪچ،
اُوڳڻ اوڏائي نه ويا، ڳڻ ڪيائون ڳچ،
جيئن سڙن تيئن سچ، جيئن سڙن تيئن سنرا. (شاهه)

محترم مسلم سيد اڪبر، منهنجو ڳوٺائي منهنجو محسن، لطيف جو شيدائي پارکو، اڪٺ، اُموٺ، اورچ، اُجهڪ بحر العلوم، مهامقرر، اديب، ڏاهو، صابر، شاڪر، صاحب سهپ ۽ ڌيرج جو ڌڻي. هي سڀ سموريون شيون، پيغام، سونهن، سرت اسان وٽ امانت طور ڇڏي

ويو آهي. اسان مان هر هڪ کي سائين اڪبر شاهه جي نقش قدم تي هلڻ گهرجي.

ڪنهن پروڻان پرين ڪي روئي نہ ڄاڻان،
مٿي ڪيو پٽان هنجن هاڻان هٿڙا. (شاهه)

غلام حسين سومرو دڙو
محمد اشرف سومرو، لاڪا دڙو

---

پڪي سڀ نہ سهڻا ماڻهو سڀ نہ هنج،
ڪنهن، ڪنهن ماڻهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي

پيارو سيّد اڪبر شاهه هڪ عظيم انسان هو، سندس آواز ۽ انداز ماڪيءَ جهڙو مٺو هوندو هو. هن پنهنجي سڄي ڄمار مظلوم ماڻهن جي حقن لاءِ ارپي ڇڏي، استادن جي حقن لاءِ هميشہ اڳڀرو رهيو، جڏهن بہ ساڻس ملاقات ٿيندي هئي، تہ سندس لفظن جي جادوگري ۽ آواز ۾ نماڻائي ۽ نهٺائي جي ڪري وٽانس اٿڻ نہ ايندو هو.

جنهن بہ تقريب ۾ سيّد اڪبر شاهه هوندو هو تہ لوئر مڊل ڪلاس يا نوجوان سندس تقرير ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا هئا. اسٽيج تي ويهڻ کان پوءِ پنڊال ۾ وينل ماڻهو ائين محسوس ٿيندا هئا، ڄڻ مٿن ماڪ پئي وئي آهي. مطلب تہ سندس لفظن جي جوڙجڪ ۽ تقرير جو انداز تمام سهڻو ۽ سليقو هو.

سندس هن دنيا مان وفات ڪري وڃڻ ڪري وڏو خال پيدا ٿي ويو، خاص ڪري استاد طبقي لاءِ هڪ وڏو سانحو ڇئي سگهجي ٿو.

محمد اسلم سومرو H.S.T دڙو

---

سائين اڪبر عظيم قوت ۽ اسان جي تر جو هيرو، اڄ اسان کان وڇوڙو ڪري پردو مٽائي هميشہ لاءِ ولين ۾ نقش ڪري هليو ويو.

اڪبر موٽي تہ ڪونہ ايندو، پر ان جو ڏيئو جيڪو هن روشن ڪيو، سو هميشہ دلين ۾ روشن رهندو. جيڪي ان جا ساٿي هن سان گڏ رهيا

سي هن کي سندين حياتين ۾ ڪڏهن بہ وساري سگهندا.
هن جي علم لاءِ جيڪا خدمت آهي، سا شمس جيان رهندي جيئن رات جو سج تہ لهي ٿو، پر هن جي روشني ۾ چنڊ وغيره بہ روشن رهن ٿا.
اسان جيڪڏهن هن جي راهن کي جهليندا سين تہ بيشڪ هن جي روشني کي هميشہ قائم رکندا سين ۽ اڪبر هميشہ زنده رهندو.

ڊاڪٽر غلام حسين ميمڻ دڙو

---

سائين اڪبر شاهہ اسان جو اجو ۽ وڏو ۽ هردلعزيز هو. بابا مرحوم کان پوءِ هو هميشہ اسان کي پڇندو رهندو هو تہ بابا کا تڪليف يا ضرورت هجي، پنهنجي پيءُ وانگر بي حجاب ٿي چوندا ڪريو. سندس شفقت ۽ گڻ هميشہ آخري دم تائين ياد رهندا.
رات جو جڏهن خبر پئي تہ چڻ هر شيءِ ويران ۽ سنسان نظر آئي جڏهن سندس اوطاق تي پهتاسين، بيٺل اوطاق جي اڳيان پابوڙا بہ ڪنڌ جهڪائي لڙڪ ڳاڙي رهيا هئا.
دل تہ لکڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ چوي ٿي، پر لکي ڪنهن لاءِ بس سائين وڇوڙو ڏيئي ويو. شل الله تبارڪ تعاليٰ کيس جنت ۾ جاءِ ڏئي

صوفي فقير خان محمد ٺهيم

---

عـاشـق الله، ويـرو تـار نـہ وسـري،
آهَ ڪرندي ساهُہ، ڪڏهن ويندو نڪري. (شاهہ)

سائين علي اڪبر شاهہ هڪ علم دوست استاد ۽ سٺو شاعر هو، سندس ڪيل خدمتون هميشہ لاءِ يادگار رهنديون.

نور احمد سومرو رتا

---

وَسِي وِساڙِيون، رَتو روئِي پرينءَ ڪي،
پيئون ڪٽن پَٻَ ڏي، نظر نِماڻيون،
سي ڪِئن ٻيلاڙِيُون، جَن ويندو هوتُ نہ واڙيو.

مون جهڙي نئين ماڻهوءَ لاءِ سائين علي اڪبر شاهه جي مان ۾ لکڻ تہ وس جي ڳالهه نہ آهي پر ''رسم دنیا بھی ہے موقع بھی ہے''مطابق ايترو ضرور چوندس سنڌ کي علمي ۽ ادبي وڏو نقصان رسيو آهي.

رفيق احمد سولنگي دڙو

---

Count of Monte Cristo جي جڳ مشهور ليکڪ ۽ ٻارهن سو ڪان وڌيڪ تصنيفون لکندڙ لارڊ ٻہ وماس ڪي من ۾ اهائي تات ماريندي هئي تہ زندگي جو هر ويندڙ پل ڪيس Minus ڪندا وڃن انهيءَ تشويش ئي ڪيس لکڻ لاءِ اتساهيو. شاهه ”شيخ اياز جي سائين اڪبر سڀ سانگ سجايو آ پيارا“ وانگي زندگي ڀرپور ۽ خوبصورت گذاري. سندس ئي جنم يومي ڳوٺ ۾ تخليق ڪيل قرار ڏنڌ تي سکون ۽ جيئڻ لاءِ اتساهه پسندو اٿم، اڄ قرار ڏنڌ ۽ سندس ننڍڙو لطيف تہ آهي، پر لفظن جو بادشاهه گر اڪبر شاهه جي ڪوٺ آهي. حافظ شيرازي جون مشهور سٽون سائين جي مرتئي تي:

هستي جو شور ٿيو، خواب مان اٿي پيس، ڏٺم تہ اڃا فتنن جي رات باقي آهي، بهتر سمجهيم تہ ٻيهر سمهي پوان.

غلام حسين واجا ميرپور بٺورو

---

جهانگياٽي اُٽ پر تون جهول مڪ پَنڻ جي منڊ اڇي ويئي،
سون سريڪا سانگي اڪبر، اوٺيئڙا انمول.

هن شاعري مان ئي اندازو ٿئي ٿو تہ ڪيڏو نہ مهان شاعر هو، جنهن جي سٽ سٽ ۾ سوز پريل آهي. تڏهن ٻہ مان چوان ٿو:

لکيو گيت غزل تاريان پيو،
هر سِٽ ۾ اڪبر توکي ساريان پيو.

اسان سنڌن پوئيرن جي ڏک، غم ۾ برابر شريڪ آهيون. الله ڪيس صبر جي توفيق عطا فرمائي، ۽ مرحوم کي الله پاڪ پنج تن جي واسطي جنت الفردوس نصيب ڪري آمين ثم آمين.

لکاڏنو چانگ- هـ م ملوڪ شاهه

---

اڄ نہ اوطاقن ۾ سندي جوڳين ذاتِ،
ساري تن سنياسين کي، رُنم ساري رات،
مون جنين جي تاتِ، سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهہ)

يقين نہ آيم جنهنوقت سائين اڪبر جي وڇڙڻ جي ڳَل پيم، اندر ۾ اُڌمن جي هلچل هانو ڏري پيم، نيڻين نندِ وهہ ٿيم، لڙڪ لارون ڪري لڙي پيم، بار بار ٻڌائيندڙ کان پڪ ڪيم. پوءِ تہ ڀهاڙ جيان ڪنهن جي رات نہ ڪٽي، ۽ چرين جيان چوندو رهيس:

"موت پونئي مار، تو ڇنيا هيڙا يار"

اڄ قلم ۽ ٻوڪ مليو آ تہ ڪجهہ تاثرات سائين اڪبر تي لکان، سائين تہ اها شخصيت جو جنهن جا لفظ بہ محتاج هوندا هئا. سائين جڏهن بہ محفل، ميڙاڪي ۾ هوندو هو. اُتي هرڪو ڳالهائيندڙ ائين چوندو هو، تہ سائين اڪبر جي اڳيان ڇا ڳالهائجي. سائين لفظن جو خزانو هو وڏيڪ لکڻ جي هٿن ۾ سگهہ نہ رهي آ جو لکان.

لکا ڏنو خاصخيلي- آفيس سيڪريٽري - پ ٽ الف تعلقو ٻنورو

---

سنڌي ٻولي جو پارکو. اسان جو نندپڻ جو دوست ۽ ڪلاس ميٽ سيد اڪبر شاهہ اسان کان جدا ٿي ويو دل اهو تسليم نہ پيئي ڪري تہ اهڙا ڏاها، ڪل مک، همدرد ۽ رلٽا ملٽا ماڻهو اسان کان هن نموني جدا ٿي ويندا، پر موت جي اوڏو هرڪو بيوس آهي. الله پاڪ کان دعا آهي تہ کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏيئي ۽ سندس درجا بلند فرمائي.

طفيل احمد ميمڻ فاضلاڻي دڙو

---

اڄ نــہ اوطــاقــن ۾ طــالــب تــنــواريــن،
آديســي اُتــي ويــا، مَــڙهُــيــون مُــون مــاريــن،
جي جيءَ کي جيــاريــن، ســي لاهــوتــي لــڏي ويــا. (لـطـيـف)

عظيم استاد، لطيف سائين جو پارکو محترم سائين اڪبر شاهہ استادن لاءِ هِن اونداهي دور ۾ رهبري جي لاٽ هو. سائين پنهنجي علم ۽ قلم سان جهرجهنگ ۾ رهندڙ اٻوجهہ ۽ لاچار ماڻهن لاءِ سدائين

صداءِ حق بلند ڪئي سندس علمي، ادبي، سماجي، ثقافتي، سياسي خدمتون وسارڻ جوڳيون نہ آهن. ٻاجهاري ڌڻيءَ کان دعا آهي، تہ هو اسان کي سائين، جي وڇوڙي جو صدمو سهڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ کيس پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جڳهہ عطا فرمائي (آمين)

ادريس سومرو، دڙو ضلعو ٺٽو

---

سائين اڪبر شاهہ هڪ سٺو استاد شاعر، مٺي هاٺن پورهيت انسانن جو ساٿي پڪو قومر پرست انسان هو. هو سدائين ياد رهندو.

صوفي حضور بخش ـ جهرڪ شريف، ٺٽو

---

هَٿُڙ هَڪَلڻُ، ٻيلي سارڻ مانجهيان اِيَ مَرَڪُ،

وِجهَن تان نہ فرَق، رُڪ وَهندي راند ۾. (شاهہ)

سيّد اڪبر منهنجو سوٽ نہ پر هڪ اڻ موٽ استاد ۽ بي باڪ سنڌي، جنهن جي تن من سنڌي غريب ماڻهن ۽ استاد برادري لاءِ هر وقت جاڪوڙيندي گذارڻ جي عمل جو نمونو هو. هو مون کي نالي کان وڌ منهنجي تخلص سان سڏيندو هو. چوندو هو "غازي" ڪو نئون شعر ٻڌاءِ؟ اوچتو سندس هن دنيا مان هليو وڃڻ اسان جي لاءِ ۽ خاص ڪري پ . ٽ الف لاءِ وڏو نقصان آهي . شال الله پاڪ پنجتن جي صدقي ۾ کيس جوارِ رحمت ۾ جڳهہ عطا ڪري ۽ اسان وارثن کي صبر جميل عطا ڪري.

سيد شفقت حسين شاهہ PSTدڙو

---

وساريو جنهين کي، سو وسريو نہ وسري!

سيد اڪبر شاهہ اسان جي علائقي ۾ انهن هستين مان هڪ هيا، جيڪي ڪروڙن ۽ لکن مان ڪو هڪ هوندو آهي ۽ ڪيترن سالن ۽ صدين بعد پيدا ٿيندا آهن. ان متعلق اسان ڇا لکي سگهون ٿا. سو تہ اسان جي وس ڪونہ آهي بس ﺑہ اکر لکڻ ضروري جي لکياسين.

ڊاڪٽر محمد صديق زئور

---

محترم سائين اڪبر شاهه صاحب جنهن جي موت جي خبر ٻڌي انتهائي گهڻو ڏک ٿيو سائين سان ويجهڙائي جو موقعو سائين هاشم وارن جي چوندن ۾ مليو. سائين جي جڏهن طبيعت صحيح نه هئي، ته سائين کي پڇڻ آيس. سائين سان ڪچهري ٿي. مون فيصلو ڪيو ته سائين کان هاڻ سکندس. پر چوندا آهن ته الله پاڪ کي جيڪي ماڻهو وڻندا آهن. انهن کي جلدي پاڻ وٽ گهرائي وٺندو آهي ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سائين جهڙا ماڻهو دنيا ۾ گهٽ ايندا آهن الله پاڪ کان دعا آهي ته شل سندس پوئين کي صبر ڏي ۽ سائين جي مشن کي جاري رکڻ جي توفيق ڏي.

محمد علي خواجه

---

سائين اڪبر شاهه انسانن ۽ دوستن جو سچو دوست هو. سندس جدائي اسان کي مرڻ گهڙي تائين نه وسرندي

پير علي رضا ولد- پير علي مير سجاول

---

ڪالهه اوچتو ڪاوش اخبار پڙهندي "علي اڪبر شاهه گذاري ويو" جي خبر پڙهي ڪري دل هنجون هاري ويٺي چو ته اسين سڀ هڪ علم، ادب ۽ تاريخ جي ڄاڻو شخصيت کان محروم ٿي وياسين. علي اڪبر شاهه جي وڇوڙي جو خال پرجڻ ممڪن نه آهي الله پوئيرن کي صبر ڏي ۽ مرحوم کي جنت نصيب ٿئي.

محمد سچل وڌو - صدر پ ٿ. الف ڪراچي

---

اي خدا!
ٽڪا گهڙي ۽ ڪتي،
مرڪ ڪنهن کان نه ڪس،
پوءِ بس، پوءِ بس، پوءِ بس.

سائين اڪبر جي مرتئي تي تاثر لکڻ لاءِ ته هٿ به ڪنبن ٿا. اکين آڏو ڳوڙهن ۽ لڙڪن جي ديوار آهي ۽ ذهن مهجور آهي

چا لکان؟
سائين اڪبر ........ جبل جيڏو ماڻهو ۽ ائين هليو ويو جو يقين ئي ڪونہ ٿو اچي، نہ تہ ڪو زلزلو آيو، نہ ڌرتي ڏڏي ۽ نہ اسرافيل سور ڦوڪي، پوءِ جبل ڪيئن هليو ويو!
ها! اڄ بہ پهاڙ جيڏا جذبا، حوصلا، سندس لفظ ۽ سندس خيال ايڏائي سگهارا آهن. جو جڳن جڳن تائين سندس ساٿين ۽ پوئلڳن ڪي سگهہ جا سرچشما مهيا ڪندا رهندا.

انتظار چلگري
(سابق مرڪزي صدر آل سنڌ پ.ٽ. الف)

---

سائين اڪبر شاهہ مرڻ جي خبر سائين محمد رفيق جروار ڪان پئي. اخبار پڙهڻ جو اتفاق نہ ٿيو چو تہ طبيعت خراب هئي. اڪبر شاهہ جي موت سنڌ جي ۽ خوصي طور تي پ . ٽ . الف جو نہ پرجڻ وارو خال ٿي پيو آهي. جنهن ڪي الله سائين ڪان دعا آهي تہ پرڻ لاءِ ڪو انسان پيدا ڪري آمين. ۽ سائين اڪبر شاهہ ڪي جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي (آمين).

شاهين سنگهيڙا- سينئر نائب صدر پ ٽ الف سنڌ

---

سائين اڪبر شاهہ يا سيد اڪبر ڪو اڄ جسماني طور تي اسان وٽ موجود ڪونهي. سچ پچ دل ڪي اعتبار ئي ڪونہ پيو اچي تہ واقعي ڪو اڪبر پنهنجي سموري سندرتا ڪٽي اسان ڪان گهڻو پري اهڙي ماڳ تي هليو ويو آهي. جتان وري سندس موٽي اچڻ هن دنيا ۾ ناممڪنات ۾ آهي.
اڪبر جي خوبين، صلاحيتن ۽ گهڻن تي مسلسل ۽ گهڻو لکي سگهجي ٿو. ان لاءِ گهڻا صفحا ۽ گهڻو وقت گهرجي. في الحال دعا آهي تہ خدا ڪيس جنت ۾ جايون ڏي ۽ سندس ٻچن ڪي خوش آباد رکي. آمين.

اعجاز علي خواجا بنورو

---

# هي نہ ويل وڃڻ جي

جيڪڏهن توسان هڪ هزار ماڻهو محبت ڪن ٿا، تہ يقين ڄاڻ آئون انهن مان هڪ ضرور هوندس. جيڪڏهن توسان هڪ سو ماڻهو محبت ڪن ٿا تہ توکي پڪ هئڻ کپي تہ انهن مان آئون هڪ لازمي هوندس. جيڪڏهن توسان فقط هڪ ماڻهو محبت ڪري ٿو تہ يقينن اهو آئون ئي هوندس. پر جيڪڏهن ڪوبہ تو سان محبت نہ ٿو ڪري تہ پڪ ڄاڻ رسول حمزا توف پري ڪٿي جبلن ۾ مري ويو.

رسول حمزا توف

سائين اڪبر محفلن جو مور، ڪچهرين جو ڪوڏيو هو. هو جديد علم ۽ اسان جي ثقافت و خوبصورت ميلاپ هو. هو اسان جي سياسي، اقتصادي حالتن جي خوبصورت خصوصيتن جو بهترين مرڪب هو. هو خوبصورت هو ۽ تمام وڏو حسن پرست هو. هو فطرت جي حسن جي سمورين خصوصيتن ڪان ويندي لفظن ۽ خيالن جي سونهن جو وڏو پارکو، مداح ۽ پيدا پڻ ڪندڙ هو. بحث ڪندڙ ۽ تخليڪار بہ ئي هو. هو انقلاب جي قافلي جي وڻ جي رڃ ۾ گم ٿي ويندڙ سپاهہ جو سپاهي هو، جيڪو آخري وقت تائين وقت جي حاڪمن سان ناهہ نہ ڪري سگهيو.

تون دلين ۾ زنده رهندين ۽ راڄ ڪندين تنهن جو ادبي ۽ ثقافتي قد، ڪاٺ پنهنجي جڳهہ تي پر تنهنجو علائقائي، سماجي ڪردار گهٽ ۾ گهٽ سيني نسلن کي متاثر ڪندو رهندو، نہ وسرندو. تون قدآور، چانورو ۽ ميويدار وڻ هُئين، جيڪو اوچتو ڊهي پيو. تون اسان سيني کي يتيم ڪري ڇڏيو. تون ماڻهن جي ان ختم ٿيندڙ نسل مان هئين جيڪي اجتماعي مفادن لاءِ وڙهندا آهن، جيئندا آهن. نفعي نقصان جي حساب ڪان اڳتي وڏي موقف تي بيهي رهندا آهن.

محي الدين ڪيڙانو

---

اج نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين.

سائين اڪبر شاھ پنهنجو نالو خوب ملهايو، اڪبر معنيٰ وڏو شاھ معنيٰ اڳواڻ مهندار. اڪبر سائين هڪ دلير ۽ دلبر ماڻهو هو. ڏاهو داناءُ، اديب، دانشور، پختو شاعر هو. غربت ڪري پنهنجيون لکڻيون شايع نہ ڪرائي سگهيو. منهنجو ننڍڙي هوندي کان يارِغار هو. منهنجا سڀ انگل، آرا يا چريائون، بيوقوفيون برداشت ڪندو هو منهن جي سڃاڻپ ئي سائين اڪبر شاھ هو. منهنجي ۽ ٺٽي ضلعي جي ساجاھ وند ماڻهن مان هڪ هو. ٺٽي ضلعي ۾ جيڪي ٺٽي جي سونهن رهيا آهن. انهن ۾ اڪبر شاھ، رسول بخش پليجو، سائين محمد خان مجيدي، رجب علي ”ضيا“ ، پٽر سنڌي، اسان چئن ڄڻن ٺٽي ضلعي ۾ ظالم خلاف گڏجي ڪچهريون ڪيون، تنهن ۾ اڪبر شاھ، پٽر سنڌي غلام حسين شورو، يوسف ڪيرانو گڏ هئا. انهن چئن يارن پنهنجي محنت، سچائي، مالڪي سان ويهي ويچاريو، تہ هن ظالمن، دهشتگردن، پاڻاريدارن، زيان خورن، وڏيرا شاهي سان هنن مسڪينن ابوجھ پورهيتن هارين جي جند ڪيئن ڇڏائجي؟ پوءِ تمام چئن، ڇهن سالن جي پورهئي ڪان پوءِ ضلعو ٺٽو پاڪستان جو ويٽنام سڏجڻ لڳو. ظالم وڏيرا شاهي اسان سان ويڙهاند شروع ڪئي. 67-68 ڪان پوءِ اسان رسول بخش پليجو کي هن تنظيم ۾ آڻڻ جي سفارش ڪئي ۽ شامل ڪيو سون.

بهرحال اڪبر شاھ سڀ طرفو ڄاڻو، ڏاهو، علم، عقل ۽ سخاوت جو سمنڊ هو. آئون جڏهن پنهنجي اهل اعيال ڪان رسي ايندو هوس. تڏهن سائين اڪبر شاھ وٽ غم جو علاج ڪرائڻ ۽ پنهنجا ڏک تڪليفون اوريندو هوس ۽ هي ان جو علاج ڪري شفا ڏيندو هو. محفل جو مور، مهندار هو. هر فن مولا هو. منهجو تہ سڄڻ رازدان، ڏکن، بکن، رازن، رمزن، جو سچو سڄڻ هو. منهنجو ياءُ هو مون کي بي انتها محبت ۽ شفقت سان ملندو هو. پيار ۽ پنهنجائپ وارو رويو رکندو

هو. آئون يتيم ٿي ويس. هاڻ ڪنهن سان پنهنجا ڏک تڪليفون اوريندس. الله ڪري شل بهشت نصيب ٿئيس ۽ اسان کي بہ پاڻ وٽ گهرائي وٺي.

معتقد ڪنجوس ڪيڙانو

---

سائين اڪبر شاهہ جي وفات جي خبر ڪلهہ تلهار ۾ اخبار ڪاوش مان پيئي. يقينن پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي. سائين اڪبر جو وڇوڙو اسان لاءِ ڪنهن الميہ کان گهٽ ناهي. سائين مرحوم کي هر زاويي کان پرڪيوسين ڏٺوسين تہ سيني کان نمايان نظر آيو. استاد هڪ عظيم استاد، اديب ۽ شاعر تہ اڪر سندس محتاج، سموري سروس ۾ استادن جي مسئلن جي حل لاءِ جاکوڙيندو رهيو. سائين جان محمد جمالي مرحوم کان پوءِ جيڪڏهن ڪنهن سپهہ سالار استادن جي مسئلن لاءِ ڀرپور قيادت ڪئي تہ اهو سائين اڪبر شاهہ هو.
ڏٺي در دعاگو آهيان تہ الله پاڪ سائين مرحوم کي جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي آمين ۽ پونيئرن کي صبر جي توفيق ڏي (آمين)

دعاگو غلام محمد جوهر

---

سائين اڪبر شاهہ جي وفات جي خبر 29-06-2003 ڪاوش اخبار ۾ پڙهيم، دل يقين نہ ڪاڏو تہ واقعي سائين اڪبر شاهہ لاڏاڻو ڪري ويو. سائين اڪبر شاهہ سان ملاقات ٿيندي هئي. ڄڻ تہ ڪنهن محسن سان ڪنهن والد سان، يعني پنهنجائپ جي خوشبوءِ ايندي هئي. سائين هڪ اديب، دانشور، شاعر هو، استاد برادري جو سالار هو. خدا اسان سيني کي سائين جي نقش قدم تي هلڻ جي توفيق ڏي. سائين اڪبر شاهہ جي جدا ٿيڻ جو هڪ وڏو استاد برادري ۾ خال پيدا ٿي ويو اسان سيني پوئلڳن ۾ همت ۽ جذبو پيدا ٿئي تہ جيئن سائين جي ڇڏيل شين لاءِ ڪوشش جاري رکي سگهون.

محمد جمن جروار- صدر پ ٽ الف ٽنبو الهيار

---

قبلا سائين علي اڪبر شاهه جي لاءِ منهنجي طرفان هي لفظ عقيدت طور آهن.

ڪِهِ پر رُئان پرين ڪي پڇڻ ناهه پچار،
امر ٿي آهون ڪريان ڪاٿي منجهه خمار،
گِر بي جي گفتار ٻي ٻِتِ ٻاروچن ۾. (شاهه)

عبدالستار ڏگو- ڊ.ج.س . پ.ٽ.الف – تعلقو ٽنبو اليهار

---

مَرَڻا اڳي جي مُئا، مَرِي ٿِيِن نه مات،
هُوندا سي خياتِ، جِيئڻان اڳ جي جِئا. (شاهه)

سائين اڪبر جهڙا انسان زندگي جي مقصد ۽ حياتي جهڙا انمول تحفي کي سمجهي اها وک پنهنجي ڌرتي ۽ قوم لاءِ کڻندا آهن. جيڪا وک ڏاڍيءَ ڏکي ۽ سڀ ڪنهن جي کڻڻ جي وس جي ڳالهه ڪان مٿي آهي شل الله تعاليٰ مٿس پنهنجي رحمت واري مقام ۾ جاءِ عطا ڪري آمين.

حافظ نظاماڻي ڪڙيو گهنور

---

اڄ نه اوطاقن ۾ طالب تنواريِن،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون ماريِن،
جي جيءَ کي جياريِن، سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهه)

سائين اڪبر شاهه جي خبر ڊڙي شهر ۾ پئي، سائين اڪبر شاهه ڊڙي بنورو نه پر، سڄي سنڌ کي سائين جي ضرورت هئي، پر ڪاش، موت اسان کان عظيم شخصيت کي ڌار ڪري ڇڏيو. سائين اڪبر شاهه سڄي زندگي استاد برادري جو ڪيس وڙهيو، ڪنهن سان به سودي بازي نه ڪيائين هميشه پنهنجي موقف تي قائم رهيو.
سدا موجود هن محفل ۾ سائين اڪبر تون نه هوندين مگر ڪن دوستن جي دل ۾ هي محفلون تنهنجون ضرور ياد رهنديون.

محمد دائود سومرو ناظم لائق پور

---

نہ سي وَڙڻ وڻن ۾، نہ سي ڪا تاريُون،
پَسيو بازاريُون، هينئڙو مون لوڻُ ٿئي. (شاهہ)

سيّد اڪبر جو وڇوڙو، سڄي سنڌي قوم، لطيف جي پارکو هڪ سچي مخلص دوست ايماندار ڪارڪن کان محروم ٿي ويئي آهي. سندس وڇوڙي جو وڏو عذاب تہ سندس گهر ڀاتي ئي محسوس ڪن ٿا. پر آئون عطا حسين شاهہ (ڀائٽي) کي عرض ڪندس تہ ڪيس کي اڪبر شاهہ جي ننڍڙن جي پارت هجي، جو تہ اُهي صغير آهن. اها حجت ان ڪري ٿو ڪريان تہ آئون پڻ اڪبرجي گهر جو فرد آهيان.

غلام محمد ٻارڻ

---

اِيءُ جهان جاءِ مسافران دي، خواب وانگي ڏکي،
اکيان ڏٺا نظر نہ آوي، جيءُ جنهان لئي سڪي.
ساٿي ڀانڌي چوڙ ڳئي، چوڙ ڳئي ملڪان دي راجا،
اوهي چوڙ ڳئي ميان صادقا پير، پيغمبر، خواجا.

درخت جيترو بہ تناور گهاٽو ۽ ڇانورو هوندو آهي، ايتروئي گهڻ سهو، درگذر ڪندڙ هوندو آهي. ڪنهن بہ پنهنجي يا پرائي کي انت يا پنهنجي تڪليف بابت وس پڄندي ڪونہ ڏسيندو آهي. اڪبر شاهہ بہ ائين پنهنجي گهاٽي ڇانوَ ۾ ڪيترن پنهنجن ويجهن عزيزن ۽ قربدارن کي سانڍيو آيو. اڪبر (وڏو) بيشڪ اڪبر آهي (هو آئون نہ چوان) رٽائرڊ بہ اڪبر شاهہ پڪو ٿي ويو. اول پ ٽ الف بعد نوڪري تنهان بعد زندگي تان ۽ پر تحقيق يادگيرن جي ورت ۾ مسڪرائيندو رهندو. پنهنجي پيارن وٽ قربدارن وٽ آئون دعاگو رهندس تہ سندس پونئيرن لاءِ تہ خداوند ڪريم ڪين اڪبر شاهہ جي واٽ ۽ گس تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ اڪبر شاهہ کي پنهنجي خاص عنايتون عطا ڪري.

صوفي فقير غلام حسين ج آ ن.

---

اڪبر شاهه، اڪبر شاهه هو، جنهن جي جاءِ فقط اڪبر شاهه ئي پري سگهي ٿو.

يوسف سنڌي

---

سائين اڪبر شاهه بادشاهه دنيا ڇڏي ويو جيڏانهن سيني کي وڇڙو پوندو پر

ڪن ڪِن ماڻهن منجهه اڇي بوءِ بهار جي.

سائين اڪبر شاهه جي وڇڻ جي اچا موسم ڪونه هئي پر اهو دستور آهي جيڪا شيءِ نهي آهي، سا هر حالت ۾ ڍهندي منهنجي دعا آهي تهس ائين مرهوم جي سٽن کي جيئرو رکن، ته جيئن مرحوم اسان دوستن کان نه وسري ۽ منهنجي دعا آهي ته مرحوم کي خدا جنت ۾ جايون ڏي. (آمين)

دعاگو مرحوم جا

محمد خان ميمڻ

گل محمد ميمڻ سجاول

---

سائين اڪبر لڏي ويو. سائين اڪبر جهان ڇڏي ويو. سائين اڪبر هليو ويو، پر آئون نه مڃيندس ته اڪبر ڪيڏانهن وڃي سگهي ٿو. جيڪو تعليم ۾ اڪبر، جيڪو علم ۾ اڪبر، جيڪو شاعري ۾ اڪبر، جيڪو ادب ۾ اڪبر، جيڪو دانشمندي ۾ اڪبر، جيڪو تنقيد ۾ اڪبر، اهو اڪبر ڪيڏانهن به وڃي نٿو سگهي. اهو جيستائين هي سنڌ ۽ سنڌي ٻولي هوندي تيستائين اڪبر رهندو ۽ اڪبر هوندو

پير غلام مصطفيٰ

---

محترم مان واري سائين اڪبر شاهه جي شان ۾ ايترا لفظ ناهن جو تعريف ۾ لکجن. سائين هڪ عظيم انسان، باصلاحيت شاعر، عظيم استاد، وڏو عظيم انسان هو. محفل جو مور هو. سائين تنظيمي لحاظ کان اسان جو رهبر هو ۽ هر موڙ تي اسان جي رهنمائي ڪندو هو.

محترم سائين جڏهن به ڳالهائيندو هو ته ائين محسوس ٿيندو هو، ڄڻ محفل ۾ ڪو فرشتو پهچي ويو. خاص ڪري سائين جو علم دوستن سان وڌيڪ هيو. سائين هڪ دانشمند انسان هر هڪ تي تنقيد ڪندڙ، سچ چوڻ وارو انسان هو. مان سائين ڪي دعا ٿو ڪريان ته الله سائين محترم سائين کي جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا رمائي آمين.

عبدالروف پليجو- جنرل سيڪريٽري ماتا بنورو

---

دنيا وڏي ڪميٽي آهي، جيئري ڪنهن جو قدر نه آهي ڪندي، بس وقت وڏو ظالم آهي ويندو گذري، سائين اڪبر هڪ شفيق استاد ۽ دوست هو. جيڪو هينئر اسان وٽ موجود نه آهي. بيشڪ اسان تسليم ڪريون ٿا ته اسان سائين کي نه سڃاتو، ۽ نه ئي سندس قدر ڪيو. حيف آهي اسان تي.

علي رضا عمراڻي سڄاول

---

سائين اڪبر شاهه جي موت سندس ڀين چاهيندڙن سان گڏ مون کي به وڏو صدمو پهچايو آهي. هو منهنجو محسن هو. مون کانس گهڻو پرايو. سندس صحبت جي ڪري ئي مون ۾ لکڻ، پڙهڻ جو چاهه پيدا ٿيو. ۽ پاڻ منهنجين ڪچين ڦڪين لکڻين جي اصلاح ڪئي ۽ حد کان وڌيڪ مهربان رهيو. هو جسماني طرح برابر جدا ٿي ويو، پر وسري ڪڏهن به نه سگهندو. سدائين اسان جي دلين ۾ زنده رهندو.

غلام رسول پرهياڙ

---

مانواري سيّد اڪبر جي ناءُ

وائي

ياد تنهنجيءَ ۾ اوه (پرين) اڪبر،
سڀ ماڳ ويران لڳن ٿا،
ٿميو نيڻ پون ٿا، ياد تنهن جيءَ ۾ ........

چـــري چـــت كـــرڻ لاءِ،
اڏري اوســـيـئــڙا اچـــن ٿــا،
ٽميو نيڻ پون ٿا ياد تنهنجيءَ ۾ ..........
رُســي راتــيــون وجــن ٿــيــون،
ڏيـــنـــهـــن بـــ ودِ وجـــهـــن ٿـــا،
ٽميو نيڻ پون ٿا ياد تنهنجي ۾..........
پـونـئـرن جيـان پـون پـون كـري،
ڳــالـهــ ڳــجــهــڙي كــن ٿــا،
ٽميو نيڻ پون ٿا ياد تنهنجيءَ ۾ .......
نيـڻـيــن نـنـڊ "عـطـا" وجـي ٿـي،
لـــكـــيـــن درد دل ۾ دكـــن ٿـــا،
ٽميو نيڻ پون ٿا ياد تنهنجيءَ ۾ .......
غمگوار عطا حسين شاهه

---

سادگی سے تم نہ ترک دنیا کا سبب
ورنہ وہ درویش تھے پردے میں دنیادار بھی

ماٺهو چون ٿا تہ سائين اكبر اسان كان جدا ٿي ويو، كي چون ٿا تہ علم ذريعي زنده رهندو. سين كي ڏک آهي. دوستن، عزيزن، ۽ مائٽن كي، پر هک شاگرد جو كهڙو حال هوندو جنهن كان استاد جدا ٿئي. استاد جو مطلب خدا آهي. هو مون تي علم جي ذريعي قادر هو. منهنجو خدا بابا اكبر هو.

بابا اكبر لاءِ جيترو لكجي. اهو ٿورو آهي. ڇاكاڻ جي ساراهہ سڄي زندگي پيو كر فائدو ئي فائدو. انسان كي خدا پنهنجو هم شكل پيدا كيو آهي. بابا اكبر كي پنهنجو خدا چوڻ جو حق مون كان كير بہ كسي نٿو سگهي. افسوس منهنجو علم اڌ ۾ رهجي ويو.

بابا اكبر جا ٻول آهن تہ:

گونجار ستي آهي، ڇا گيت سمهي پوندو،
پرت ستي آهي، ڇا ميت سمهي پوندو،
جيئن تون تہ ستو آهين، ان ريت سمهي پوندو،
ڇا وقت ستو آهي ڇاڪاڻ سمهين ٿو تون؟

----

ڇا سڏ ستو آهي، آواز ستو آهي،
جي بک هجي يا ڊو شهباز ستو آهي،
ڪيڏو بہ لڪائجي ڪو راز ستو آهي،
ڇا اڪبر پارن جو انداز ستو آهي،
ڇا وقت ستو آهي، ڇاڪاڻ سمهين ٿو تون؟

هاڻ اهو خط جيڪو بابا اڪبر ڏي مون لکيو:

ڳالهہ اڪبر جي ڪهڙي ڪجي، علم تنهنجو هر هنڌ مڃي،
پنهنجيءَ تي تون ورين، روشن راهون سڀ ڪرين.
لفظ اندر ساهہ پرين، ايڏي تہ جاکوڙ ٿو ڪرين،
طوفان جيان ٿو ڏرين ڪين ٿو ڪنهن ڪان ڏرين.
غريبن تي ڪا مهر ڪرين، جي ڪر اسان ۾ سمجهہ پرين
حقيقتون ساريون هٿ ڪري پهچون ئي پار پرين.
عقل اسان ۾ ڏوڪجي، ڪيت تنهن جو پيو پوڪجي،
نظر مند تي جي ڪرين، جهول سنگن جا پرين.
وقت ايندو ناهي وري، ڪول عمل جي ڪا دري،
جي سگهو ٿئين سپرين، بهار پوڻ تي ڪر ڏرين.
عرض "عاجز" جا مڃين، سُڌ اسان ڪي ڪر سڄڻين،
شمع جي روشن ڪرين، تہ ٿين تجلا تيز ترين.

"عاجز" عتيق الفاروق ڪيڙانو

---

سائين اڪبر شاهہ جي وفات خاص ڪري اسان جي نئين ضلعي جي ماڻهن جو وڏي ۾ وڏو نقصان آهي. اهو خدا شل پورو ڪري ۽ انهي

جي پوين کي خال پرڻ جي توفيق ڏي سائين اسان جو استاد رهيو آهي. مون کي خبر اخبار مان پيئي. سائين کي خدا شال جنت الفردوس ۾ جڳهہ ڏي ۽ پوين کي برداشت جي توفيق ڏي.

عبدالڪريم ميمڻ لاڪا

---

سائين اڪبر شاھ کي الله تعاليٰ جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي. سائين اڪبر سياسي دوستن کي شعور ڏنو آهي. اسان کي انسانيت پاڻ ڏني آهي. هڪ بهادر سچڻ استاد هو. هن جي وفات ڪري ضلعو تہ ڇا پر سنڌ ۾ اهڙو ٻيو ڪونہ ٿيندو. پنهنجي پيءُ جهڙو پيءُ، ڀاءُ، ماءُ جهڙو، چوائين لائي جهڙو سياسي مدبر انسان اڄ اسانکان وڇڙي ويو آهي. الله ڪين جنت فردوس ۾ جڳهہ ڏي آمين آئون الله سائين کان هي دعا گهران ٿو تہ هن گهر مان اڪبر جهڙو پيدا ڪري اڪبرجي جاءِ والاري، منهنجون اکيون هن کي ڏسي ٺرن.

رجب علي شورو

---

علي اڪبر شاھ اهو جيڪو پردي مان هن ڌرتيءَ جي اسٽيج تي آيو. پنهنجي ڪردار، علمي، ذهني، قابليت ۽ محبتي روين جون دستخطون صاف ۽ شفاف سنڌو جي هوائن ۾ ڇڏي هڪ دفعو وري پردي جي پويان هليا ويا.

اي موت مُئا شل موت اچئي،
تون ڪهڙا ڪهڙا هيرا ماريا.

سيد ممتاز علي شاھ

---

مارپوي موت تون ، ٻي مند آهين،
سوين سڪندر ڪپايا تو ارڏا اڻ موٽ،
لاڙو ڪرين ها لطيف چئي ڪانهي تو وٽ ڪوٽہ
گهايئي اهڙا گهوٽ جنين مند نہ وڃڻ جي.

سائين اڪبر جي وڇوڙي سان سنڌ جي سياسي، ادب ۽ ثقافتي نقصان ٿيو آهي. ضلعي ٺٽي جي خمير مان جن ماڻهن جنم ورتو انهن مان اڪبر شاهه بہ هڪ هو. سائين کي مون سدائين سادگي ۽ نهٺائي ۾ ڏٺو هو سدائين استادن جي مسئلن تي آفيسرن سان اٽڪيو پيو هوندو هو. الله تعاليٰ کيس جنت فردوس ۾ جاءِ ڏي ۽ پوين کي صبر جي توفيق ڏي.

دائود اختر سومرو پنون

---

ڪَٽُ ڪڙهي لوهہُ ٻَري، ڏوڏا ڄِتِ ڏَڳن،
مُترڪن مُنهن ڪيا، سانداٽيون سيڪَن،
اڄ پڻ آڳڙين، ميڙو آهي سَڄَ تي. (شاهہ)

سائين اڪبر شاهہ بابت مون ناچيز جي ڇا حيثيت آهي جو بيان ڪريان. اڪبر شاهہ جهڙو سچو ۽ بردبار ماڻهو اسان جي زندگي ۾ ٻيو نہ ڏٺو. هن جي ٿوري وقت جي تربيت اسان جي لاءِ هميشہ ڪارآمد رهندي رب جا لک احسان اسان تي هن شخصيت جو شفقت ڀريو هٿ اسان جي مٿان رهيو. هن جي ڏسيل واٽ تي اسان هلي هر مشڪل کي منهن ڏيئي سگهون ٿا. ضلعي جي عظيم ڏاهي شخص جو شل ڪٽنب آباد رهي آمين.

خير محمد بروهي - غلام مصطفيٰ بروهي- پ ٽ الف ٺٽو تعلقو

---

اکين ۾ ارواح اها ساڃاهہ سپرين

دعا آهي تہ مرحوم اڪبر شاهہ کي الله سائين جنت ۾ جڳهہ ڏي ۽ ياءُ اسلم اوني سميت ڀين سيني ماٽن ۽ پونئيرن کي الله سائين صبر ۽ تحمل عطا ڪري.

ارباب ڪريم بخش دل- سردار عبدالڪريم نهڙيو
ڪپري موري تعلقو ماتلي

سائين اڪبر شاهہ صاحب جون علمي خدمتون، ادبي ۽ استاد دوست هئڻ جي تعلق ۾ کيس هميشہ ياد رکيو ويندو. پاڻ صاحب وسارڻ

جوڳو ئي نہ آهي. دعا آهي تہ الله پاڪ ڪيس جنت ۾ جاءِ ڏي (آمين)
عمر الدين مگسي - عبدالغفور مگسي ، لائق پور ، V.P گسڻا ميرپور بٺورو

---

ڪنهن ماڻهوءَ جو نقصان پورو ڪرڻ لاءِ صديون لڳنديون آهن. سائين جن جو وڇوڙو بہ اهڙن ماڻهن مان آهي. سائين اڪبر شاهہ بہ هڪ عظيم ماڻهو هو. جنهن جو وڇوڙو بہ هميشہ ياد هوندو.
انجنيئر سرفراز شاهہ شيرازي- ايم. پي. اي سجاول

---

ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي

فضلت مآب سائين اڪبر شاهہ جن هڪ وزندار شخصيت جا مالڪ هئا. سندن جدائيءَ سان سنڌ هڪ اهم شخصيت ڪان محروم رهجي ويئي آهي. سندن خال پرجڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.
سنڌ جي هن مايہ ناز فرزند تي بٺوري جي ماڻهن کي هميشہ فخر رهندو.

سيد علي شاهہ ميرپور بٺورو

---

اڪين جي اداس جو ڏاڍو ڏک ٿيو

نهايت ئي قابل احترام ۽ اڻ مٽ شخصيت محترم اڪبر شاهہ لاءِ آئون فقط اياز جون هي سٽون چوندس:

جهڙو ماڻهو، تهڙو ناڻو،
هر ڪو پنهنجي اگهہ اگهاڻو،
جوئي ماڻهو ڪين وڪاڻو،
سوئي ماڻهو موتيءَ داڻو.

مشتاق ڪيهر _ ميرپور بٺورو

---

سائين اڪبر شاهہ مرحوم ڪچهري جو مور محفل جو راڻو، مهمان نواز، يوڳ چرچي جو ماهر، موسيقي جو شوقين. مون کي بہ موسيقي جو شوق ڏيارڻ لاءِ تمام سٺي چاڻ ڏيندو هو. شاعر بہ سٺو

هو. اديب بہ هو. وڏيڪ ڇا لکان. نقط: قاسم اوٺو ونگي اوٺا- ٽنڊوالهيار

---

ماٺهو سڀ نہ سهڻا پڪي سڀ نہ هنجهہ،
ڪنهن ڪنهن ماٺهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي.

مرحوم سيد اڪبر شاهہ ڪچهري جو مور هوندو هو. محفلن جو راڻو هوندو هو. يارن جو يار هوندو هو، مهمانن جو ميزبان هوندو هو. سيني جو پرجهلو هوندو هو. لطيف جو پارکو هوندو هو. استادن جو استاد هوندو هو، موسيقي جو شوقين، سندن جدائي سان سنڌ هڪ اهم شخصيت کان محروم رهجي ويئي آهي، سندن خال پرجڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

سپاهي محمد عظيم اوٺو- آرمي اسٽاف حال درملوڪ شاهہ- 1.3 لائيٽ اٽڪ

---

گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن رهاي رڻ جا. (شاهہ)

دعا آهي تہ الله تعاليٰ سائين اڪبر شاهہ کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي آمين.

مير حسن سومرو ۽ گلزار احمد سومرو رتا

---

ماٺهو سڀ نہ سهڻا پڪي سڀ نہ هنجهہ،
ڪنهن، ڪنهن ماٺهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي.

سائين اڪبر شاهہ الله جل جلالهٖ توهان کي جنت ۾ جاءِ ڏي اسان جون دعائون توهان سان گڏ آهن ۽ پوين کي صبر جميل عطا فرمائي "آمين"

حاجي محمد خان پرهياڙ

---

ڪَهڻي تان هر ڪو ڪَهي پر هڻي اوکي ٻاتِ،
پٽري ٿيندي ذات، رهڻيءَ مان "روحل" چوي

سائين اڪبر شاهہ توهان اسان سان سدائين گڏ آهيو مرد ڪڏهن بہ نہ مرندا آهن. الله اسان کي ۽ توهان کي سدائين آباد ڪندو "آمين"

توهان جو دعاگو صوفي ڏيل خان ۽ سندس فرزند صوفي فياض حسين علي گوهر آباد لاڙڪاڻو

سيد اڪبر شاهه هڪ ڏاهو ۽ انسان دوست يارن جو يار هو. اڪبر شاهه همگير شخصيت جو مالڪ هو. هڪ وقت استاد، سياستدان، اديب، شاعر، نقاد، مقرر، صوفي منش انسان هو. ايتريون خوبيون هر هڪ ماڻهو ۾ نٿيون ٿي سگهن. مون سان ۽ ڀاءُ علي مير سان سندس ڀائرن جهڙو رستو هو. ايتري قدر جو اسان جي اولاد جي سڱاوتي به طالباڻي ۽ اڪبر شاهه ڪرايون

پ. ٽ.الف جو بنيادي رڪن هو. پاڻ سنڌ جو جنرل سيڪريٽري به ٿي رهيو. هن جي دوستي به هر رنگ جي ماڻهن سان هئي.

پير محمد عالم سجاول

---

سيد اڪبر جي اوچتو وفات جو ٻڌي اسين سڪتي ۾ هليا وياسون. اڪبر شاهه ڪو عام ماڻهو نه هو. اهو صحيح آهي ته حياتي ۾ سندس ايترو قدر نه ڪيو ويو. جيترو ٽيڻ ڪپندو هو. پر سندس مرتئي بعد سندس قابليت، اهليت ۽ ٻيون حقيقتون جيڪي سامهون آيون، تن اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. اڪبر شاهه هڪ بهترين استاد، دوستن جو دوست هڏ ڏوڪي ڀائڻ وارو شخص هو. هن جي بي وقتي موت اسان کان نه پر سڄي ضلعي کان هڪ پيارو دوسٽ ۽ خوبصورت شخص ڇني ورتو آهي. دعا آهي ته رب سائين ڪيس جنت الفردوس ۾ جڳهه نصيب ڪري.

محمد عثمان سمون دڙو

---

مون سي ڏِنا ماءِ، جَنهين ڏِنو پريَن ڪي،
اُنِهين سَندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي. (شاهه)

سيد اڪبر جي موت جو ٻڌي جڻ پاڻ تي وڄ ڪرندي محسوس ٿئي ٿي. علم، ادب، فن ۽ شعر جي دنيا جو جڳ مڳ جرڪندڙ ستارو، سياسي استاد ۽ گلاب پنکڙين جهڙو ڪومل ۽ نفيس ماڻهو جڻ هالن جي جنڊي جا اڪريل ڇٽ، جيئن سنگتراش اڻ گهريل پٿرن ۾ ساهه

وجهي گوتم جهڙا مجسما ناهي ٿو. ائين اڪبر هن بي رحم سماج جي موڳا مٽر بڻايل جيئرن ماڻهن کي گهڙي چلي ناهي قابل، دلير ۽ داناءُ ماڻهو بڻائيندو هو. مون کي اهو فخر آهي، تہ اسان جهڙن اڻ گهڙيل ماڻهن کي سچ جي واٽ ڏيکارڻ ۽ ماڻهپو پيدا ڪرڻ وارن استادن مان هڪ وڏو ۽ زبردست استاد اڪبر ئي هُو.

ولي عباسي

---

سنڌ جي قومي ۽ عوامي سياست جي هڪ Casualty سيد اڪبر! سنڌ جو هڪ گمنام هيرو .... قبر پرست قوم شايد سندس قبر جو قدر بہ نہ ڪري. سيد اڪبر آزادي ۽ انقلاب جا جيڪي خواب ڏٺا شل سندس پويان نسل تن جي ساپيان پسن.

عمر دراز مانگ کر لائے تھے چار دن،
دو آرزو میں کٹ گئے دو انتظار میں۔

امتياز عالم سمون

---

ڪٿو هٿ خدا ڏانهن، اچي شل وري

سيد اڪبر جي موت جو ٻڌي تمام گهڻو ڏک ٿيو. مون کي اهي ڏينهن نٿا وسرن جڏهن سائين علي اڪبر شاهہ منهنجي دڪان تي ويهي ٽهڪ ڏيندو هو. مون کي اهي ٽهڪ چڱي ريت ياد آهن. الله تعاليٰ سائين اڪبر شاهہ کي جنتِ الفردوس عطا فرمائي.

نور احمد ڪاڙڪ

---

جهڙو هو نالو علي اڪبر شاهہ تهڙو هو پاڻ. علي اڪبر شاهہ چارين جي ويڙهہ ۾ هڪ عام ماڻهو نہ پر هڪ سچو هيرو هو پارس هو، جنهن کي پرکي نہ سگهياسين. پاڻ سٺو شاعر، سٺو اديب، سگهڙ ۽ ڪلاسيڪل جي جاڻ رکندڙ شائق بہ. سائين لطيف جو پارکو ۽ لطيف جي ٻولي جو ماهر، ڪنهن بہ محفل ۾ مجلس ۾ ڪهڙو بہ موضوع هجي، هر موضوع جو ماهر. اسٽيج تي اچڻ سان هزارين ماڻهن جون

سرد دليون گرمائي چڙهيندو هو. سائين جو علم و ادب ايترو تہ وسيع هو. ڪهڙي ٻوليءَ تي پچار ڪندو هو تہ انداز ۽ ٻولي اهڙي تہ هوندي هئي جو حيرت پئجي ويندي هئي، لفظن جو آستار هو. لفظن جو جادوگر هوندو هو. مڙنئي خوبين جو مجسمون هو اهڙا لفظ مون وٽ آهن، جو سندس خاصيتون لکون. اسان کي ناز هئا، فخر هئا تہ اسان بہ عظيم شخصيت جا پاڙيسري آهيون پر اهي ناز خاڪ ۾ ملي ويا. مون کي ڪيتري بہ ڳڻتي پريشاني مايوسي هوندي هئي، پر ڪجھ لمحا سائين کي ٻڌندو هوس، سچ پچ منهنجو روح، دل ۽ دماغ جوان ٿي ويندو هو. همت، جرئت پيدا ٿي ويندي هئي. سائين چپر هو. ڇانورو، اجهو هو. سنيون صلاحيتون ڏيندڙ هو. اڄ اسان جو سمورو معاشرو سڃو ٿي ويو آهي.

سائين هڪ غريب پرائمري استاد هو. پر ڏسڻ ۾ شهنشاھ گهراڻي جو پاتي لڳو پيو. محمد عثمان ٿهيم ڳوٺ علي محمد ٿهيم

---

سائين اڪبر شاھ هڪ سٺو انسان هو. علم ۽ ڏاهپ ۾ هوشيار هو. سائين هر ڪنهن ماڻهوءَ سان عزت سان ملندو هو. هو وڏائي نہ ڪندو هو. سائين خوش مزاج ماڻهو هو. سائين ڪچهري ڪندو هو تہ ماڻهو گڏ ٿي ويندا هئا ۽ سائين جون ڳالهيون ٻڌندا هئا. سائين جي وڃڻ کان پوءِ اسان کي اونداهي پئي لڳي اڄ اسان کان سائين اڪبر جدا ٿي ويو آهي پر اسان جي دل ۾ قائم آهي. اسان ان کي ڪڏهن بہ وساري نہ ٿا سگهون، سائين هڪ سٺو استاد هو. ان سان گڏ هڪ سٺو اديب شاعر هو. هن جون يادون اسان کي ستائي رهيون آهن. اسان کي اها خبر نہ هئي تہ سائين اسان کان جدا ٿي ويندو. سائين ڪڏهن بہ اهڙو لفظ زبان مان نہ ڪڍيو جنهن سان ٻئي کي ڪاوڙ لڳي.

محمد حنيف ٿهيم- ڳوٺ علي محمد ٿهيم

---

اڄ پڻ اڪڙين سڄڻ پنهنجا ساريا،
ڳلن تان ڳوڙهن جون بوندون بس نه ڪن،
سندي سڪ پرين، لوڪ ڏئي نه لهي. (شاهه)

سيّد علي اڪبر شاهه ! تون دنيا جي نظرن ۾ اسان کان پري ٿي وئين پر جڏهن دل جي اکين سان ڏسان ٿو ته اجهو تون اسان جي وچ ۾ ويٺو آهين ۽ ڪلندو اچين. سماجي ۽ رسمن جي روايتن کان بينياز اڪبر شاهه تنهنجي وفات تي فاتح ۽ دعا لاءِ آيو آهيان، پر تون چوين پيو ته حاجي ڇڏ ان رسمن، ريتن کي ويهه تون دير ڇو ڪئي؟ سائين اڪبر شاهه يار واقعي تون سوير ۽ جلدي هليو وئين. اهو اسان نه سوچيو هيو ته توهان اسان کان ايترو جلد هليا ويندا نه ته اسان توهان جو عقل، فهم ۽ بين مثالن مان اڃا ڪجهه سکون ها پرايون ها.

اڪبر شاهه! اوهانجو آواز منهنجي ڪنن ۾ گونججي پيو ته آئون اوهان دوستن کان پري نه آهيان مون کي جڏهن به ياد ڪندو. آئون اوهان جي وچ ۾ هوندس.

پر سائين اڪبر!

دل ۾ ڏک جي لهر آهي ۽ هي هزارين پرستار روڄ راڙو مٿي، ۾ مٽي وجهي پٽين پيا. ڇا اڪبر تون واقع اسانِ کان جدا ٿي ويو آهين. جيڪڏهن تر جي سڄي خلق سچي آهي تہ پوءِ اهو صدمو دل کي جهوري ٿو.

پر اڪبر تون مون کان ڪو نه وسري سگهندين تنهن جون ماڻهن جي دلين تي (جنهن ۾ آئون به شامل آهيان) مهرون آهن.

حاجي ناظر حسين نظاماڻي
(اڳوڻو مرڪزي جنرل سيڪريٽري)- آل سنڌ پ. ٽ. الف

جڏهانڪُر جاني، سَڄڻ سانگِ سڌاريا،
راتيان راحت ناهِڪا، ڏِيهان حيراني،

آئون پانهنجي پرينءَ تان ڪوڙين قرباني،
رضا رَبانِي نات ڪِيَمُ وَس وِصال ڪي. (شاهه)

پراڻي ساٿي سيد اڪبر جي اوچتي وفات جو ٻڌي بيحد افسوس ٿيو. هميشه ڏک سک ۾ گڏ رهياسين، مگر آخري ڏينهن تي ڪلهي ڪانڌي ٿي نه سگهيس، نه ئي سندس منهن مبارڪ ڏسي سگهيس، بس چا ڪجي، رب جي رضا ڪي ڪير آڏو اچي. منهنجي دعا آهي ته رب پاڪ کيس جنت ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ پوين کي صبر جي توفيق عطا فرمائي "آمين"

جا ڀُون پيرين مُون، سا ڀُون مَٿي سَجڻين،
ڏنگَ لنبا ڏوڙ ۾، ايسي ڏٺاسُون،
ڏينهن مڙيئي ڏون، اَٿي لوچ لطيف چئي. (شاهه)
اڄ نه اوطاقن ۾، سَندي جوڳين جوڙ،
ساري سنياسين کي، ڪامي ٿيس ڪوڙ،
مَنَ جَنين سين موڙ، سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهه)

ماستر ابو ميمڻ رٽائرڊ

سيد اڪبر منهنجو هم ڪلاسي، ادبي سنگت جو ساٿي ۽ سماجي، ترقيءَ لاءِ ڪيل تحريڪي ڪم جو رفيق رهيو آهي. اسان جي رفاقت 1955ع کان سندس وفات مورخه 27 جون 2003ع تائين رهي. هن سال فيبروري ۾ پاڻ دڙي ۾ مون سان ملڻ آيو ۽ سنڌي ادبي سنگت ۾ نئون روح ڦوڪڻ تي خوشيءَ جو اظهار ڪيائين. سندس ڪم جو دائرو ادبي، تعليمي، سماجي ۽ سياسي ميدانن تائين ڦهليل هو. سندس انقلابي ڪردار تي گهڻو لکڻ جي ضرورت آهي. هن موقعي تي آئون سندس خدمتن جي اعتراف ڪرڻ تائين محدود رهندس.

ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ
سابق وائيس چانسلر زرعي يونيورسٽي - ٽنڊو ڄام

*(اردو مان ترجمو ڪيل)*

اي خدا! هي گُلَ !! هُتي گُلَ !! اڪبر شاهه گُل!!
تون هي ڇا ڪيو؟!
اڪبر شاهه جهڙو گل ڦري ورتو. ها برابر اهو گل ته تون ڦري ورتو. پر

هن جي خوشبوءِ تون بہ هتان (سنڌ مان) ڪسي ورتي؟!
منهنجو سوال آهي تہ: اهڙوئي گل (اڪبر شاهہ جهڙو) ۽ ان جهڙي خوشبوءِ وري اسان کي موٽائي ڏي. جيئن ان گل جي خوشبوءِ مان نہ صرف اسين بلڪہ پوري سنڌ نچندي ٽلندي وتي.

---

اي پروردگار! تون ئي سائين اڪبر جي اولاد مان هڪ فرزند کي پنهنجي والد صاحب جي پيروي، ڪردار، سادگي، هوشياري ۽ ان جي ڏاهپ تي هلائڻ جي توفيق عطا فرمائي.
اڪبر شاهہ اسان کان اڄ جدا ٿي ويو آهي. پر هن وقت اسان سيني کي سائين اڪبر شاهہ جهڙن ذهنن جي سخت ضرورت آهي، سڄي سنڌ، سڄي پاڪستان کي سخت ضرورت آهي.
سائين اڪبر شاهہ هڪ پرائمري ٽيچر هيو. پر ان سان گڏ لطيف لال جو پارکو بہ هُيو. اڪبر شاهہ هڪ سهڻو ماڻهو، دلڪش بہ هو. هر ماڻهو سان سٺي نموني پيش ايندو هو. غريب توڙي امير وڏي توڙي ننڍي ٻار توڙي جوان سان هڪجهڙو هو. گلن، ٻوٽن، باغن جو شوقين هيو. دعا آهي تہ هن جي نالي کي بلند ۽ روشن فرمائي.
بقلم : صوفي سيد افتخار عالم شاهہ

---

سائين اڪبر شاهہ مرحوم ڪچهري جو مور، اسٽيج جو بادشاهہ چرچن جو ماهر، لطيف جو پارکو، يار ويس تمام وڏو ڏاهو ماڻهو هو.
بارگاهہ الاهي ۾ منهنجي اها دعا آهي تہ رب پاڪ سندس اولاد کي نيڪ ۽ صالح ڪري ۽ ڪين صبر جي توفيق ڏي سندس اولاد مان هڪ کي اڪبر شاهہ جهڙو ڏاهو ڪري.
سائين اڪبر شاهہ هڪ عظيم ماڻهو هو. جنهن جو وڇوڙو هميشہ ياد رهندو. الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي. ”آمين“
غلام قادر عباسي ميان ملوڪ

---

انسان پنهنجي حياتي نجي سُک لاءِ گذاري يا گڏيل سک لاءِ. اڪبر شاهه پنهنجي سڄي حياتي گڏيل سک لاءِ گذاري. اسان ڪي جڳائي تہ سندس وات جا پانڌيئڙا ٿي گڏيل. جاڳرتا لاءِ پاڻ پتوڙيون.

محب علي نظاماڻي- ٽنبو قيصر

---

علي اڪبر شاهه سان منهنجو واسطو باقر سنڌيءَ سڻ لا ڳيڙيڪري رهيو. پاڻ هميشہ عوامي هاري مزور طبقي ۽ سنڌي قومي جدوجهد جو حامي رهيو سندس هميشہ ڪچهرين ۾ اجتماعي جدوجهد ڏي لاڙو رهيو. طبعتن خوش مزاج ۽ زنده دل هو. اميد آهي تہ سندس پوئلڳن ۾ اهائي جاکوڙ ۽ همت رهندي.

عثمان لغاري- ڳوٺ سڪندر لغاري تعلقو ماتلي - ضلعو بدين

---

ماڻهو سڀ نہ سهڻا، پکي سڀ نہ هنج،
ڪنهن، ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي.

محترم سائين علي اڪبر شاهه بنيادي طرح هڪ پرائمري ٽيچر رهيو. بعد ۾ پ. ٽ. الف جي انتهائي نگراني ۽ بي لوث خدمت ڪئي ۽ سائين شاهه عبداللطيف جن جو پياسي وڏو داناءُ، مدبر ۽ بهادر انسان رهيو. ڪيس دعا ٿا ڪريون تہ ڪيس الله پاڪ جنت الفردوس عطا فرمائيس.

دعاگو محمد حسن لاڪو - دعاگو محمد حسن آرائين

---

اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب تنواريِن،
آديسي اٿي ويا، مَڙهيُون مُون مارين،
جي جيءُ ڪي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

اڄ سائين علي اڪبر شاهه جي آڪاڙي تي جڏهن پنهنجو اچڻ ٿيو ۽ الائي ڇو اچي محسوس ٿيو. جيئن پنهنجي اندر جو ڪو روح نڪري چڪو هجي ۽ بيوسي جي ڪنهن محل ۾ قيد هجي جنهن مان نڪرڻ تمام محال هجي ۽ دل ائين روئي رهي آهي، جيئن ڪنهن گونگيءَ

جي نگاهن مان نير وهن ۽ لاچاريءَ ۾ تڙ پندي آهون ڪندا هجن ته سائين علي اڪبر شاهه هيءَ وچڻ جي ويل نه آهي. اهڙي طرح دانهيندي هجي. اڄ جو تاثرات مون ڪان ته لکجي نٿو سگهي. بس خدا توهان کي جنت ۾ جاءِ ڏي.

سيد ولي محمد شاهه دادا

ساٿي نه پسان سي، جي هُيم هينئين ٿوٽيون،
هاٿي ڪنهين جي، وَجيو اڳڻ اُبيان؟

سيد علي اڪبر سان منهنجو پهريون رستو پرائمري اسڪول ۾ گڏجي پڙهڻ جو آهي، اهو به ائين جو هو مون کي پنهنجن ٻن پينرن سان گڏ هڪ ننڍي ياءُ مثل آگر وٺي حاجي عبدالله ڪانڌڙي اسڪول وٺي ويندو هو.

ٻيو رشتو منهنجو ساڻس سياست ۾ گڏ رهڻ جو رهيو. اهو رشتو ڏهن ڪان پندرهن سال قائم رهيو. اڪبر شاهه مائٽن جو دادلو ٻار هو ۽ آئون پنهنجي گهر ۾ سيني پائرن ۾ ننيو، اسان جي زندگي ذري گهٽ ساڳي نهج تي گذري آهي. اڪبر شاهه سان وقفي سان ملبو هو. جو آئون گهر جو تڙيل ٻار مثل رهيو آهيان. مون پنهنجي حياتي به پنهنجي ڳوٺ ڪان پري گذاري ۽ سيد اڪبر شاهه صاحب سان چڱي دير سان ملبو هو. ميارون ڏيندو هو. احوال پڇندو هو. شفقت سان پيش ايندو هو. منهنجي پارٽي عوامي تحريڪ جي هاءِ ڪمان جي حڪمن تي اچي ساڻس ملندو هئس. پليجي (رسول بخش صاحب) صاحب جا سلام پهچائيندو هو مانس. ڏاڍو خوش ٿيندو هو. واپسي ۾ پليجي صاحب ۽ جماعت لاءِ سلام ڏيندو هو.

هڪ دفعي پليجي صاحب نٽي ۾ مون کي چيو ته گل حسن اڄ اڪبر شاهه کي ڳوٺان اغوا هلي ٿا ڪريون. رمضان جو مهينو هتي پهتاسون گوڏ ۽ گنجي ۾ چيو سون وڃي وياسون. رستي ۾ پليجي صاحب ۽ اڪبر شاهه جي گفتگو لطيف سائين جي شاعري ۾ ٿي. الا اڪبر وسري نٿو. چيائين آئون اوهان جو آهيان، هڪ پل به پاڻ ڪان الڳ نه سمجهه اسان ڪيس وساري نه سگهنداسون.

گل حسن ڪيڙانو

ساموندين سڙهه سنباهيا، وريو واءُ اُتر،
ٻارهين ماهه نہ موٽيا، جي پروڪيءَ پَر،
سي ساموندين ري هي ٻازاريون ۾ بندر،
ڪٽيو سور ثمر، اڄ ڪنهن سين اوريان. (شاهه)

سائين اڪبر شاهه سان گهٽي ويجهڙائپ نہ هئي، پر سائس ڪچهريون ٿيون. سائين ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ هو. سائين اڪبر شاهه سڄي زندگي هن ظالم سماج جي خلاف جنگ وڙهندو رهيو. شاعري جي وسيلي هن قوم کي سجاڳ ڪندو رهيو. هڪ ڀيرو مولا بخش زنئور جي هوٽل تي ڪچهري ڪندي چيائين تہ هن قوم کي ڪيئن سجاڳ ڪجي وري ڪي نوان طريقا ايجاد ڪجن. مطلب تہ سائين اڪبر شاهه جهڙا ماڻهو تمام ٿورا پيدا ٿيندا آهن. اڄ اسين هڪ عظيم ساٿيءَ کان محروم ٿي ويا آهيون. اميد ٿا ڪريون تہ الله تعاليٰ سندس اولاد ۾ اها سگهہ پيدا ڪندو جي سندس ڏنل واٽ هلي سات سان هلندا.

محمد ايوب ٻائيتال - ڪارڪن، عوامي تحريڪ ٻنورو

---

سائين اڪبر سنڌ ملڪ جي انهن ملوڪ ماڻهن مان هو، جن سنڌ جي شعور پکيڙ ۾ گهڻو جاکوڙيو، سدائين مني مُرڪ سجائي هلندڙ ٻنهه سهڻي ۽ ٻاجهاري ٻوليءَ جو مالڪ، سنڌي ٻوليءَ جو سهڻو شاعراڪبر شاهه ذات جا گلاب آچيندي پاڻ مُرجهائجي ويو. سنڌ ملڪ هن سچي، سگهاري ۽ ٻاجهاري ماڻهوءَ کي صديون سارينديو رهندو. سندس وڇوڙي تي سنڌ جي هي ساڃاهہ وند ماڻهوءَ کي صدمو رسيو آهي. جيڪي ماڻهو سائين اڪبر کي ويجهو رهيا هئا. انهن کي خبر هوندي تہ هو دل جي گهراڻين سان محبتون ڪندڙ ماڻهو هو. سندس خلوص ۽ محبتن جي خوشبو وسارڻ جي آهي ئي ڪونہ.

مانجهي (پروفيسر محمد علي)

---

سرآپا سهاجهو، اڪبر!

هُو- اڪبر شاهه-سنڌ جي گمنام سپاهين مان هڪ سپاهي هو. منهنجون ساڻس مختصر ملاقاتون رهيون ۽ انهن ملاقاتن ۾ هو Intruction ڏيندڙ هڪ سهاجهو شخص لڳو.

ڪيس مارچ 2002ع بنوري ۾ ان وقت حيرت لڳي جڏهن ڪيس 1977ع واري سال جا اهڃاڻ ڏئي ڪيس ياد ڏياريم ته اوهان ان سال ۾ ملڪاڻي شريف ڏي ٽرانسفر ٿي آيا هئا. هو سرآپا سهاجهو شخص هو. اهڙو سهاجهو جنهن سان ملي جنهن ڪي ڏسي بک نه لهي.

حفيظ ڪنير- مسلم ڪاليج حيدرآباد

---

سائين اڪبر شاهه جهڙي نيڪ ۽ سهاجهي انسان جي وڇوڙي تي تمام گهڻو صدمو رسو.

مشتاق خواجا _ ڪراچي

---

بحيثيت ايس. ايچ. او جي ٽيون ڀيرو ميرپور بٺوري تي آيو آهيان ۽ تر جو صوبيدار هئڻ جي ناتي چڱن ۽ مٽن جي پروڙ رکندو آهيان، اتفاق سان جڏهن سائين اڪبر شاهه وفات ڪئي، ته آئون ميرپور بٺوري تي تعنيات هوس. مون کي ڪنهن چيو ته هلو ته سائين جي تڏي تي هلون. ۽ دعا گهري اچون. مون چيو ته هڪ ڏيو هو جيڪو اجهامي ويو. هاڻي ته هرڪو سائين اڪبر شاهه پيو ڪري پر تڏهن اُهي ڪٿي هئا. جڏهن سائين بستري ۾ هو. ان جي ڪنهن مدد نه ڪئي. هو اڪيلي سر هن موذي مرض سان جهيڙيندو موڪلائي ويو آهي. هونئن به ڪو اديب يا شاعر هن جهان مان موڪلائيندو آهي ته پوءِ سندس هر ڪو وارث ٿي پوندو آهي. پر حياتي ۾ ڪوبه اهڙو ڪونه هوندو آهي. جيڪو سندس هن دنياوي ڪمن ۾ ٻانهن ٻيلي ٿئي. لکڻ لاءِ ته دل چاهي ٿي گهڻو ڪجهه لکان، پر چپن ۽ هٿن کي روڪيم سائين جي لاءِ لکڻ مان جي وس جي ڳالهه ڪونهي. آئون هڪڙو ننڍڙو جيتامڙو

آهيان. هو هڪ جبل جهڙو مهان ۽ مضبوط انسان هو جيڪو مرندي مري ويو پر جهڪيو ڪين. هتي جي ماڻهن جيڪو ڪجهه سائين جي باري ۾ تاثر ڏنو آهي اهو مون کي لڳي ٿو ته اجا به گهٽ آهي. هو هڪ املهه انسان هو بقول شاعر:

آئون قائل آهيان ڪانڌيرن جو،
جو گل وجهين ٿو جهوليءَ ۾
آءُ چنڊ ٿيون چانڊاڻ ڪيون،
آءُ سونهن ٿيون سرهاڻ ڪيون،
جو لوهه هٿائي سو ڪير آ،
آءُ ته بارڻ پاڻ ٿيون.

فضل علي قريشي ٺٽو

---

جان جان هُئي جيئري ور چي نه ويني،
وجي پونءِ پيني، سارينديُن کي سڄڻين. (شاهه)

ڪاوش اخبار پڙهندي سائين اڪبر شاهه جي وفات جو پڙهيم. دل کي ڏاڍو صدمو رسيو ۽ مون کي هڪدم 1996ع واري پ. ٽ. الف جي اليڪشن وارو زمانو ياد آيو. جنهن دوران منهنجي ساڻس پهرين ملاقات سندس ڳوٺ واري اوطاق تي ٿي. جنهن کان پوءِ مون کي معلوم ٿيو ۽ مون محسوس ڪيو ته سائين صرف پ. ٽ. الف جو اڳواڻ نه پر تمام گهڻو رخو، مدبر، ڏاهو شخص لڳو. آئون اهڙي شخصيت تي ڪهڙو تاثر لکي سگهان ٿو. بس ائين چوندس ته ضلعي ٺٽي، علم، ادب، عقل ۽ اڪابر کان محروم ٿي ويو. دعا آهي ته رب پاڪ کيس جنت ۾ جاءِ ڏي. ”آمين“

غلام حيدر سنيو جنرل سيڪريٽري پ . ٽ. الف . هلقو ميرپور ساڪرو

---

جا پُون پيرين مُون، ساپُون مَٿي سَڄڻين،
ڏگَ لنبا ڏورڙ ۾، اُپي ڏٺاسون،

ڏينهن مڙيئي ڏون، أتي لوچ لطيف چئي. (شاهہ)

سائين اڪبر شاهہ جهڙي مدبر ۽ معتبر شخصيت جي وڇوڙي تي کهڙي پاسي ڪان لکجي. سائين جي نجي زندگي تي جنهن ۾ سائين جو ڪردار هڪ شفيق پيءُ جيئان رهيو. يا سائين جي لطيف جي حافظن مان لکجي، ڪامياب اڳواڻ تي لکجي، سائين جي قوم پرستيءَ تي لکجي. اهي سڀ شيون منهنجي وس ڪان پري آهن. سائين جو وڇوڙو استادن لاءِ پ. ٽ. الف لاءِ ۽ سنڌ جي انهن معصوم سانگيڙن لاءِ هڪ وڏو هاڃيڪار نقصان آهي. آئون دعاگو آهيان تہ خدا تعاليٰ ڪيس مولا جي مريدن مان ڪري روز قيامت ۾ مولاجي مريدن منجهہ بيهاري.

سيد ارشاد حسين شاهہ - جنرل سيڪريٽري پہ ٽ الف- ضلعو ٺٽو

---

ماڻهو سڀ نہ سهڻا پکي سڀ نہ هنجهہ،
ڪنهن، ڪنهن ماڻهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي.

سائين اڪبر شاهہ جنهن رستي جي چونڊ ڪئي سو عظيم شان رستو هو. جنهن تي هلي انسان اوچو ۽ اعليٰ بنجي ويندو آهي. پر ان رستي تي ڏک ڏاڪڙا ۽ ڪشٽ ڪشالا سَهڻا ٿا پون. تپش، تنهائي ۽ اونداهي هوندي آهي، سندس ڪهڙي پاسي ڪان لکجي. اهي لفظ مون وٽ نہ آهن. اڪبر شاهہ تي لکڻ لاءِ هر پاسي چا چا لکجي.

گلشير جوکيو- صدر پ.ٽ. الف تعلقو ميرپور ساڪرو، ضلعو ٺٽو

---

اڄ انهيءَ شخيت جي تڏي تي اچڻ ٿيو. جنهن سان 1987ع کان واسطو رهيو. جڏهن سائين تي لکڻ لاءِ چيو ويو تہ نہ تہ دماغ ساٿ ڏنو نہ تہ قلم ساٿ ڏنو. ان هستيءَ تي چا لکجي جيڪو قلم جو ڌڻي هجي، لطيف جو حافظ هجي، ان تي لکڻ منهنجي وس ۾ نہ آهي. صرف ايترو چوندس تہ سائين اڪبر شاهہ جي وڇوڙي کان پوءِ اسان سڀ هڪ شفيق محسن ۽ ڏاهي کان محروم ٿي ويا آهيون. منهنجي دعا آهي تہ الله سائين مرحوم کي جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي ۽ پوئينرن

ڪي صبر جي طاقت ڏي. (آمين)
ابوبڪر جاڪرو- پرائمري استاد ساڪرو

---

آئون سائين اڪبر شاھ جي شخصيت ۽ خدمت کي زبردست خراج تحسين ٿو پيش ڪريان سندس وفات نه صرف لاڙ پر سنڌ سڄي جي ادبي حلقي جو زبردست ۽ وڏو نقصان آهي. الله ڪيس جنت نصيب ڪري ۽ پنهنجي جوار رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي. آمين

سيد مسعود مصطفيٰ شاھ- نائب صدر پاڪستان پيپلز پارٽي-ٺٽو سنڌ

---

آھ سيد اڪبر!

منجهان منهنجي روح جي وڃي ساجن وسري،
تہ مر لڳي لوھ، ٿر ٻاپيو ٿي مران.

سائين اڪبر نہ فقط هڪ ماڻهو جونالو نہ هو پر درسگاھ هئي، هڪ بهترين انسان دوست ۽ ملائڪ صفت انسان هو. مون پنهنجي پوري زندگي ۾ اهڙو انسان نہ ڏٺو. ڪڏهن ڪڏهن دل چاهيندي هئي تہ سائين اڪبر وٽ سر نالي وڃي کي روح رهائيون ڪريان پر موت اسان جي اڪبر کي جدا ڪري ڇڏيو.
شال الله پاڪ اسان جي اڪبر کي جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي (آمين)
علينواز ڪاتيار

---

محترم سائين علي اڪبر شاھ جي وفات جو ٻڌو ڏاڍو ڏک ٿيو. ليڪن هي دنيا فاني آهي. هر هڪ کيٓ هڪ ڏينهن ضرور هلڻو پوندو. شال الله سائين کيس جنت ۾ جڳهہ ڏي (آمين)
سائين علي اڪبر شاھ نہ رڳو هڪ استاد هو پر هو هڪ نيڪ، پرهيزگار، خدمتگار دوستن جو دوست ۽ هڏ ڏوکي انسان هو جنهنجي جيتري تعريف ڪجي، اها گهٽ آهي.
محترم سائين ۽ اسين سروس دوران ڪافي عرصو گڏ رهياسون،

ڪم ڪار ڏنا ورتا ۽ هر وقت سائين جي چهري تي مسڪراهٽ ڏسڻ ۾ ايندي هئي، سائين اديب، شاعر، استادن جو خيرخواه هوندو هو. شايد سائين جهڙو اڳواڻ ضلعي ٿتي کي نہ ملي سگهي. سندس ڪيل خدمتون هميشہ ياد رهنديون.

غلام محمد - اي ڊي. اي ميل ساڪرو- اڳواڻ اي. ڊي او ميل

---

محترم سائين علي اڪبر شاهہ جي هن فاني دنيا مان هلڻ ڏاڍو ڏک ۽ افسوس ٿيو.

افسوس هن ڳالهہ جو بہ ٿيو تہ سائين مرحوم سان اڪثر ملاقاتون پ. ٽ. الف جي مرڪزي آفيس ۾ ٿينديون هيون ۽ سائين جي ڪچهري ۾ ايترو تہ مناس هوندو هو جو دل نہ چوندي هئي تہ ڪچهري مان اٿي وڃجي. سائين مرحوم جي جيئري ڳوٺ ۾ نہ اچڻ جو افسوس آهي ۽ رهندو.

سائين هڪ مجاهد ۽ نيڪ استاد هو. اسان الله پاڪ جي دربار ۾ دعاگو آهيون تہ سائين جي پوئلڳن کي همت ڏي وڌيڪ لکڻ جي لاءِ ڇا لکجي؟

سڪندر علي ميرجت- اڳوڻو ضلع جنرل سيڪريٽري ، پ.ٽ.الف ضلع حيدرآباد

---

ڪـــاڪِ ڪَـــڙهـــي وَڻ وِڻــا، رَنـــگَ رَتِـــولَ،
تـــو پـــڇــاڻـــان ســـپـــريـــن! هِـيَـــڙي اچَـــن هـــولَ،
جي مون سان ڪيئي قول، سي سگها پارج سُپرين. (شاهہ)

سائين اڪبر شاهہ پنهنجي صلاحيتن سان ڪئين ”محب“ پيدا ڪيا، هي ناچيز انهن ”محبن“ مان هڪ آهي. سائين جون ڪچهريون سندس اوطاق تي يا حيدرآباد جي هوٽلن جون اجان تائين ڪنن ۾ گجگوڙ ڪن پيون سندس نالي ا ڪ ب ر ۾ مون هينيون شيون ڏٺيون.

الف ۾ اڪابريت ڪاف ۾ ڪوششون، مسلسل جدوجهد، بي ۾ بردباري، ري ۾ راحت سڪون، هر ڪنهن کي ڏيندڙ، مان پاڻ کي بد

نصيب سمجهان ٿو جو هن جي مرتئي منجهه شرڪت ڪري نه سگهيس.
محب ڪوسو- حيدرآباد

---

محترم پيارا سائين سيد عطا حسين شاهه صاحب
بعد سلام احوال عرض ته، توهان سان واقفيت نه هئڻ ڪري پريشان هئس ته سائين اڪبر جي وفات تي ڪنهن سان عذر خواهي ڪريان.
هاڻي جڏهن طالباڻي صاحب رهبري ڪئي آهي ۽ خط ۾ لکيو اٿس ته اوهان، سائين اڪبر جا پائيتا آهيو هيءُ عذرخواهيءَ جو خط پيش خدمت ڪري رهيو آهيان.
پيارا سائين! هيءُ جهان سڀ ڪنهن ڪي آخر ڇڏڻو آهي پر ڏک رڳو اهو آهي ته دنيا چڱن ماڻهن کان خالي ٿيندي وڃي. سائين اڪبر، سائين مجيدي ۽ منشي ابراهيم سنڌي ادب جا وڏا نالا هئا، جن سان قدرت ٺٽي ضلعي کي نوازيو هئو. افسوس جو اڄ اهي پيارا نالا، اسان سان گڏ نه آهن.
اوهان عزيزن کي ته هن وڇوڙي تي ڏک ٿيڻ لازمي امر آهي. پر پيارا اسان جون ڇاتيون به هِن درد کان ڇڄي رهيون آهن.مان هن ڏکدائڪ موقعي تي سائين اڪبر، جي وصال تي سندن پاڻ ۽ سندن گهرَ واريءَ ۽ توهان سان ڏک ۾ برابر جو ڀاڱي ڀائيوار آهيان، هي رڳو خالي لفظ نه آهن. سنڌ جو قسم ته مان خود ايئن محسوس ڪري رهيو آهيان. ڇڻ مون کان منهنجو سڳو ڀاءُ وڇڙي ويو هجي. منهنجون دعائون ۽ نيڪ تمنائون توهان ۽ مرحوم جي فرزندن سان گڏ آهن. ڪين مون پاران پيار ڪندا.

اوهان جو پنهنجو
سيد راشد علي شاهه مورائي هه. م. گورنمينٽ پرائمري مين اسڪول مورو

---

مار پويئي موت تون اٿ منڌائتوآئين،
گهائيي اهڙا گهوٽ جن نه مند مرڻ. (شاهه)

سائين اڪبر شاھ جي ناگهاني وڇوڙي نہ صرف ٺٽو ضلعو بلڪ سڄي سنڌ جا استاد هڪ سُني ۽ سچي دوست ۽ بهادر ۽ بي رياءَ انسان کان محروم ٿي ويا آهن. منهنجو سائين اڪبر سان واسطو 90 واري ڏهاڪي کان تنظيم جي ميڙاڪن ۽ تقريبن ۾ ٿيو. پاڻ ڏاڍو سادو سياڻو ۽ ڪاهوڙي انسان هو. قول ۽ فعل جو پڪو ۽ سچو دوستن جو دوست هو. سندس ادب ۽ علم جي حوالي سان ڪيل خدمتون ناقابل فراموش آهن. سندس تقريرن ۽ تحريرن ۾ وڏو جوش ۽ ڪشش هوندو هو. سيد اڪبر شاھ جي وفات پڄاڻان ضلع ٺٽو نہ بلڪ پوري سنڌ ۾ جيڪو خال پيو آهي اهو پرجڻ مشڪل آهي. اسان سائين اڪبر شاھ صاحب لاءِ دعاگو آهيون تہ شال رب پاڪ سائين کي جنت الفردوس ۾ خاص مقام عطا فرماءِ ۽ سندس اولاد جي عمر ۽ رزق ۾ برڪت عطا فرمائي.

پير گل محمد شاھ - صدر پ. ٽ. الف ضلع ٺٽو

---

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تني سندي ڪا، ڪري سگهان نہ ڳالهڙي. (شاھ)

لطيف جو پانڌيئڙو، سنڌ جو سڄڻ، حال پائي، مڙس ماڻهو، وڏي دل وارو، پارکو ۽ ڪاهوڙي وڙ جو وڻجار، اڪبر شاھ، در ملوڪ شاھ ۽ دڙي کي نہ،پر اسان جي سڄي سگر ساٿ کي ههڙي وچ راھ ۾ ڇڏي ان راھ ڏانهن رمي ويو جتي جيڪو ويو اُتي جو ٿي ويو.

اسان بد نصيب، ديس وارن ماڻهن لاءِ هاڻي سُرت ڏسيندڙ، حوصلو ڏيندڙ، ملو لائي ڪيڻ وارو هاڻي هِن پَٽَ ۾، اسان جي ضلعي ۾ هاڻي ڪو ماڻهوهجي پر اڪبر شاھ جهڙو مُلھ وارو انسان ڏسڻ لئہ اکڙيون سدائين سڪنديون ۽ ترسنديون.

خدا ان جي اهل اولاد کي، عزيزن دوستن کي حوصلي ۽ صبر سان نوازي جو هو انهي عظيم کوٽ کي برداشت ڪري سگهن!

غلام قادر پليجو

---

سائين اڪبر شاهه جي زندگي تي لکڻ منهنجي وس جي ڳالهه نه آهي، ڪڏهن ڪڏهن ملاقات ٿيندي ته سدا بهار ۽ خوش نظر ايندو هو. مون ڪيس ڪڏهن مايوس نه ڏٺو. جڏهن به ملندو هو ته همٿ ڏياريندو هو. ڏٺي در دعا آهي خدا ڪيس جنت ۾ جايون ڏي. اڄ اسان سان گڏ هوت خان پنهور ۽ محمد هارون سوڍو آهن.

عبدالستار لوهار

---

سمونڊن ڪي هوندا ڪنارا به آهن،
پهاڙن ۾ ووڙيو ته چارا به آهن،
جي جرڪي جيئڻ جو پڪو فيصلو آ،
ته هن جوءِ ۾ جيءَ جيارا به آهن. (استاد بخاري)

سيد اڪبر سان منهنجي رغبت 80 جي ڏهاڪي تي. هن جو والد صاحب محترم نهايت سڪيو ستابو هو. جنهن ان وقت جي اڙانگن ۽ ڏکين رستن جي باوجود سيد اڪبر کي حيدرآباد ۾ پڙهايو. ۽ لاڏ ڪوڏ سان نپايو. پر اڪبر سرت ۽ ساڃاهه ۾ اچڻ ڪان پوءِ پنهنجون حسرتون، چاهنائون مسترد ڪري مارو ماڻهن، مظلوم ماڻهن لاءِ وقف ڪيون. سڄي زندگي آڙاهه ۾ ٽسڪندو رهيو پر ڪڏهن به هيٺي نه ٻوليائين، پنهنجي مقصد تي اٽل، پختو ۽ پڪو ٿي گذاريائين. جهوپڙي ڪڪائين جنهن ۾ برسات جي ڪٽين جي به سهپ نه هوندي هئي ان ۾ حياتي گذاريائين ۽ آخر تائين ان ئي جهوپڙي مان سندس آخري سفر روان ٿيو.

هو ڪڏهن به جهڪيو نه هميشه پنهنجو ڳاٽو اوچو ڪري هليو. خوددار ٿي هليو، ٽنڊي ٽوپڻي جي پرواهه نه ڪيائين ان لاءِ مٿس تنقيدون ٿينديون رهيون دوستن جا ڏمر به سٺائين پر پنهنجا پير پڪا ۽ پختا رکيائين.

اسان اڪبر جي دهشت، ڏهڪاءُ به ڏٺو پر اسان سندس پيار ۽ محبت به ڏٺو، سندس پيار ۽ محبت اڳين ڪاوڙين، غصن کي ڌوئي صاف ڪري ڇڏيندو هو. سندس دهمان دڙڪا سڀ وسري ويندا هئا پر اڄ ته

سندس وڏو خال محسوس ڪريون ٿا ۽ اهو خال پربو؟ دنيا تہ پنهنجي رفتار سان هلندي اچي ۽ هلندي رهندي پر اڪبر جا گفتا، اڪبر جا ٻول ڪچهري جا ڪچڪول ڪنن ۾ ٻرن ۽ گونجن پيا.

هوءَ جا صدا ساز جي، چڻ ڪا ڏيئي لاٽ،
ڏيري ڏيري ٿي وئي. پنيٽ جا پڙڪاٽ،
ڪيڏي ڇَر ڇَراٽ، آهي ان آواز ۾!

..........

وڏندا رهيا ويڙهہ ۾، نہ ٿيا ڍول ڍرا،
پُنا پٽر وانگيان، نِرو رڪُ نرا. (اياز)

دعا آهي تہ اڪبر جو تڏو، مَنهہ آباد هجي، لطيف، پنهنجي وڳر سان ان جي آبياري لاءِ اڳئين ڪان اڳرا هجن.

خليفو رسول بخش، پ. ٽ. الف جو ادنيٰ ڪارڪن جاتي شهر

---

اڄُ جو تنهنجي سار، لهرين ۾ لوڙهي وئي،
اپريا ات سڳند سان، تنهنجا ڪارا وار،
هُريا ٿي هبڪارَ، منهنجا جوڀَن ڏينهڙا. (اياز)

ڪجهہ وقت ڪان بيمارين جي لاڳيتي حملي ڪيرائي وڌو هوم. دوستن وسان نہ گهٽايو ايندا ويندا ۽ ڏڍ ڏيندا هئا. جن ۾ اڪبر مٿان مٿان هو. اڪبر ڪي بہ بيماري سالن ڪان هئي پر هي ڪڏهن بہ هيٺي نہ ٻوليندو هو. اوچتو خبر پئم تہ اڪبر وڃي ڪراچي سول اسپتال ۾ داخل ٿيو، حال احوال روزانو ملندو رهندو هو. آخر اسپتال ڪان ٻاهر گهر علاج رهيو. پڇڻ ويس پر مون کي اها پڪ نہ رهي تہ اڪبر ڪو اڃان اسان وٽ وڌيڪ ترسندو.

ڪراچي ڪان موٽي گهر پهتس رات جو مون کي 3 بجہ دوست اچي گهر تي سڏ ڪيو. ان سڏ ۾ مون کي چرڪ نڪري ويو ۽ محسوس ڪيم تہ اڪبرجو چاڻ آيو آهي. بس زمين تي ڪري پيس پوءِ جي خبر مونکي بعد ۾ پئي تہ آئون اسپتال نٽي ۾ بستري تي ستل آهيان. اڪبر جي خبر چوڪرن ڪان پڇندو هوس. هو مون کي وڏائي چڙهائي

ٻڌائيندا هئا تہ هاڻ بس نيڪ آهي. اڪبر وصال ڪيو اخبار ۾ خبر آئي مون کي اخبار پڙهڻ لاءِ نہ ڏنائون جڏهن اسپتال مان نڪري گهر آيس. خبر پئي ڊاڪٽرن جي منع باوجود اڪبر جي تڏي تي ويس مون ضبط ڪيو پر ڪاري اونداهي اکين اڳيان ڏٺيم ننڍڙا معصوم ٻچا ڏسي منهنجو هانو ڇڄي پيو پر ڇا ٿي ڪري سگهيس. جڏهن لطيف ۽ ننڍڙي تي نظر پئي تہ ٻئي ڪوماڻيل هئا. ماضي جون يادون اکين اڳيان اچي ويون. اکين تي تروڙا ڦرڻ لڳا. اڪبر سچ جي سونهن هو. خوددار هو. هن هميشہ مصلحت پسندي سان جنگ جوٽي، مفلسي، تنگ دستي، غربت جي دز مٿس چڙهي ويندي هئي پر هن ڪڏهن بہ پاڻ کي محسوس نہ ڪرايو جهنگ ۾ اڪيلو گهر ننڍڙا معصوم ٻچا هوندي بہ ببر شير وانگر سندس گجگوڙون گونجنديون هيون پر اڄ ......

رُئان ٽي، راڻا! هند نِهارئو حجرا،
پيئي کِهَہ کتن تي، ٽئا پلنگ پراڻا،
ڌريائي ڏُوڙا ٽئا، وَرَ ري وهاڻا،
جايون، گُل، جَباٽ، وَڻ توري کو ماڻا،
مينترا! ماڻا، توريءَ گنديس کَن سين. (شاهہ)

پير علي مير سجاول

---

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاءِ، ڪري سگهان نہ ڳالهڙي. (شاهہ)

اڪبر شاهہ اسان جو دلبر دوست دلير ۽ داناءُ ساٿي هو. هو سنڌ جي عوامي انقلابي تحريڪ جي بانين منجهان هو.

اڪبر شاهہ جهڙا ماڻهو سنڌ جي ترقي خوشحالي ۽ نجات مشعل راهہ آهي، سنڌي قوم اڪبر شاهہ جهڙن نرالن فرزندن تي جيترو ناز ڪري سو ٿورو آهي. عوامي تحريڪ جا ساٿي اڪبر شاهہ کي پنهنجو سينئر ساٿي ۽ رهنما ساٿي ليکيندي سندس محسن ۽ نظرياتي سلام ٿا پيش ڪريون.

رسول بخش پليجو

# سجاڳي پبليڪيشن طرفان ڇپايل ڪتاب

| | قيمت |
|---|---|
| * ڪر ڪي ڪائي ڪونج (شاعري) سيد اڪبر | 150رپيا |
| * سارون ۽ سنيارون (خط) مرتب قادر بخش طالباڻي | 150 رپيا |
| * سنڌ هيرن ڪاڻ (ڪالم ۽ خاڪا) رسول بخش درس | 200 رپيا |
| * پاتر پٽ ڪٽان (شاعري) پير ضياء خياروي | 350 رپيا |
| * سنڌ ۽ ان جي ڪنار وارن علائقن جي سياسي، اقتصادي اهميت، ليکڪ: پي ڊبليو اينڊ رويو، مترجم: عطا محمد ڀنڀرو | 250 رپيا |
| * لهرون لهرون لفظ (ڪالم ۽ خاڪا) پروفيسر سعيده بشير | 300 رپيا |
| * سنڌ: ميرن جو دور (08-1809ع (خط ۽ رپورٽون) سنڌيڪار: عطا محمد ڀنڀرو | 100 رپيا |
| * وهڻ مون نہ وڙاءُ آتم ڪٿا عبدالرشيد لغاري | 350 رپيا |
| * محبت ۾ ئي برڪت آهي (شاعري) شهيد سومرو | 200 رپيا |
| * اڄايل اکيون (شاعري) محمد هاشم خاصخيلي | 250 رپيا |
| * هيرن جهڙو ماڻهو (سيد اڪبر) مرتب: قادر بخش طالباڻي | 200 رپيا |
| * ڪاهوڙا ڪرا 1947 ڪان 1952ع تائين جلد پهريون | 250 رپيا |

ان ڪان علاوه سنڌي، انگريزي، اردو ڪتاب سولائي سان ملي سگهن ٿا.

رابطي لاءِ:
سجاڳي ڪتاب گهر
شاپ نمبر 33، ائگريڪلچر ڪامپليڪس
حيدرآباد، سنڌ
فون نمبر:0332-2678558

سنڌي قوم اڪبر شاهه جهڙن نرالن فردن تي جيترو ناز ڪري، سو ٿورو آهي. عوامي تحريڪ جا ساٿي اڪبر شاهه کي پنهنجي سينيئر ساٿي ۽ رهنما ساٿي ليڪينڊي، سندس محسن ۽ نظرياتي سلام تا پيش ڪريون.

**رسول بخش پليجو**

سائين اڪبر جهڙا انسان زندگيءَ جي مقصد ۽ حياتي جهڙي انمولي تحفي کي سمجهي اها وک پنهنجي ڌرتي ۽ قوم لاءِ کڻندا آهن.

**حافظ نظاماڻي**

سنڌي ادبي سنگت جو پليٽ فارم هجي يا پ ٽ الف جي تحريڪ يا ڪا سياسي ۽ جمهوري جدوجهد، سيد اڪبر جوان ۾ سرواڻيءَ وارو ڪردار رهندو هو ان لاءِ ڪيس ضلعي بدر به ٿيڻو پيو. نفاست پسند، راڳ سان رغبت رکندڙ پرڪشش شخصيت جو مالڪ، دريا دل سحر گفتاريءَ وسيلي محفلن تي ڇائنجي ويندڙ شاهه لطيف جو پارکو سيد اڪبر جي ذڪر کان سواءِ نئين ضلعي جي شعور جي تاريخ اڻپوري رهندي.

**پروفيسر عزيز سولنگي**

سيد اڪبر پنهنجي ويچارن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ سان ذهني ۽ عملي طرح سدائين سلهاڙيل رهيو. هن ڪڏهن به ۽ ڪٿي به پنهنجي ذهن ۽ ضمير جو سودو نه ڪيو.

**غلام حسين رنگريز**

لطيف جو پانڌيئڙو سنڌ جو سڄڻ حال پائي مڙس ماڻهو وڏي دل وارو پارکو ۽ ڪاهوڙڪي وڙ جو وڻجهار اڪبر شاهه درملوڪ شاهه ۽ دڙي کي نه پر اسان جي سڄي سگهر ساٿ کي ههڙي وچ راهه ۾ ڇڏي ويو.

**غلام قادر پليجو**

هن جي شخصيت ايتري من موهيندڙ پياري ۽ ڪشش ڀري هئي، جو ماڻهو پاڻ ڇڪجي هن ڏانهن ويندو هو. دل جو صاف، منافقي کان پري ۽ سنئون سڌو ماڻهو هر ڪنهن کي پيار ڪندڙ هو.

**شوڪت حسين شورو**

سيد اڪبر کي مرحوم ڪيئن لکان؟ جنهن جيئڻ جو ڏانءُ ڏنو جنهن انسانيت جا سبق ڏنا، جنهن لطيف مرشد کي ائين پڙهيو جڻ لطيف سائين پاڻ پيو پنهنجي ڪوتا مالڪوس ۾ ڳائي. ڪا وائي سارنگ ۾ پيو سٽائي ۽ دليون پيو گهائي. دلبر جا ديدار اکين جي اوصاف پيو اجاگر ڪري.

**رسول بخش درس**

سيد اڪبر پنهنجا ذاتي توڙي پيشه ورانه تعلقات عوامي تحريڪ جي وسعت ۽ تنظيم لاءِ ڪتب آندا. اڄ ڪلهه وچولي توڙي اتر جي ضلعن اندر عوامي تحريڪ جي جيڪا تنظيم موجود آهي، ان جو وڏو حصو انهن بنيادن تي قائم آهي، جيڪي سيد اڪبر جي پيشه ورانه جدوجهد دوران استوار ٿيا.

**ڊاڪٽر رجب علي ميمڻ**



# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو. پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَـڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏُ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)